# فرائض الاسلام سنڌي

**مصنف**

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

**مترجم**

مخدوم عبداللطيف

**موجوده صورتخطي**

محمد انس راڄپر

## سنڌي لئنگئيج اٿارٽي

حيدرآباد، سنڌ

2009ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد جو ڪتاب نمبر (133)





فرائض الاسلام سنڌي

| | |
|---|---|
| مصنف: | مخدوم محمد هاشم ٺٽوي |
| مترجم: | مخدوم عبداللطيف |
| موجوده صورتخطي: | محمد انس راڄپر |
| ڇاپو: | پهريون |
| سال: | جون 2009ع |
| تعداد: | 500 |
| قيمت: | 100/= روپيا |

**Catalogue Reference**
Makhdoom Abdul Latif
Muhammad Ans Rajpar
Faraizul Islam Sindhi
Sindhi Language
Sindhi Language Authority,
Hyderabad Sindh.
ISBN: 978-969-8194-98-7

**Faraizul Islam Sindhi**
By: Makhdoom Muhammad Hashim Thattvi
Transleted By: Makhdoom Abdul Latif

In present form: Muhammad Ans Rajpar
Edition: First, June, 2009
Quantity: 500
Price: Rs. 100 /=
Composed by: Asadullah Bhutto & M. Ramzan
Title: Muhammad Ramzan Turk
Printed by: Areeba Publications Karachi.
Published by: Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority, National Highway, Hyderabad, Sindh, 71000, Pakistan.
Tel: 022-9240050-53
Fax: 022-9240051
E-mail: sindhila@yahoo.com
Website: www.sindhila.org

هيءَ ڪتاب اڪادمي ادبيات پاڪستان جي مالي سهڪار سان اداري جي سيڪريٽري تاج جوئي، ميشرس عريبا پبليڪيشنز ڪراچيءَ مان ڇپرائي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي آفيس نيشنل هاءِ وي حيدرآباد، سنڌ مان پڌرو ڪيو.



ليٿو تي ڇپيل اصل ڪتاب جو سرورق

## فهرست

# ناشر پاران

ڪلهوڙن جو دؤر سنڌي ادبي تاريخ ۾ ”سونهري دؤر“ ليکيو وڃي ٿو، جنهن ۾ سنڌ جي سرتاج شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ڪانسواءِ ڪيترن ئي عالمن ۽ اڪابرن سنڌي علم ۽ ادب کي مالا مال ڪيو. ابوالحسن سنڌيءَ سندس مدرسي ۾ طالبن کي اسلامي مسئلا سنڌيءَ ۾ پڙهائڻ لاءِ نه صرف هڪ صورتخطي جوڙي بلڪ انهيءَ ۾ پنهنجا ڪتاب پڻ لکيا. اهو سلسلو ان کان اڳتي هليو، سندس شاگرد مخدوم ضياءُ الدين ۽ ان جو شاگرد مخدوم محمد هاشم ٺٽوي پڻ انهيءَ دؤر جا وڏا عالم هئا. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ فارسي ۽ عربيءَ ۾ ڪتاب لکڻ ڪانسواءِ سنڌيءَ ۾ به ڪتاب لکيا. سندس عربي ڪتابن مان هڪ ڪتاب ”فرائض الاسلام“ نالي عالماڻو ڪتاب هو، جيڪو هن وڏي تحقيق ڪري لکيو هو. سندس ئي لائق پٽ مخدوم عبداللطيف ان جو سنڌيءَ ۾ 1181هه ۾ ترجمو ڪيو ته جيئن سنڌي ماڻهو اسلام جي بنيادي تعليم پنهنجي مادري ٻوليءَ ۾ حاصل ڪري سگهن، جنهن جو نالو هن ”فرائض السلام سنڌي“ رکيو.

انهيءَ ڪتاب جي قدامت جي ڪري خاص اهميت آهي پر ان کان وڌيڪ ان ڳالهه جي به اهميت آهي ته ان ۾ ان دؤر جي سنڌي محفوظ ٿيل آهي، جنهن جو هڪ خاص لهجو ۽ لفظي ذخيرو آهي. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران پنهنجي جهوني ادب ۽ ٻوليءَ جي نمونن کي محفوظ ڪرڻ جي هڪ رٿا هلندڙ آهي. انهيءَ رٿا تحت هي ڪتاب ”فرائض الاسلام سنڌي“ڇاپي رهيا آهيون، اميد آهي ته عام پڙهندڙ ۽



ان موضوع تي تحقيق ڪرڻ وارا ان مان لاڀ پرائيندا.

3 جون ، 2009ع
حيدرآباد- سنڌ.

**ڊاڪٽر فهميده حسين**
چيئرپرسن

# مقدمو

"فرائض الاسلام سنڌي" مخدوم عبداللطيف ولد مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ، عربيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو، جنهن کي مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ عربيءَ ۾ 1171ھ ۾ تصنيف ڪيو هو. هيءُ پنهنجي موضوع جو هڪ منفرد رسالو آهي. استاد محترم علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب "فرائض الاسلام" جي عربي متن جي مقدمي ۾ لکيو آهي ته:

" هن ڪتاب جو اسلامي دنيا ۾ ڪو مثال ئي ڪونه ٿو ملي، پنهنجي موضوع جو منفرد ڪتاب آهي، جنهن ۾ ايمان جا فرض گڏ ڪيا ويا آهن. جن جو علم ۽ عمل (ٻئي) هر مسلمان تي فرض آهن."

هن جي طرز تي اسلامي دنيا جي ٻين حصن ۾ جيتوڻيڪ ڪا تصنيف ڪانه ٿي آهي، البته سنڌ ۾ هن کان اڳ اهڙي طرز جي هڪ ڪتاب تصنيف ٿيڻ جو ڏس ملي ٿو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي "فرائض الاسلام" ۾ هڪ هنڌ فرمائي ٿو:

"ايمان جي فرضن کي مون کان اڳ ڪن پائرن جمع ڪيو آهي، پر انهن جي تعداد ۾ انهن کان ڀل ٿي آهي."

ڪتاب جي آخر ۾ مخدوم موصوف ان ڀُل جو ذڪر به ڪيو آهي. مخدوم صاحب کان اڳ جنهن مصنف هن طرز تي ڪتاب تصنيف ڪيو، تنهن بابت علامه قاسمي صاحب لکي ٿو ته:



ان مان مراد مخدوم ابوالحسن بن شيخ عبدالعزيز سنڌي ٺٽوي آهي. ان کي فرائض جمع ڪرڻ جو شوق ٿيو، پر افسوس هن موضوع جو اهو رسالو زماني جي حادثن جي ور چڙهي ويو."

**عربي فرائض الاسلام جا ترجما:**

فرائض الاسلام جا فارسي، اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ترجما پڻ ٿي چڪا آهن. سڀ کان پهريون ترجمو سنڌيءَ ۾ مخدوم محمد هاشم جي فرزند مخدوم عبداللطيف 1181 ھ ۾ ڪيو. ان کان پوءِ ڪنهن نامعلوم بزرگ 1186 ھ ۾ يا ان کان اڳ ان جو فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. اردو ترجمو مولانا عبدالعليم صاحب ندويءَ ڪيو.

**ڇاپيل نسخا:**

عربي "فرائض الاسلام" صرف هڪ دفعو 1895ع ۾ پشاوري تاجر محمد صادق جي ڪوشش سان دهليءَ مان ڇپيو، ان کان پوءِ ناياب ٿي ويو. 1978ع ۾ هاشمي اڪيڊمي ڀينڊو شريف حيدرآباد طرفان ڇپيو، جنهن کي علامه غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب سڌاريو، سنواريو ۽ ان تي مقدمو پڻ لکيو. ساڳيءَ اڪيڊميءَ مولانا عبدالعليم جو "فرائض الاسلام" جو اردو ترجمو پڻ ڇپرايو. فارسي ترجمو اڄ ڏينهن تائين ڇپيل معلوم ٿي نه سگهيو آهي. "فرائض الاسلام" جو سنڌي ترجمو، ان جي ترجمي ٿيڻ جي تاريخ 1181 ھ کان پورا هڪ سئو سال پوءِ 1291 ھ ۾ مطبع حيدري بمبئيءَ ۾ قاضي ابراهيم بن مرحوم مغفور قاضي نور محمد پور بندري ڇاپيو.*

## قلمي نسخا:

”فرائض الاسلام سنڌي“ جو ڪوبہ قلمي نسخو معلوم نہ ٿي سگهيو آهي. البتہ عربي ”فرائض الاسلام“ جا ڪيترائي نسخا سنڌ جي مختلف لائبريرين ۾ موجود آهن. هڪ نسخو علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي. فقيهہ عصر مولانا هدايت الله سنڌي هالائيءَ جي هٿن سان ان جي ڪتابت ٿيل آهي. علامہ قاسمي

* فقير عبدالصمد بن حاجي مقيم مخدوم نورنگ پوٽي جي هٿن سان اهو تحرير ٿيل آهي.

صاحب ”فرائض الاسلام“ جي مقدمي ۾ هڪ ٻئي نسخي جو پڻ ذڪر ڪيو آهي، جيڪو مولانا حماد الله هاليجويءَ جن جي ملڪيت آهي. سنڌالاجيءَ واري ريسرچ لائبريريءَ ۾ ان جا پنج نسخا موجود آهن.

1- اهو فل اسڪيپ سائيز جي 73 صفحن تي مشتمل خط نسخ ۾ 1213ھ جو تحرير ٿيل آهي. هن جو ڪاتب معلوم ناهي.

2- ٻيو نسخو ڪرائون سائيز جي 210 صفحن تي مشتمل، خط نستعليق ۾ تحرير ٿيل آهي. هن جي ڪتابت جو سن 1300 ھ آهي. هن جي ڪاتب جي نالي جو ڪجهہ حصو ڳري ويو آهي، بچيل هن طرح آهي ”... بن محمد صادق بن محمد جنيد“.

3- هي نسخو ڪرائون سائيز جا سورهن صفحا آهي، نهايت سهڻي خط نسخ ۾ تحرير ٿيل آهي. عنوان ڳاڙهي مَس سان ڏنل آهي. ٻاهران باردر ڏنل آهي، جنهن ۾ تي ليڪون آهن. وچ واري ليڪ طوطائي رنگ جي آهي. آخر نامڪمل اٿس. ڪاتب ۽ ڪتاب جو سن معلوم ناهي.



4- هي نسخو ڊيمي سائيز جي 146 صفحن تي مشتمل سادي خط نسخ ۾ تحرير ٿيل آهي. منڍ کان صفحا گم اٿس. ڪاتب فقير عبدالله، حاجي اسماعيل ۽ حاجي دائود عليهم الرضوان آهن. هن جو مالڪ ميان اسماعيل بن حسن ذات پلي جاٽاپل آهي.

5- هي نسخو فارسي فرائض الاسلام جو آهي. هيءُ ڪنهن نامعلوم بزرگ ترجمو ڪيو آهي. شروع ۾ مترجم صرف اهو تعارف ڪرايو آهي تہ

”هيءُ ڪتاب ”فرائض الاسلام“ مولانا المعظم، مخدومنا المڪرم، حاجي الحرمين شريفين تعظيمًا و تڪريمًا مخدوم محمد هاشم قدس سره جو تصنيف ٿيل آهي. عجيب رسالو آهي. عبادت جي فرضن ۽ ڪن معاملن، جيڪي عبادتن جي ويجهو آهن، تي مشتمل آهي. عربي هئڻ ڪري ڪي ماڻهو ان جي نفعي کان محروم ٿيل هئا، جنهن ڪري ان جي گهرج محسوس ٿي تہ ان جو فارسي عبارت ۾ ترجمو ٿئي، تہ ان مان گهڻا ماڻهو فائدو حاصل ڪري سگهن. ميان الهڏنو مجاور ان ڳالهہ جو باعث ٿيو. الله ڪيس ۽ هن مسڪين کي ٻنهي جهانن ۾ جزاءِ خير ڏئي، گناهہ معاف ڪري ۽ پنهنجي عام فضل سان (هن ڪي) تڪميل تائين پهچائي ۽ مڪمل قبوليت عطا ڪري. انہ قريب مجيب. ان ۽ مترجم جي حق ۾، سيني مؤمنن، مؤمنياڻين، مسلمانن مسلمانياڻين ۽ سيني مشفقن کان، ٻنهي جهانن جي ڀلائيءَ لاءِ فاتحہ جو التماس آهي.“

مترجم ڪٿي بہ پنھنجو نالو نہ ڄاڻايو آھي. آخر ۾ ھنن لفظن
تي ڪتاب ختم ٿئي ٿو:

”ستين رمضان المبارڪ 1186 ھ ۾ پورو ٿيو. فقير حقير
سيد محمد ھادي رھندڙ حويلي سيوستان جي ھٿن سان
تحرير ٿيو.“

**فرائض الاسلام جو شرح:**

علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب جن ”فرائض الاسلام“
جي مقدمي ۾ ان جي ھڪ عربي شرح جو پڻ ذڪر ڪيو آھي. لکن ٿا:

”مخدوم عبدالڪريم متعلوي سنڌيءَ ”فرائض الاسلام“
تي عربي شرح لکيو ھو. پر افسوس جو ان جو تاريخ ۽
تذڪري جي ڪتابن ۾ صرف نالو رھيو آھي. ان جو وجود
سنڌ جي لائبريرين مان نہ ٿو ملي. شايد اھو سنڌ جي
انگريزن جي فتح وقت تباھ ٿي ويو، ڇاڪاڻ تہ مخدوم
متعلوي سنڌي، انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت، سنڌ جي
دارالحرب ھئڻ جي فتويٰ ڏني ھئي ۽ حرمين ڏانھن ھجرت
ڪري ھليو ويو ھو. چيو ھئائين تہ ھو سنڌ ۾ برطانيہ جو
غلام ٿي نہ رھندو. لاڏاڻي تائين مڪہ مڪرمہ ۾ رھيو.“

**ڪتاب جو موضوع:**

”فرائض الاسلام“ جو نالي جي مفھوم مطابق موضوع اسلام
جا فرض بيان ڪرڻ آھي. اسلام جي حڪمن، ھدايتن ۽ فرضن کي ٻن



ڀاڱن ۾ ورھايو ويو آھي. ھڪڙو ڀاڱو آھي عبادتن جو ۽ ٻيو ڀاڱو آھي
معاملن جو. ”فرائض الاسلام“ ۾ مصنف اسلام جي صرف انھن فرضن
جو ذڪر ڪيو آھي، جيڪي عبادتن سان واسطو رکن ٿا، ۽ ڪجھ اھڙن
معاملن جا بہ فرائض بيان ڪيا آھن، جن ۾ عبادت جو عنصر غالب آھي.
مصنف جو چوڻ آھي تہ معاملن بابت اسلام جا فرض ڳڻپ ۽ شمار کان
ٻاھر آھن. جيئن تہ انھن جو ڳاڻاٽو نہ ٿو ڪري سگھجي ۽ ھن ڪتاب
جي انفراديت ئي اھا آھي تہ، ھن ۾ اسلام جا فرض ڳڻپ ۽ شمار جي
طريقي سان بيان ڪيا ويا آھن. جن جو مصنف آخر ۾ ڪل تعداد ھڪ
ھزار بہ سئو ٻاھٺ ڄاڻايو آھي. ان ڪري مصنف اھي ھن ڪتاب ۾ شامل
نہ ڪيا آھن. عبادتن سان واسطو رکندڙ فرض پڻ بيان ڪيا آھن، جيئن
نماز جا اندريان فرض: قيام، قرائت، رڪوع وغيره جو بيان ڪرڻ سان
گڏ وري ھر ھڪ جا الڳ فرض جيئن: قيام جا فرض، قرائت جا فرض
۽ رڪوع جا فرض وغيره بيان ڪيا آھن ان طرح نماز جي مڙني
جزائيات کي شمارياتي طريقي سان سھيڙي مصنف نماز جا سڀ مسئلا
نہ رڳو جمع ڪيا آھن، بلڪ انھن جي محفوظ ڪرڻ، ياد ڪرڻ ۽ ذھن
نشين ڪرڻ جي بہ آساني پيدا ڪري ڇڏي آھي. شاگردن جي ياد ڪرڻ
لاءِ ھيءُ طريقو نھايت مفيد آھي.

**ٻوليءَ جو بھترين سرمايو:**

ٻارھين صدي ھجري، سنڌ جي علم ۽ ادب جي تاريخ ۾ ھڪ
سونھري دؤر جي حيثيت رکي ٿي، جنھن ۾ ابوالحسن جي ڪتاب
”مقدمة الصلواة“ کان پوءِ ڪيترائي عالم اٿيا، جن سنڌي ٻوليءَ ۾

ڪتابن ۽ تصنيفن جا ڍير لڳائي ڇڏيا. هيءُ ڪتاب سنڌي ٻوليءَ جو بهترين سرمايو آهي، جنهن کي ڏسڻ، پڙهڻ ۽ پرکڻ سان ٻوليءَ جي تاريخ جا ڪيترائي پهلو جاچي سگهجن ٿا، جهڙوڪ:

1- ان دؤر جي ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ لفظن، ترڪيبن ۽ محاورن جي پروڙ حاصل ٿيندي.

2- اهو معلوم ٿيندو ته ان دور جو نثر ۽ نظم ڪيئن لکيو ويندو هو.

3- ان کان پوءِ ويندي اڄ تائين سنڌي ٻولي، ان جي لکت، محاورن، ترڪيبن ۽ لفظن ۾ تبديليءَ ۽ مٽا سٽا جو سفر ڪهڙيءَ ريت طئي ڪيو آهي.

4- سنڌي زبان علمي سرمائي جي لحاظ کان ڪيترو مالا مال هئي.

هيءَ هن ڪتاب جي تاريخي اهميت ۽ افاديت آهي. جنهن جي مدنظر مون ڪوشش ڪئي آهي ته منجهس جيڪي اڄوڪي ٻوليءَ کان مختلف ۽ اڄ جي لحاظ کان اوپرا ۽ متروڪ لفظ استعمال ٿيل آهن، تن کي مقدمي جي آخر ۾ پيش ڪريان ۽ ان دور جي لکت ۾ اڄ جي لکت کان فرق رکندڙ نمونا پڻ الڳ پيش ڪريان، ۽ ڪجهه نحوي ترڪيبن جو بہ ذڪر ڪريان ته مٿيان اهميت وارا پهلو پڙهندڙن آڏو واضح ٿين. ضرورت هن ڳالهه جي آهي ته هن ڪتاب کان سواءِ، تنهن دؤر جي ٻين سنڌيءَ ۾ لکيل ڪتابن جو پڻ اڀياس ٿيڻ گهرجي.

**فرائض الاسلام ۽ ان دور جو نصاب تعليم:**

رچرڊ برٽن سنڌ ۾ مسلمانن جي تعليم جو سرشتو ٻڌايو آهي ۽ لکيو اٿس ته : "(سنڌ ۾ تعليمي) ترقيءَ جي رفتار



تمام ڍلي آهي. ٻار جيستائين مادري ٻوليءَ جو باقاعدي اڀياس شروع ڪري، تيستائين هو شايد نون ورهين جو ٿي ويندو آهي. مادري زبان يعني سنڌيءَ جو نصاب هن طرح آهي.

1. نورنامو: هيءُ هڪ ننڍڙو سليس مذهبي ڪتاب آهي، جو عبدالرحمان جو لکيل آهي.
2. مخدوم محمد هاشم جو تفسير ۽ ٻيون ڪي تصنيفون.
3. نظم ۽ نثر ۾ ڪهاڻيون. جهڙوڪ: سيف الملوڪ، ليليٰ مجنون.

سڀ کان وڌيڪ مقبول تصنيفون هي آهن.

"حڪايات الصالحين" هيءُ عبدالحڪيم نالي هڪ سنڌي ملان جو عربيءَ مان سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي. ان ۾ اوائلي مسلمانن جي مشهور اوليائن، مردن خواهه زالن جون حياتيون، ڪارناما ۽ ٻيون روايتون ڏنل آهن. لاڏاڻي ۽ رسول ڪريم جي وفات جو ذڪر آهي جو ميان عبدالله تاريخ حبيب السير تان ورتو آهي.

"معراج نامه" ۾ رسول ڪريم جي معراج مبارڪ واري سير ۽ سفر جو ذڪر ڏنل آهي.

"سئو مسئلا" اسماعيل جو لکيل ننڍڙو ڪتاب آهي. جنهن ۾ عبدالحليم فقير جو قصو ڏنل آهي. ان ۾ ڏيکاريل آهي ته ڪيئن هڪ فقير روم جي سلطان جي ڌيءَ جي سئو سوالن جا جواب ڏئي ساڻس شادي ڪئي هئي. چون ٿا ته انهيءَ مائيءَ کي بيشمار عاشق هوندا هئا، ۽ هوءَ انهن کي گمراهه ڪرڻ لاءِ کانئن ڪي سوال پڇندي هئي. ٻارن لاءِ اهڙيون گهڻيون ئي تصنيفون

آهن، جن جي مدد سان هو پنهنجي دماغ ۽ تخيل ۾ سڌارو آڻي سگهن ٿا. هو اٽڪل ٻه يا ٽي ورهيه اهڙا ڪارائتا ڪتاب پڙهندا آهن.“

برٽن جي هن بيان ۾ نصاب تعليم ۾ مخدوم محمد هاشم جو تفسير ۽ سندس ٻيون تصنيفون جيڪي ڳڻايون ويون آهن، تن ۾ هيءُ ڪتاب ”فرائض الاسلام سنڌي“ به شامل آهي.

برٽن سنڌ جي ٽن سڀ کان وڌيڪ مشهور مصنفن جي حياتيءَ جي ذڪر ۾ مخدوم محمد هاشم جو ذڪر آندو آهي ۽ سندس سنڌي ڪتابن جي حوالي سان لکيو آهي ته:

”هن جي خاص شهرت هيٺين ڪتابن تي ٻڌل آهي. جي هن عالمن لاءِ عربيءَ ۾ لکيا هئا ۽ عام ماڻهن جي سهولت لاءِ انهن جو سنڌي ترجمو ڪيو هئائين: 1- عقائد 2- فرائض 3- ذبح شڪار 4- اغثني 5- ذڪر خلفاء راشدين 6- ذڪر قيامت 7- بدر منير ۽ 8- مولود“

هن بيان ۾ ٻيو نمبر ڪتاب ”فرائض“ مخدوم محمد هاشم جو عربيءَ ۾ عالمن لاءِ لکيل ڪتاب ”فرائض الاسلام“ آهي. جنهن جي ترجمي بابت برٽن غلط چيو آهي ته مخدوم هاشم عام ماڻهن جي سهولت لاءِ ڪيو، بلڪ اهو هيءُ ”فرائض الاسلام سنڌي“ ئي آهي، جنهن جو مخدوم هاشم نه پر سندس فرزند مخدوم عبداللطيف ترجمو ڪيو، جيڪو تنهن زماني ۾ نه رڳو نصاب تعليم ۾ پر عام ماڻهن ۾ به وڏي شهرت رکندو هو.

**سنڌي ڇاپي ڪتاب ۽ فرائض الاسلام:**



پير حسام الدين راشديءَ جو هڪ مضمون ”سنڌي زبان جا قديم ڇاپي ڪتاب“، جيڪو سندس ڪتاب ”ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون“ ۾ شامل آهي. تنهن ۾ ان سنڌي زبان جي قديم ڇاپي ڪتابن جي فهرست ڏني آهي، سندس چوڻ مطابق ان فهرست مان سنڌي طباعت ۽ پريس جي تاريخ جي خبر پوندي. سندس چوڻ آهي ته هن فهرست مان معلوم ٿئي ٿو ته ”چٽ جي پار“ نالي ڪتاب 1853ع ۾ ڪراچيءَ جي ليٿو پريس مان شايع ٿيو، گويا انگريزن جي اچڻ بعد ڏهن سالن ۾ سنڌ ۾ پريس قائم ٿي وئي. ڪوٽڙيءَ ۾ ليٿو پريس 1857ع کان اڳ يا ان سال قائم ٿي. انهيءَ سال ڪوٽڙي پريس مان منشي اڌارام جو لکيل ڪتاب ”سنڌي گرامر“ شايع ٿيو. حيدرآباد ۾ 1865ع يا ان کان اڳ پريس قائم ٿي ته ڪتاب ”ڳالهين جي سوڪڙي“ انهيءَ سال شايع ٿيو. سکر ۾ ليٿو پريس 1886ع ۾ يا ان کان اڳ قائم ٿي، انهيءَ پريس مان ”گلدستہ حڪمت“ نالي ڪتاب انهيءَ سال ڇپيو. غالبن اها پريس هريسنگهه قائم ڪئي.

هيءَ فهرست ته راشدي صاحب ڪڏهوڪو ٺاهي ۽ سندس چوڻ مطابق اها فهرست نامڪمل آهي. زير نظر ڪتاب پڻ سندس فهرست ۾ شامل ڪونهي. ڪو هجي جيڪو ان فهرست کي مڪمل ڪري ۽ انهيءَ بنياد تي سنڌيءَ جي طباعت جي تاريخ مرتب ڪري. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي ”خزانہ اعظم“ جي مقدمي ۾ بمبئي جي ڇاپخانن ۾ ڇپيل سنڌي ڪتابن جي فهرست ڏني آهي، جا هن سلسلي جو اهم اضافو آهي. البتہ زير نظر ڪتاب ”فرائض الاسلام“ سنڌ جي

سرحدن کان ٻاهر بمبئيءَ ۾ 1875 ۾ مطبع حيدريءَ ۾ ڇپيو ۽ مطبع حيدري ڪراچي، ڪوٽڙي، حيدرآباد ۽ سکر جي ليٿو پريس کان اڳ نورالدين بن جيوا خان 1244 ھ مطابق 1828ع ۾ قائم ڪئي هئي. جنهن ۾ ٻيا به ڪوڙ سنڌي ڪتاب شايع ٿيا هئا. هن ساڳئي مالڪ نورالدين بن جيوا خان بجاءِ قاضي ابراهيم بن قاضي نور محمد پوربندري لکيل آهي، جنهن جون پنهنجون ٻه پريسون مطبع محمدي بمبئي ۽ مطبع ڪريمي بمبئي الڳ قائم هيون، پر هيءُ ڪتاب ان مطبع حيدريءَ مان ڇاپيو.

**مخدوم عبداللطيف:**

مخدوم عبداللطيف، مخدوم محمد هاشم جو فرزند هو. سندس ڀيو ڀاءُ مخدوم عبدالرحمان جهونا ڳڙهه ۾ وڃي رهيو ۽ اتي تقريبن 1181 ھ ڌاري گذاري ويو. البت مخدوم عبداللطيف ٺٽي ۾ ئي پنهنجي پيءُ جي مسند سنڀالي ۽ سندس مدرسي ۽ مسجد کي پيءُ وانگر آباد ۽ روان دوان رکندو رهيو. پيءُ جي "سنت حسنه" مطابق جمع جي ڏينهن صبح جو جامع مسجد خسرو ۾ چڱي واعظ جي محفل منعقد ڪندو هو. هر روز ٽيهريءَ وقت پنهنجي مسجد ۾ حديث پڙهائڻ جو شغل جاري رکندو هو. سن 1187 ھ ۾ ڪلهوڙي حاڪم ميان سرفراز جي لشڪر ۾ قاضي القضاه جي عهدي تي مقرر ٿيو ۽ مدرسي جي ذميوارين لاءِ سندس لائق فرزند ميان ابراهيم عرف موليڏنو پيءُ ۽ ڏاڏي جي مسند تي مدرسي ۾ پڙهائڻ ۽ ان جي سنڀال ڪرڻ لاءِ وينو. "تڪمله مقالات الشعراء" ۾ محمد ابراهيم خليل، مخدوم عبداللطيف



جي تدريسي خدمتن ۽ مهارت جو ذڪر هن طرح ڪيو آهي:

"مخدوم عبداللطيف قدس سره زماني جو علامه، پنهنجي دور جو متبحر عالم هو. سندس زماني ۾ هڪ شخص طالب علم ٺٽي ۾ آيو. چيائين: مون کي "مطول معاني" پڙهڻي آهي، پر پڙهندس اهڙي شخص وٽ، جيڪو صرف خطبو، جيڪو اندازاً ٻه صفحا ٿيندو، سو پورو سال پڙهائيندو. مڙني ان وقت جي عالمن کي استدعا ڪيائين. ڪنهن به قبول نه ڪيس. جڏهن مخدوم عبداللطيف جي آڏو آيو ته چيائينس ڇهن مهينن تائين ان جو درس ڏيندس. ان شخص اهو قبول ڪيو. شروع ۾ اجا خطبه ئي ٿي پڙهيائين، جو مطول معاني جا سمورا بحث آخر تائين درس ۾ بيان ڪري ڇڏيائين."

مخدوم عبداللطيف سموري تعليم پيءُ کان پرائي ۽ وقت جو علامه بڻيو. سندس شهره آفاق تصنيف مخدوم محمد معين جي مشهور ڪتاب "دراسات اللبيب" جي رد ۽ تنقيد ۾ لکيل "ذب ذبابات الدراسات عن المذاهب الاربعة المتناسبات" عربيءَ ۾ آهي. هيءَ سندس معرڪة الآراء تصنيف آهي. مخدوم محمد معين ٺٽوي، سنڌ جو وڏو عالم، منطقي، فلسفي ۽ صوفي هو. مخدوم عبداللطيف جي پيءُ مخدوم هاشم جو به استاد هو. مخدوم محمد هاشم پڻ ان تي ڪيئي رد لکيا. جنهن ۾ انهن استاد جي ادب جو پڻ پورو لحاظ رکيو، پر ان سان گڏ علمي تنقيد ۾ به ڪا ڪسر نه ڇڏيائين. جڏهن ته مخدوم عبداللطيف مٿس تنقيد ۾ اصل صفا واجڻ وڄائي ڇڏيا. مخدوم معين ٺٽي ۽ سنڌ جي علمي بحر بي پايان جي ماٺ ۽ سانت کي ان وقت ٽوڙي وڌو،

جڏهن علمي دنيا ۾ نت نوان بحث ڇيڙي وڌائين. اهڙن بحثن مان هڪ بحث هو حديث جي مقابلي ۾ مجيل فقهي مسلڪن جي تقليد کان انڪار جو، وري ان هڪڙي بحث پويان ڪيئي بحث هئا، جن کي هڪ هڪ ڪري مخدوم معين دراسات ۾ ڇيڙيو. مخدوم معين جو سنڌ ۾ علمي ڌاڪو ڄمايل هو. سندس مدلل علمي بحثن آڏو ٽيڻ جي هر ڪنهن ۾ همت ڪانہ هئي. وري بہ سندس ئي لائق شاگردن مخدوم هاشم ۽ شيخ محمد حيات ڇاڇڙ مٽس رد لکيا. پر اهي اهڙن ٻين بحثن بابت هئا، جيڪي مخدوم معين ٻين مختلف رسالن ۾ ڇيڙيا هئا. جڏهن تہ مٿيون ڪتاب، جنهن ۾ مجيل مسلڪن جي تقليد جو رد ڪيل هو، تنهن جو جواب مخدوم عبداللطيف ڏئي علمي دنيا ۾ پنهنجو نالو ٻيهاري ڇڏيو ۽ اهو ڪم هو بہ اهڙو، جيڪو جنهن تنهن جي وس جو ڪونہ هو. ان ڪم لاءِ ايڏي ئي علمي پهچ ۽ گهرائي گهربل هئي، جيڏي مخدوم معين کي حاصل هئي. مخدوم عبداللطيف جو اهو رد ۽ تنقيد ۾ لکيل ڪتاب برابر سندس علمي شان ۽ اعليٰ مقام جو شاهد عادل آهي، ۽ ڪيس اعليٰ پائي جي نقاد هئڻ جو مقام بخشي ٿو. تڪمل مقالات الشعراءِ ۾ محمد ابراهيم خليل لکيو آهي: تہ سندس تصنيفون تمام گهڻيون آهن. انهن جو تعداد فقير کي معلوم ڪونهي. سندس ٻين اهڙين تصنيفن مان ”فرائض الاسلام“ بہ هڪ آهي.

**محمد انس راڄپر**

ليٿو تي ڇپيل اصل ڪتاب جو پهريون صفحو



بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

سڀ ساراهه سائينءَ جي، جنهن جهان جوڙيا. عرش، ڪرسي، ڌرتي ۽ آسمان پيدا ڪيائين. رسول الله ﷺ جن کي ڏات ۽ ڏاهپ سان فرقان (قرآن) ڏئي موڪليائين. سج ۽ چنڊ سان عالم کي روشن ڪيائين. انهن کي پوريون منزلون ۽ مڪان ڏنائين. بادشاهه، زمينون ۽ زمانا پيدا ڪيائين.

صلواتون ۽ سلام حضرت رحمان جا، حضرت رسول ﷺ جن مٿان هجن، جيڪو عالم جو امام آهي، جنهن عالم کي ايمان سان اڇي آباد ڪيو. سبحان جي فضل سان اهل بيت ۽ اصحابن تي پڻ رسن، جن جان ۽ مال ڏئي اسلام کي اجاريو.

حمد ۽ صلوات پڄاڻان سڀاجهؤ! هيءُ ٻڌو ته مون هيءُ رسالو سنڌيءَ ۾ ڪيو آهي، ته منجهانئس مؤمنن کي نفعو رسي. (جڏهن ته هيءُ اصل ۾) عربيءَ جو رسالو آهي. منجهس يارنهن سئو ٻاهٺ فرض مذڪور آهن. نالو اٿس "فرائض الاسلام". ان کي عربيءَ ۾ تصنيف ڪيو آهي مخدوم، عالم، عارف، متقي خاتم المحدثين و الفقهاء (محمد هاشم جيڪو) هنن لقبن جي لائق، فاضل ۽ وقت جو ڪامل، نعمان ثاني، هن ضعيف جو والد وڏي تقويٰ وارو آهي. رب ڏٺي بحر

ساراه = ساراهون. سائئيَ = سائئينءَ. جوڙئا = جوڙيا. جهه = جنهن. اپاياءِ = پايائين. پونيءَ = پونءِ = ڌرتي. سجهه = سج. چندر = چنڊ. پاتشاهه = بادشاهه. سيي = سين = سان. رسن = پهچن. پنجاڻان = پڄاڻان. سٿهو = سٿو = ٻڌو. سڀوجها سڀاجهؤ. ڪِئُمِ = ڪيم. نرتو = سنو. ويتر = وڌيڪ. پهر = پهريائين. سٽيجاه = ٻڌجو. ٿري = ٿي. هيڪ = هڪ. آڳي = اللهٰ. انگرنس ۽ انگڙن سان = جسم/ بدن سان. ٻهُر = ٻاهر. اڳاٿرو = آڳاٿو. جهڙو = جهڙو. پاڪئي = پاڪائي.

رحمت مان متس رحم ڪري. قرب ۽ شفاعت جا ڪيس بحرا ڏئي. سنڌي فرضن (جيڪي هن ڪتاب ۾ مذڪور آهن تن) جو نالو "فرائض الاسلام سنڌي" آهي (سڀ ڪان) پهريائين آءٌ سمورا ست فائدا لکان ٿو، جيڪي پڻ طالبن کي فائدو ڏيندا.

**پهريون فائدو:** اهو ته اسلام جا فرض ٻن قسمن جا آهن. هڪڙو قسم اعتقادي فرضن جو ٻيو علمي فرضن جو.

اسلام جي اعتقادي فرضن ۾ ٻه فرض آهن. هڪ اهو ڄاڻڻ ته هيءُ الله جو فرض آهي، ۽ ٻيو ان جو اعتقاد ڪرڻ ۽ قبول ڪرڻ.

علمي فرض جيڪي آهن تن ۾ ٽي فرض آهن. هڪ: اهو ڄاڻڻ ته الله هي فرض ڪيا آهن، ٻيو: اعتقادي طور تي انهن کي قبول ڪرڻ. ٽيو: تن موافق جسم ۽ جان سان عمل ڪرڻ.

**ٻيو فائدو:** اهو آهي ته اسلام جا جيڪي فرض آهن، تن جو ڄاڻڻ ۽ معلوم ڪرڻ اهل ايمان مٿان فرض آهن. ان جو بيان اڳئين ڪلام ۾ گذريو. انهن کي حاصل ڪرڻ جي طلب ڇڏي ڏيڻ سان ماڻهو نافرمان ٿيندو. انهن ۾ غفلت ڪندڙ گنهگار ٿيندو.

عالمن فرضن جا ٽي قسم ڪيا آهن. هڪڙن کي شرط چئجي ۽ ٻين کي رڪن.

فرضن مان شرط انهن فرضن کي چئجي، جيڪي شيءِ کان ٻاهر الله فرض ڪيا آهن. جيڪي شيءِ کان اڳ ڪرڻ فرض آهن. جيئن: وضو، جاءِ جي پاڪائي، جسم جي پاڪائي ۽ ڪپڙن جي پاڪائي، جن کي شرع شريف نماز لاءِ شرط قرار ڏنو آهي.



رڪن انهن فرضن کي چئجي ٿو، جيڪي شيءِ جو حصو هجن جيئن: نماز ۾ رڪوع، قرائت، سجدا، قيام ۽ پويون قعدو، جن کي رڪن چوندا آهن. جنهن کان رڪن يا شرط هٽان ويو، تنهن کان نماز ويندي هلي. (معنيٰ سندس نماز ڪانه ٿيندي).

ٽيون قسم اهي فرض آهن، جيڪي نه رڪن چئجن نه شرط. جيئن: تجويد سان قرآن شريف پڙهڻ.

جيڪو هر نماز ۾ اڪرن کي ڪاري، جنهن جي ڇڏڻ سان اهڙو ڦيرو نه اچي جو معنيٰ ڦري وڃي.

يا جيئن: رمضان جو روزو نماز لاءِ آهي ان کي ڇڏڻ سان نماز نه پڄندي. پر ان کي ڇڏيندڙ نماز ۾ هجي يا نماز کان ٻاهر، فرض جو تارڪ چئبو. الله وٽ انهيءَ سبب ڪري گهٽو گنهگار ٿيندو. پر جي نماز ۾ تجويد کي ڇڏي ڏيندو. جنهن سان معنيٰ ۾ ڦيرو اچي وڃي ته انهيءَ (صورت ۾) انهيءَ عارض جي سببان نماز پڄي پوندي. (يعني فرض ڇڏڻ جي ڪري نماز نه پڄندي عارض جي ڪري پڄندي.)

**ٽيو فائدو:** تن مان جيڪو آهي. سو دل ۾ هندائجانءِ، ته جيڪي عاجز سنڌيءَ ۾ فرض ٻڌايا آهن. سي ليکو ڪرڻ سان ٻارنهن سئو ٻاهٺ ٿيا. (اهو ان ڪري جو) ان ۾ آءٌ عربي رسالي جي پويان هليو آهيان. انهن ۾ اهي نه لکيا اٿم، جيڪي رسالي ۾ نه آهن، پر ڪن عالمن هڪ سئو ٽيهه فرض چيا آهن. انهن کي جدا ڪري لکيو اٿن. انهن ۾ اهي امر به شامل ڪيا اٿن، جيڪي فرض نه چئبا ۽ ڪيترا قطعي فرض ڇڏي ڏنا اٿن. ڪائنن سهو ٿي آهي. الله ڪين معاف ڪري.

**چوٿون فائدو:** تن مان ٻڌي ياد ڪج تہ اسلام جا مڙئي فرض مسلمانن، عاقلن ۽ ٻانهن جي مٿان رب فرض ڪيا آهن. چرين، ڪافرن ۽ نابالغن تي اهي فرض نہ چئبا. البت ڪافر مٿان فرض آهي تہ اصل ايمان آڻي.

**پنجون فائدو:** انهن مان هن طرح جاڻج تہ بعضي فرض رسالي ۾ مون اهڙا لکيا آهن، جيڪي شريعت جي اعتقادي ۽ عملي فرضن مان ڪلي فرض آهن. ان ڪان پوءِ انهن جون جزيون مون ٻيا فرض ڪري لکيون آهن، تہ جيئن اهي چٽا ۽ واضح ٿين ۽ جنهن ۾ فائدو هجي، تنهن ڪي ورجائي آڻڻ ڪي تڪرار نہ چئبو.

جيئن اعتقادي فرضن ۾ پهريائين لکيم تہ منهنجو ڏٽي مڙني نقصانن ڪان پاڪ آهي، تنهن ڪان پوءِ لکيم تہ جهل ۽ ظلم ڪان پاڪ آهي ۽ ڪوڙ ۽ عاجزيءَ ۽ ان جهڙين ٻين شين ڪان پاڪ آهي.

۽ جيئن عملي فرضن ۾ وضوءَ ۾ منهن ڌوئڻ فرض آهي. پوءِ لکيم گهاٽي ڏاڙهي ٻاهران ڌوئڻ ۽ چڊي ڏاڙهي اندران ۽ ٻاهران پسائڻ ۽ اهو هنڌ ڌوئڻ جيڪو ڏاڙهي ۽ ڪنن جي وچ تي آهي، ۽ جيڪي ان جي مثال آهن، تن ڪي ڌوئڻ ۽ جيئن سڄي جسم جو غسل ۾ ڌوئڻ فرض آهي، تنهن ڪان پوءِ تفصيل جي طور غسل جي فرضن ۾ منڊي يا ٻانهن ۾ پاتل ڪا شيءِ، سوڙهي هئڻ جي صورت ۾، چورڻ، غسل جي فرضن جي تفصيل جي خيال ڪان لکيو اٿم.

**ڇهون فائدو:** اهو آهي تہ جيڪي فرض لکيا اٿم، تن مان ڪي اهي آهن، جيڪي قران منجهان ثابت آهن، ڪي متواتر حديث سان قطعي پڻ آهن، ۽ ڪي مجتهدن جي روايتن ۾ ظاهر ٿيا آهن. جن جي ڇڏڻ جي صورت



۾ انهن نماز پڇڻ جو حڪم فرمايو آهي. پر هن رسالي ۾ جيڪي بيان ڪيا اٿم سي اهي آهن، جيڪي امام اعظم جي مذهب مطابق آهن. الله مٿن وڏي احسان سان رحمت ڪري.

**ستون فائدو:** اعتقادي فرض، مڙئي دائمي ٿيندا آهن. يعني بالغ ٿيڻ جي وقت ڪان مرڻ تائين فرض آهن ۽ عملي فرض سڀئي موقت ٿيندا آهن. يعني جن جو وقت مقرر هجي؛ هميشہ نہ هجن. فرض عملي وري ٻہ قسم آهن. هڪڙا فرض عين ۽ ٻيا فرض ڪفايہ. فرض عين ان ڪي چئجي، جيڪو سڀ ڪنهن تي فرض هجي ۽ فرض ڪفايہ ان ڪي چئجي جيڪو مڙني مٿان نہ هجي.

مومن موحد هاڻي تون سڀ ڪنهن فرض، اعتقاديءَ ۽ عمليءَ جو بيان ٻڌ، جنهن جو تون طالب آهين. پهريون باب اعتقادي فرضن جي باري ۾ ۽ ٻيو عملي فرضن جي باري ۾ آهي.

---

هِي = هيئين = هانوءَ. ٻارہَ سا ٻاهٺِ = ٻارنهن سئو ٻاهٺ. چوڪا بيانا = چٽو بيان. ان پر = هن طرح. مونہ = منهن. ڏاڙي = ڏاڙهي. گاٽري = گهاٽي. ٻهري پارا = ٻاهران. چٽڙي = چڊي. پساڻ = پسائڻ. منجهان ۽ ٻهُرا = اندران ۽ ٻاهران. ماڳُ = هنڌ. سهڪ لاءِ = سولائيءَ لاءِ. آڏِؤ

## ڪتاب پهريون

# اعتقادي فرض

(ڪل) فرض ٽي سئو ٻتيهہ ٿيا، جن ڪي ٻن قسمن ۾ ورهايم

تہ آسان ٿين. تن مان پهريون قسم ايمان جون ست صفتون آهن، ۽ ٻيو قسم انهن جو آهي جيڪي نہ ستن مان آهن نہ انهن سان تعلق ٿيون رکن.

**پهريون قسم:**

1- الله تي ايمان آڻڻ 2- ملائڪن تي ايمان آڻڻ 3- ڪتابن تي ايمان آڻڻ 4- مڙني رسولن تي ايمان آڻڻ 5- قيامت جي ڏينهن تي ايمان آڻڻ 6- خير ۽ شر جي تقدير تي ايمان آڻڻ 7- مڙني حيوانن جهڙوڪ: مرون، پکي، توڙي انسان، جيڪي بہ روح وارا هجن يا جنن ۽ ملائڪن منجهان هجن، سڀني جي مرڻ کان پوءِ جيئرو ٿي اٿڻ تي ايمان آڻڻ. ان جو نالو ايمان تفصيلي ڄاڻڻ گهرجي. ان جو ڄاڻڻ ۽ عقيدو رکڻ فرقان (قرآن) جي حڪم سان فرض آهي ۽ ايمان ۾ اجمالي ايمان ڪافي آهي. تنهن جي تفصيل جي صحت لاءِ ضرورت ڪانهي. ان جو تفصيل مسلمان مٿان الله تعاليٰ فرض نہ ڪيو آهي.

هاڻي ڏار ڏار ستن صفتن جو بيان ٻڌو، تہ بهشت ۾ مٿاهان ماڳ ماڻيو ۽ مڙني ڏکيائن کان الله جي امان ۾ رهو.

**صفت ايمان بالله:**

الله تي ايمان آڻڻ جا چوراسي فرض آهن. دل سان انهن کي ٻڌي ياد رکو.

(1) الله جي وجود جو ويساهہ ڪرڻ.

(2) واجب الوجود ڪري مڃڻ.

(3) اهو مڃڻ تہ هاڻي بہ موجود آهي.



(4) ڏٺي سائين هن کان بہ آڳاٽو موجود هو. عليم جو علم هئڻ هميشہ آهي.

(5) رب ڏٺي ايندڙ وقت ۾ بہ موجود هوندو.

(6) سندس هئڻ جي نہ ابتدا آهي نہ انتها آهي.

(7) سڄي عالم کان آڳاٽو آهي.

(8) ان تي حدوث جائز ناهي. حدوث پيدا ٿيڻ کي چوندا آهن. فنا (ختم ٿي) وڃڻ کي چوندا آهن.

(9) هڪ آهي شريڪ کان پاڪ آهي.

(10) هميشہ جيئرو آهي، مرڻ کان پاڪ آهي.

(11) سندس جيئڻ روح جو محتاج ناهي.

(12) سڀ ڪنهن شيءِ جو ڄاڻو آهي. ڳجهيون هجن يا پڌريون. دل جا راز بہ ڄاڻندڙ آهي.

(13) رب سائين جي علم کان ڪابہ شيءِ ٻاهر ڪانهي.

(14) علم موليٰ سائينءَ جي صفت ذاتي آهي، پاڻ اهو حاصل نہ ڪندو آهي.

(15) علم رب جو مڙني شين کي شامل آهي، اهي شيون اڳ جون هجن، هاڻي جون يا اڳتي جيڪي پيدا ٿيڻيون آهن، سي هجن، سڀني کي سندس علم شامل آهي.

(16) مڙني مخلوقات جو علم الله جي علم جي بنسبت ائين آهي جيئن سمنڊ ۽ قطري جي نسبت آهي. بلڪہ مخلوق جو علم ان کان بہ گهٽ آهي. ڇو تہ مخلوق مان نبين جو علم هجي يا ولين، عالمن،

ملائڪن، جنن ۽ پرين جو علم هجي (ته به اهو الله جي علم سان، اها نسبت نه رکي جيڪا قطري جي سمنڊ سان هوندي آهي.

(17) ڌڻي سائين ڳالهائڻ لاءِ زبان جو محتاج ناهي.

(18) ٻڌڻ لاءِ ڪنن جو محتاج ناهي.

(19) منهنجو ڌڻي ڏسڻ ۾ اکين جو محتاج ناهي.

(20) ڏسڻ جي ڪابه شيءِ الله جي نظر کان ٻاهر نه ڇپي ان ۾ ڪوبه شڪ شبهو ڪونهي. ۽ جيڪا جهان ۾ ٻڌڻ جي شيءِ آهي سا سندس ٻڌڻ کان ٻاهر ڪانهي.

(21) ٻڌڻ ۽ ڏسڻ موجود شين جو خاصو آهي. جا شيءِ موجود ڪانهي سا ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جي قابل ناهي. ڪنهن به سبب کان انهن ٻن صفتن ۾ ڪوبه نقصان ڪونهي.

(22) منهنجو ڌڻي آواز ٻڌندڙ آهي. اهي مٺاهان هجن يا ڳجها. هر ماڳ ۽ مڪان جي سرڻ جو آواز ٻڌي ٿو. ڇو نه ماڪوڙيون جبل هيٺان سرنديون هجن.

(23) منهنجو ڌڻي حيوانن، جهڙوڪ: مرن، پکين ۽ هر چرندڙ شيءِ جا آواز ٻڌندڙ آهي، يا جيڪي ٽپا نينگ ڏيندڙ آهن، انهن جا آواز به ٻڌي ٿو.

(24) منهنجو ڌڻي جبلن جي پيٽ ۾ موجود ڪيڙن جا آواز به ٻڌندڙ آهي، جيڪي پاڻ پيدا ڪيا اٿس. ۽ مَڇيُن جا آواز پڻ ٻڌندڙ آهي، جيڪي درياهه منجهه آهن.



(25) مولا سائين جڏهن گهڻن گهڻن جا آواز ٻڌي ٿو، تڏهن گهڻا آواز گڏجي پوڻ سان گوڙ ٿئي، ائين بنهه ناهي.

(26) جي سموريون مخلوقات گڏجي هڪ وقت ۽ هڪ ساعت ۾ مولا کان گهرن ۽ فرياد ڪن، ته به مالڪ هر ڪنهن جي الڳ الڳ دانهن

پکڻ = پکي. وَهٽر = وهٽ = چوپايا. اَهُڪَنِ = ڏکيائن. آگي = الله. پنرهون = پندرهون. ٿول = شئي. ٿولڙا = شيون. ڪه = يا. پؤا = پويان. ڳالائيندو = ڳالهائيندو. ريه = ريءَ /بنا سٽيندڙ = ٻڌندڙ. اوٽيه = اٽويهون. پسندڙ = ڏسندڙ. ويها = ويهون. هَڏهِ، بنهه. منجهارا = منجهان، مان. سٽڻ ڪان = ٻڌڻ کان. ايڪيه = ايڪيهون. ٻايهون = ٻاويهون. سرڻ = چرڻ. ڏونگر = جبل. ٽييهُو = ٽيويهون. سرجٽن = چرندڙن. ٽپندڙ = ٽپا ڏيندڙ. ڪين = ڪيڙن. پنجيهون =

ٻڌي ٿو. خالق کي ان ۾ نه پل ٿئي نه ڪو ان سان مٿس گوڙ ٿئي.

(27) مڙني مخلوقات جو الله هڪ آهي. عرش هجي، ڪرسي هجي، بهشت هجي، دوزخ هجي يا لوح قلم هجي. مڙني جو الله هڪ آهي.

(28) منهنجو ڌڻي انهن کي جياريندڙ آهي، جن کي پنهنجي تقدير سان جيارڻ گهري.

(29) منهنجو ڌڻي انهن کي ماريندڙ آهي، جن کي پنهنجي قدرت سان مارڻ گهري.

(30) منهنجو ڌڻي ڪنهن به شيءِ جي مشابهه بنهه ناهي.

(31) ان سان ڪابه شيءِ مشابهه ڪانهي.

(32) رب جنس زالن کان پاڪ آهي.

(33) پٽ ۽ ڌيءَ کان پاڪ آهي. ماءُ ۽ پيءُ کان پاڪ آهي.

(34) هر شيءِ مٿان قادر آهي.

(35) ڪابہ شيءِ سندس قدرت کان ٻاهر نڪري نہ ٿي سگهي.

(36) منهنجو ڌڻي پنهنجي مرضيءَ سان گهرندڙ آهي. جيڪو گهرندو آهي سو حڪم هلائيندو آهي.

(37) جيڪو گهريائين سوئي پيدا ٿيو. جيڪو نہ گهريائين سو ٻنهہ پيدا نہ ٿيو.

(38) جنهن شيءِ جو ارادو ڪندو آهي، سا ٿي پوندي آهي. سندس امر کان ٻاهر نہ نڪرندي آهي.

(39) مولا جيڪو پيدا ڪيو آهي، جنهن کي پيدا ڪندو، سو سڀ سندس تقدير هيٺ پيدا ٿيندو. ۽ الله جي امر سان وجود ۾ ايندو.

(40) ڪا بہ شيءِ رب جي امر ۽ تقدير بنا ڪڏهن بہ پيدا نہ ٿيندي.

(41) الله سائين جوهر ناهي. جوهر اهڙين ممڪن شين کي چئبو آهي، جيڪي پنهنجي وجود ۾ ڪنهن جاءِ جون محتاج نہ هجن.

(42) منهنجو رب جسم کان پاڪ آهي، ڊيگهہ ويڪر ۽ اوڻائيءَ کان پاڪ آهي.

(43) منهنجو ڌڻي اهڙي صفت کان پاڪ آهي جنهن کي 'عرض' چئجي. عرض اهڙي ممڪن کي چئبو آهي، جيڪو پنهنجي وجود ۾ هنڌ ۽ ماڳ جو محتاج آهي.

(44) جبار مختلف جزن مان جڙيل ناهي. منهنجو ڌڻي ڪنهن بہ طرح جي ترڪيب کان پاڪ آهي.

(45) اهو رب پاڪ آهي اهڙي امر کان جنهن سان سندس جزا ۽ ڀاڱا ٿين.



(46) موليٰ موصوف جي پڇاڻي ناهي.

(47) ڊيگهہ ويڪر کان پڻ پاڪ آهي.

(48) اندازي ۽ اٽڪل کان پاڪ آهي. (سندس اندازو ۽ تخمينو نہ ٿو ڪري سگهجي). وهم ۾ اچڻ کان پڻ پاڪ آهي. قياس ۽ خيال ۾ اچڻ کان پڻ پاڪ آهي.

(49) ڪيس وهم ۽ عقل بہ ڏسي نہ ٿا سگهن. جيڪا بہ شيءِ عقل ۾ اچي پوءِ اها صورت هجي يا وهم، پاڻ خالق تنهن کان بہ پاڪ آهي، ٻڌي ڇڏجان! تہ جنهن شيءِ کي ٻڌڻ، ڏسڻ، سنگهڻ، چکڻ، ڇهڻ جي قسم جا حواس پروڙين تنهن کي صورت چئبو، جنهن کي ظاهر حواس نہ جاڻن تنهن کي معنيٰ چئبو. هن کان مٿي جنهن جو بيان گذريو جيئن اهو پروڙڻ تہ بکيا آهن، يا اجيا آهن. صورت توڙي معنيٰ ٻئي مخلوق آهن.

(50) موليٰ خلق کي خلقڻ کان اڳ توڙي هاڻي توڙي پوءِ جڳهہ ۽ مڪان کان پاڪ آهي. ائين نہ چئبو تہ عرش عظيم يا ڪرسي يا آسمان يا ڪعبو يا بيت المعمور موليٰ جو ماڳ ۽ مڪان آهي.

(51) منهنجو ڌڻي زماني کان پاڪ آهي. مخلوق کي پيدا ڪرڻ کان اڳ توڙي پوءِ.

(52) زمان ۽ مڪان ٻئي خالق خلقيا آهن.

(53) منهنجو ڌڻي هر جهت: اڳ، پٺ، هيٺ، مٿي کان پاڪ آهي، ساڄي ۽ کاٻي کان پاڪ آهي.

(54) مولا مڙني ڪمالن سان موصوف آهي جيڪي سندس ذات جي لائق

آهن.

(55) نقص وارين مڙني صفتن کان پاڪ آهي.

(56) پاڪ ذاتي جهل، عاجزيءَ، ضعف، غفلت، شڪ، ويسر، ڀل، غلطي، گونگائيءَ، ٻوڙائيءَ جي صفتن کان پاڪ آهي. ڪوڙ، بهتان برائيءَ ۽ ٻئي ڏانهن احتياج کان پاڪ آهي. ان طرح هر اهڙي صفت جنهن ۾ ڪنهن به طرح ڪو نقص هجي ان کان پاڪ آهي.

(57) منهنجو ذاتي اٿڻ ويهڻ کان پاڪ آهي، ۽ پاڻ جهڙي کان پاڪ آهي.

(58) منهنجو ذاتي کائڻ، پيئڻ ۽ ننڊ کان پاڪ آهي.

(59) منهنجو ذاتي کلڻ، روئڻ ۽ اهڙين ٻين وصفن کان پاڪ آهي.

(60) الله نه زياده ٿئي ۽ نه گهٽ ٿئي.

(61) حاڪمن جو حاڪم ۽ قدرت وارن کان وڏي قدرت وارو آهي.

(62) ٻانهن جا ڪم پورا ڪندڙ آهي.

(63) پنهنجي فضل سان ٻانهي کان جيڪي گناهه ۽ خطائون ٿين ٿيون، تن کي معاف فرمائي ٿو. البته شرڪ ۽ هڙئي قسم ڪفر جا ٻنهه معاف نه ڪندو.

(64) ڪريم جي مڙني ڪمن ۾ حڪمت آهي. ڪوبه ڪم حڪمت کان خالي ناهي.

(65) جڏهن به ڪو ڪم ڪرڻ گهرندو آهي ته اهو پيو ڪندو آهي. جڏهن ڪو ڪم ڪرڻ گهرندو آهي ته ان لاءِ امر جاري ڪندو آهي ۽ سندس امر ڪاف ۽ نون وچ ۾ آهي. (ڪن)

(66) خلقڻ وقت رب ڪن فرمائيندو آهي نه ته مولا کي ان جي به ضرورت



هيڪ = هڪ. ستايهون = ستاويهون. اناايهون = اناويهون. اوڻٽريه = اٺٽيهون. ٽريهون = ٽيهون. ايڪٽريهون = ايڪٽيهون. ڌي = ڌيءَ. پوءَ = پيءَ، ماڳِ = جاءِ. ڊيگهه، ويلَ = ڊيگهه

ڪانهي.

(67) مولا جنهن کي پنهنجي فضل سان هدايت ڪرڻ گهرندو آهي، تنهن کي هدايت ڪندو آهي ۽ جنهن کي گمراهه ڪرڻ گهرندو آهي، تنهن کي گمراهه ڪندو آهي.

(68) منهنجو ذاتي وڏو حلم وارو آهي، ٻانهن جي گناهن کي درگذر ڪندڙ آهي.

(69) ٻانهن جو نفعو ۽ نقصان، خير ۽ شر، نيڪي ۽ بدي، بدبختي، صحت ۽ بيماري، ثواب ۽ عقاب قادر جي قدرت ۾ آهي.

(70) مولا مڙني مؤمنن کي عملن موجب ثواب ڏيندو آهي، چڱي عمل جي اندازي جيترو بلڪه ان کان به وڌيڪ ڏيندو آهي. عمل جي اندازي کان ثواب گهٽ نه ڏيندو آهي.

(71) گنهگارن کي سزا، گناهه جي اندازي موجب ڏيندو آهي، ان کان وڌيڪ عالي عدل واري سزا نه ڏيندو آهي، البته پنهنجي فضل سان ڪن ٻانهن کي معاف ڪندو آهي.

(72) منهنجو ذاتي سڀ ڪنهن مخلوق کي رزق ڏيندڙ آهي.

(73) جن لاءِ گهڻو رزق گهري تن کي پنهنجي پاران گهڻو رزق ڏئي. جن لاءِ تنگي گهري ته انهن جو رزق تنگ ڪري ڇڏي.

(74) رحمان ٻانهي لاءِ پنهنجي رحمت سان جيڪو رزق مقدر ڪيو آهي سو تنهن کي ملندو، ان ۾ ڪنهن به قسم جي گهٽتائي يا واڌارو ڪنهن جي به وس ۾ ڪونهي ۽ جيڪا مالڪ ٻانهي جي عمر لکي

آهي، تنهن ۾ گهٽ وڌ جي ڪابہ ڦير گهير نہ ٿي سگهندي.

(75) منهنجو ڏڻي مطلق بي پرواهہ آهي. ڪيس ڪنهن مخلوق ڏانهن احتياج ڪونهي.

(76) رب جون مڙئي مخلوقات سندس محتاج آهن.

(77) بزرگي ذات پاڪ جي وڏائيءَ جي صفت آهي خالق جون اهڙيون ڪوڙ صفتون آهن جن ۾ سندس ڪوبہ شريڪ ناهي.

(78) عقل جي لحاظ کان منهنجي مولا کي ڏسڻ دنيا ۽ آخرت ۾ بنا شڪ شبهي جي ماڻهن کان اکين سان جاڳندي ٿي سگهي ٿو، پر واقعي طور دنيا جي جهان ۾ هنن اکين سان ڪنهن ماڻهوءَ جو ڏسڻ هرگز ناهي ٿيو، سواءِ حضرت حبيب ﷺ جن جي جو پلن کان پلو آهي دنيا جي جهان ۾ حضرت احمد ﷺ جن کان سواءِ ٻيو جيڪو بہ اهڙي دعويٰ ڪري سو گمراهہ چئبو ۽ آخرت ۾ موليٰ جي فضل سان مؤمن سندس ملاقات جو رتبو ماڻيندا.

(79) حضرت احمد ﷺ جن پنهنجي رب کي دنيا جي جهان ۾ پنهنجي اکين سان ڏٺو. معراج جي رات ۾ جهت، مثال، ڪيفيت، ڪنهہ، مڪان ۽ زمان کانسواءِ ان جو مشاهدو ڪيائين. مؤمن مولا کي قيامت جي ڏينهن اهڙي طريقي سان ڏسندا. ڇاڪاڻ تہ منهنجو ڏڻي مثال، جهت ۽ اهڙين ٻين صفتن کان پاڪ آهي.

(80) الله جون صفتون الله جي ذات سان قائم آهن. قديم آهن ۽ فنا ۽ حدوث کان پاڪ آهن. ازلي ۽ ابدي آهن. سندن ڪابہ منتها ڪانهي. حيات، علم، قدرت، ارادو، ٻڌڻ، ڳالهائڻ، ڏسڻ ۽ خلقڻ انهن صفتن مان چون ٿا.



(81) الله جون هيءَ صفتون سندس عين آهن. غير نہ آهن. غير ان کي چئجي جيڪا .......... ذات جون مٿيون انئي صفتون ازلي ابدي آهن. عين انهن صفتن کي چئجي جيڪي ....... کي چئجي جيڪي بہ هڪ ٿين. ذات ۽ صفتون پاڻ ۾ هڪ ڪڏهن نہ چئبيون.

(82) رب تي ڪابہ شيءِ واجب هرگز ناهي.

(83) عليم جو علم سڀ ڪنهن موجود کي شامل آهي اهو موجود واجب هجي يا ممڪن ۽ مڙني اڻ هوندن کي پڻ سندس علم شامل آهي پوءِ، اڻهوند ممڪن مان هجن يا ممتنع مان.

(84) منهنجو ڏڻي، جيڪي بہ شيون موجود آهن تن سڀني کي ڄاڻي ٿو

گولي = ٻانهي. ورسائي واٽ کان = گمراهہ ڪري. ويتر = وڌيڪ.

نوٽ: (81) نقطي ۾ اصل لفظ سمجهہ ۾ نٿا اچن. (ادارو)

۽ جيڪي معدوم، يعني ناپيد آهن تن کي بہ ڄاڻي ٿو. جيڪي اڳتي هلي ٿيڻيون آهن تن کي بہ ڄاڻي ٿو. رب جي علم کي سوچ ويچار ۽ حاصل ڪرڻ لاءِ سعيي ڪرڻ جي احتياجي نہ هوندي آهي. هيستائين چوراسي فرض پورا ٿيا.

**ملائڪن تي ايمان جي صفت:**

ملائڪن تي ايمان جي صفت جا اٺويهہ فرض آهن.

(1) اهي سڀ موجود مخلوق آهن.

(2) انهن سچن سونهارن کي خالق خلقيو آهي. اهڙي پچار حديث ۾ آيل آهي، فرشتا موليٰ نور مان پيدا ڪيا.

(3) الله جا سڳورا ٻانها آهن.

(4) الله جي حڪمت جي اطاعت ۾ سچا آهن، امر کان ٻنهه نه ٿا ڦرن، امر موجب هلن ٿا. سندن اهڙي صفت حديثن ۾ آهي. نه کائن ٿا، نه پيئن ٿا، نه ننڊ ڪن، نه جماع. زالن کان پاڪ آهن. کين اولاد به ڪونهي؛ نه پيءُ نه ماءُ نه ڀيڻ ڀاءُ، کين اهڙين شين جو احتياج ڪونهي. زالون مڙس نه ڇٽا، ان کان پاڪ آهن. نه منجهن نڪاح ٿئي نه ٽڙ پوي. کين شهوت به نه آهي، نه اڳ ۾ نه پٺ ۾. ملائڪن جو عالم ٻين عالمن کان اڳرو آهي، جنن انسانن توڙي ٻين مخلوقن جي عالم کان.

(5) ڪي ملائڪ عرش کڻي بيٺل آهن. جيڪو مڙني مخلوقات کان گهڻو وڏو آهي.

(6) ڪي ملائڪ، ماڻهن کان جيڪي چڱايون مندايون ٿين ٿيون، سي لکن ٿا. حديثن ۾ پڻ اهڙو بيان آهي ته ڪاتب ملائڪ چڱو يا مندو عمل ڪندڙ ماڻهوءَ جي ڪلهن تي ٿا ويهن. ساڄي ڪلهي تي چڱائي جا ملائڪ ٿا ويهن، کاٻي ڪلهي تي مَندائي جا.

(7) ملاڪن مان الله سائينءَ ڪي سنڀاليندڙ ڪيا آهن، ته نوع انسان جي نگهباني ڪن.

(8) ڪي ملائڪ بهشت جا خزانچي آهن.

(9) ڪي دوزخ جا سنڀالڻ وارا آهن.

حديث ۾ هن طرح مضمون آيل آهي ته ڪي ملائڪ ڪڪرن مٿان مقرر آهن. ڪي ملائڪ الله مينهن مٿان ٻيهاري ڇڏيا آهن. ڪي



ٻانهن جي موت مٿان، ڪي رزق مٿان ته ڪي ٻين ڪمن لاءِ قائم ڪيل آهن. ڪي مؤمنن جي نمازن ۾ حاضر ٿين ٿا. مؤمن سان گڏ ان جي نماز مطابق نماز پڙهن ٿا. ڪي آسمانن ۾ خالص نماز پڙهن. الله جي امر موجب جماعت سان پڙهن. ڪن جي دائمي عبادت اها مقرر ٿي آهي، ته قيام ڪن. ڪن جي رڪوع عبادت آهي، هميشه اها عبادت ڪندا رهن. ڪي هميشه سجدي ۾ رهن، ڪي قعود ۾.

(1) ڪن جي عبادت اها آهي ته هميشه تسبيح ۾ رهن.

(2) سندن عبادت ۾ فطور ڪونه اچي، عبادت ۾ اپا بيٺل آهن.

(3) اهي ٻلارا عبادت ۾ ٿڪجن پڻ ڪين.

(4) رب جي حڪم کان ٽڪڙ نه ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح امر ۾ اهي قائم آهن.

(5) اهي صغيرن ۽ ڪبيرن کان پاڪ آهن.

(6) هر پليتيءَ کان پاڪ آهن. اها سنهي هجي، ٿلهي هجي يا مني هجي، يا ڪي حقيقي پليتيءَ جا ٻيا قسم هجن.

(7) اهي حڪمي پليتيءَ کان پڻ پاڪ آهن. جيئن بي وضو ٿيڻ يا ٽڙ پوڻ.

(8) سڀ ملائڪ ٽڙ پوڻ کان پاڪ آهن.

---

هَذّهِ = ڪڌنهن. ايڪا اسيهَ = ايڪاسي. ٻيا اسيهَ = ٻياسي. پني = پوري. اُٽِيهَ = اٽويهه. جوين = زالن. پنجوءُ = پنجون. پيٽِ ۽ فرجا = اڳ ۽ پٺ. جيٺي ۽ ڏائي = ساڄي ۽ کاٻي. ستيءَ = ستون. سانديا = سنڀاليندڙ. انوءُ = انون. اهڙي پچارا = اهڙيءَ طرح. پنرهون =

حديث ۾ حضرت رسول ﷺ جن کان آيل آهي ته ملائڪن

منجهان ڪي رب، پنهنجي حڪم سان ٻين ملائڪن کان پلا ڪيا آهن. ٻين ملائڪن کان پلا چار ملائڪ مشهور آهن. انهن مان هڪ: جبرائيل، جنهن وحي آندي. ٻيو: اسرافيل جنهن کي الله ’صور‘ ڏني، جنهن کي قيامت جي ڏيهن ڦوڪيندو. ٽيون: ميڪائيل، جيڪو مالڪ خلق جي رزق واسطي مينهن ۽ هوا لاءِ مقرر ڪيو آهي. اهو وڄن ۽ گوڙ مٿان مقرر آهي ۽ پڻ پاڻيءَ تي به اهو مقرر آهي، گوڙ ان ملائڪ جو آواز آهي، جيڪو مينهن تي موڪل آهي. چوٿون: عزرائيل آهي. اجل (موت) ان جي حوالي آهي، جيئرن کي مارينڌڙ آهي، سيني جو ساهه الله جي امر سان وٺندڙ آهي. پنهنجي دين جي بانيءَ فرمايو ته جبرائيل ۽ اسرافيل ٻئي افضل چئبا. ميڪائيل ۽ عزرائيل کان اهي اڳتي آهن. البته پهرين ٻن منجهان ڪهڙو افضل آهي ان ۾ عالمن جو اختلاف ٿيو آهي. اڪثر جي فتويٰ مطابق جبرائيل اسرافيل کان وڌيڪ آهي هن ۾ ٻنهه اختلاف ناهي ته ميڪائيل حضرت عزرائيل کان گهٽو پلو آهي.

(9) ملائڪن جي اصل رهائش آسمانن ۾ آهي. ڪڏهن زمين تي به اچن ۽ حڪم اچي جاري ڪن، جيئن ڪين موليٰ جو حڪم ٿئي. ان مطابق جيئن جو تيئن اچي ڪن.

(10) ڪن ملائڪن کي پر عنايت ٿيا آهن. ڪن کي ٻه، ڪن کي ٽي ڪن کي چار ته ڪن کي وڌيڪ به آهن.

حديث ۾ خيرالرسل کان آيو آهي ته حضرت جبرائيل کي ڏاتار ڇهه سؤ پر ڏنا آهن. انهن مان هڪ پر اوپر اولهه کي پري ٿو ڇڏي ۽



جيڪو اولهه ۽ اوپر جي وچ ۾ آهي تنهن کي به پري ٿو ڇڏي. ڏيهه جي ڏاتار، حضرت عزرائيل کي پڻ اهڙا وڏا ڇهه سؤ پَر ڏنا آهن، جو انهن مان هڪ هڪ پر جبرائيل جي ڇهه سؤ پرن جي برابر آهي، ۽ ملائڪن جي خلقت ۾ وڏا اختلاف آهن. ڪي صورت ۾ وڏا ته ڪي ٻنهه ننڍا. پر انهن جي وڏائي الله کان سواءِ ٻيو ڪوبه ڪونه ڄاڻي. حضرت اسرافيل جڏهن خوف ۾ ايندو آهي ۽ متس خوف جو غلبو ٿيندو آهي ته سُسي جهرڪيءَ جيترو ننڍڙو ٿي پوندو آهي. عليم جي ايڏي وڏي عظمت آهي جو ان جو ڪو ڇيهه ئي ڪونهي. قادر انهن ملائڪن کي اها قدرت ڏني آهي ته پنهنجي صورتن کي اصل صورت کان ڦيري سگهن. جيڪا صورت گهرن سا مٿائن. ڪڏهن انسان جي صورت ۾ به ظاهر ٿيندا آهن، پر ڪوبه ان جي ٻنهه قدرت نه ٿو رکي ته ملائڪن کي سندن اصلي صورت ۾ ڏسي سگهي. نبي هجن، اولياء هجن يا ڪي ٻيا، پر هيءَ قدرت قادر حضرت محمد ﷺ کي عطا ڪئي، ايستائين جو جيڪڏهن ڪوبه ماڻهو ملائڪن کي سندن اصل صورت ۾ ڪا گهڙي به ڏسي ته ان ئي گهڙيءَ مري پوي، جتاءِ نه ڪري سگهي. پر حضرت جبرائيل کي خيرالانبياء پورا ٻه پيرا مَلڪي صورت ۾ ڏٺو. هڪ اجياد نالي جبل تي جيڪو مڪي کي حرا جيترو ويجهو آهي ٻيو پيرو حضرت جبرائيل کي معراج جي رات ”سدرة المنتهيٰ“ تي ڏٺائون. البته ملائڪن کي سندن ملڪي صورت کان سواءِ خالق جا ڪوڙ خاص ٻانها پسي سگهن ٿا، پوءِ اهي نبي هجن يا صحابي، ولي هجن يا صالح ٻانها. اهڙيءَ طرح انهن جو ڏسڻ جائز آهي.

**الاهي ڪتابن تي ايمان جي صفت:**

ايمان جي ٽين صفت رب سائينءَ وٽان نبين هٿان آيل ڪتابن تي ايمان آهي. ان جا يارنهن فرض آهن، جيڪي مومن کي سکڻ گهرجن.

(1) جيڪي بہ ڪتاب ۽ صحيفا آيا آهن، سي نبين تي نازل ٿيا ۽ الله وٽان آيا آهن. انهن ۾ ڪوبہ شڪ شهبو ڪونهي.

(2) هڙئي الله جو ڪلام آهن.

(3) دل جي سچائيءَ سان بنا شڪ شبهي جي مڃجي تہ اهي حق سچ آهن.

---

رهڪ = رهائش. اُپا = فرمانبردار. جانڪيتان = جيئن جو تيئن. پڪڙانديون = پر. پرو نہ پاندا = انت نہ حبه. ڏہ نگ = او ڏو = و بحهه .

(4) نبين سونهارن تي جيڪو بہ نازل ٿيو آهي، سو سڀ حق آهي.

(5) مڙني ڪتابن کي صدق سان مڃيوسين، انهن جو تعداد مقرر ڪونهي، الله ئو ڄاڻي تہ ڪيترا آهن.

(6) مومن تفصيلي ايمان آٺي ڪتابن کي تفصيلي بيان ڪري، چوي توراة، انجيل، زبور، قرآن.

(7) هي چار ڪتاب چئن رسولن تي نازل ٿيا. توراة حضرت موسيٰ، انجيل حضرت عيسيٰ، زبور حضرت دائود ۽ فرقان فائق پلي (حضرت محمد رسول الله ﷺ) تي.

حديث ۾ عالم جي اڄهي ﷺ فرمايو تہ مڙئي سؤ چار ڪتاب انن رسولن تي عنايت ٿيا. ڪن عالمن سؤ چوڏهن چيا. انهن انن کان سواءِ ڪنهن تي بہ ڪو ڪتاب ڪونہ لٿو. انهن مان وڏا ڪتاب وري چار آهن، جن جو بيان مٿي گذريو. ٻيا سڀ سونهارا ننڍا صحيفا هئا. جن



مان ڏهہ صحيفا حضرت آدم تي، پنجاهہ حضرت شيث تي، ٽيهہ حضرت ادريس تي ۽ ڏهہ حضرت خليل تي نازل ٿيا. انهن اختلافن جي ڪري ڪتابن لڪيو آهي تہ مؤمنن تي اِهو واجب آهي تہ ڪتابن مٿان ايمان ۾ عدد مقرر نہ ڪري. عالم حديث مان هن طرح ٿو لکي تہ توراة چئن ڪتابن مان مڙني کان گهٽو وڏو آهي ۽ فرقان ظاهري صورت ۾ انهن کان گهٽو ننڍو آهي.

(8) فرقان مٿان عمل ڪرڻ فرض آهي. ٻئي ڪنهن اهڙي ڪتاب تي عمل ڪرڻ جائز ناهي، جيڪي مرسلن ڏانهن موڪليل آهن.

پر جي فرقان جو حڪم ٻين ڪتابن سان موافق آهي تہ هن امت جو انهن تي ان وقت عمل جائز آهي. جو ان حڪم کي فرقان جائز ڪيو آهي، پڻ حبيب جي حديث ۾ هن طرح آيل آهي تہ توراة عبراني زبان ۾ موسيٰ تي نازل ٿيو، انجيل سرياني زبان ۾ حضرت عيسيٰ تي، زبور يوناني زبان ۾ حضرت دائود تي ۽ فرقان عربيءَ ۾ احمد ﷺ تي نازل ٿيو.

(9) فرقان عربي زبان ۾ منهنجي مولا موڪليو.

(10) عربي زبان ۾ فرقان وڏو معجزو آهي.

معجزو ان لحاظ کان ٿا چون تہ ان جي مقابلي کان ملڪ، جن، انسان عاجز ٿيا، ڪنهن کي ڪا اهڙي هڪ سورة ناهڻ جي طاقت ۽ قدرت ڪانهي. جيڪا فصاحت ۽ بلاغت ۾ ان جي برابر ٿئي. چو نہ وڏي سورة هجي يا ننڍي ۽ چو نہ اڳيان پويان سڀ گڏجي پون. جن هجن انسان هجن يا ملائڪ. اپرندي وارا هجن يا الهندي وارا هجن، ننڍي

سورة جي بہ ڪنهن ڪي طاقت ڪانهي. رب جي اڳين ڪتابن کي معجزو نہ چئجي. معجزو قرآن جي خاص صفت آهي. اڳين ڪتابن کي ڪافرن ڦيري ڇڏيو. قرآن کي ڦيري نہ سگهيا. الله ڪين عاجز ڪري ڇڏيو. پر مڙئي رب جا ڪتاب بنا شڪ شبهي جي حق آهن، انهن جو ڪلام وڏي شان وارو آهي.

(11) مڪي جا ڪافر سڀ گڏجي ان جهڙو ڪلام آڻڻ کان عاجز ٿي ويا ڪا ننڍي سورة بہ ڪو آڻي ڪونہ سگهيو.

**انبيائن ۽ رسولن عليهم السلام تي ايمان جي صفت:**

ايمان جي چوٿين صفت آهي نبين ۽ رسولن تي ايمان آڻڻ. هن ۾ چائيتاليهہ فرض آهن.

(1) انهن تي دل جي ويساهہ/ يقين سان ايمان آڻجي تہ اهي سونهارا خالق جا خاص ٻانها آهن، ڪوبہ ٻانهو سَندن مَٽ ڪونهي. الله جي اطاعت لاءِ هو هر وقت تيار آهن. الله ڪين سيني کان وڏيڪ عزت وارو ڪيو آهي.

(2) الله جي طرفان اهي رسول آهن.

(3) بيشڪ اهي انهن مڙني ڳالهين ۾ سچا آهن، جيڪي پنهنجي امتين کي ٻڌائن ٿا. الله طرفان جيڪو امر ۽ نهي ٻڌائن ٿا، سو

ٽرئي = ٽين. سيڪو ورجاڻي = هر هڪ سمجهي سجاڻي. تهر = ان وقت.

سڀ سچ آهي. رب جا جيڪي بہ حڪم ٻڌايائون يا جيڪي واعدا ۽ دڙڪا الله طرفان ڏسيائون سي سيئي سچ ٿيا، غلط نہ ٿيا.



منجهن ايمان جي خوبي هميشہ موجود آهي.

(4) انهن نبين مان هر هڪ واحد طرفان ٿيل وحي ۽ امرن جو امين آهي.

(5) ڪين منهنجي مولىٰ امت لاءِ بشير ۽ نذير ڪري موڪليو آهي. مؤمنن ۽ فرمانبردارن کي خوش خبريون ڏين ۽ ڪافرن کي ڏيڄارين.

(6) انهن جي موڪلڻ ۾ سيني جهانن لاءِ رحمت آهي. انهن تي ايمان آڻيندڙ ۽ فرمانبردار موچاري مقصد کي رسندا. سيني جهانن لاءِ سڀ کان وڏي رحمت احمد ﷺ آهي.

(7) اهي سڀ ڇتل ۽ معاف ڪيل انسان آهن.

(8) سيئي انبياءُ مردن مان آهن. عورتن مان ڪابہ نبي ڪانهي، فتوىٰ انهيءَ تي آهي.

(9) سيني انسانن ۾ سڀ کان ڀلا آهن، انهن جهڙو جهان ۾ ٻيو ڪو بنهہ ڪونهي.

(10) ڀلائي ۽ فضل ۾ انهن سان ڪوبہ برابر ۽ مٽ ڪونهي چو نہ صالح عالم هجي يا ولي.

(11) منهنجي ڏڻيءَ انهن مان ڪن کي ٻين نبين رسولن تي ڀلارو ۽ فضل وارو بنايو آهي.

(12) اهي مولي جا محبوب آهن.

(13) وڏيءَ محبت منجهان رب کي دوست رکن ٿا.

(14) اهي خلق جا خير خواهہ هادي ۽ حق جا رهبر آهن.

(15) خلق کي پاڪ خالق ڏانهن سڏين ٿا. بهشت جي باغن ۽ رب جي رضا ڏانهن سڏين ٿا.

(16) انهن مان ڪي رسول آهن ته ڪي نبي آهن.

حديث شريف ۾ مذڪور آهي ته موليٰ تي سؤ تيرهن رسول موڪليا آهن. ٻيا انهن مان سڀ نبي هئا. البته نبين جي ڳاڻاٽي ۾ عالمن، جيڪي دين جا باني آهن، اختلاف ڪيو آهي. ڪن هڪ لک چوويهه هزار ۽ ڪن ٻه لک چوويهه هزار لکيا آهن. ان ڪري عالمن، الله مٿن رحمت ڪري، فرمايو آهي ته مؤمنن مٿان واجب آهي ته هن طريقي تي ويساهه ۽ يقين جو اقرار ڪن: ته سڀني نبين تي ايمان آندوسين" احتياط خاطر عدد مقرر نه ڪجي. هاڻي وڌي وجد وچان رسول ۽ نبيءَ جي معنيٰ ٻڌو. عرف شرعي ۾ رسول ان کي چئجي جنهن مٿان امت کي پهچائڻ فرض آهي. نبي ان کي چئجي جنهن تي رسائڻ فرض آهي ۽ استحسانُ ٻنهي طريقن تي آهي. نبوت جي صفت رسولن لاءِ ثابت آهي. رسالت ۾ ڪتاب ٻنهه شرط ناهي. نه ان لاءِ صحيفو شرط آهي. نه ان ۾ نئين شريعت جو شرط آهي.

(17) انهن مان پهريون حضرت آدم آهي ۽ پويون سڀني مان حضرت محمد ﷺ آهي.

(18) مڙئي عقل ۾ ڪامل ۽ نقص کان پاڪ آهن.

(19) اهي عقل جي گهٽتائيءَ ۽ غفلت کان پاڪ آهن.

(20) اهڙين بيمارين کان پاڪ آهن، جن کي ماڻهو عيب سڏين ٿا. جيئن چريائي، جزام جيڪو عضوا ڇاڻي وجهندو آهي. ڪوڙهه،



انڌائپ، منڊائپ، ڪڌڙائي ۽ ان جهڙيون ٻيون شيون.

(21) گناهن کان اهي معصوم آهن. بلوغت کان اڳ توڙي پوءِ، نبوت کان اڳ توڙي پوءِ هينئين گناهن جو ارادو به انهن کان نه ٿيندو آهي. پهريون: ڪفر. ٻيو: ڪوڙ، دغا، ٽيون: امانت ۾ خيانت. چوٿون: واعدي خلافي.

ڪتاب چون ٿا ته عالمن جو ان تي اتفاق آهي. انهن گناهن کان سواءِ ٻين گناهن ۾ عالمن هن طرح اختلاف آندو آهي. ڪن چيو آهي ته نبوت کان پوءِ انهن کان اهي پاڪ آهن. صغيرا هجن يا ڪبيرا ۽ نبوت کان اڳ ڪبيرن کان پاڪ آهن؛ صغيرا ڪڏهن ڪائن ٿي پوندا آهن. پر عالمن صحيح قول هيءُ چيو آهي ته مڙئي رسول مڙني گناهن کان پاڪ آهن، صغيرا هجن، ڪبيرا هجن، سهو ۾ يا ڄاڻي واڻي، نبوت کان اڳ يا پوءِ، بلوغت کان اڳ يا پوءِ، صحت ۾ يا بيماريءَ ۾، رضا خوشيءَ ۾، يا ڏمر ۾، هر حالت ۾ اهي گناهن کان پاڪ آهن.

(22) ويسر ۽ ڀل کان معصوم آهن. الله جو امر پهچائڻ ۾ غلطي ڪرڻ کان پاڪ آهن. وحي ٻڌڻ مهل، ان کان پوءِ يا امت کي پهچائڻ مهل (هر صورت ۾ غلطيءَ کان پاڪ آهن.)

(23) الله واحد جهڙي قسم جي وحي موڪلي، ملائڪ جي واسطي سان موڪليائين يا الهام جي طريقي تي موڪليائين يا خواب يا ڪنهن ٻئي طريقي سان موڪليائين، اهو سڀ حق ۽ سچ موڪليائين. وحي جا چائيتاليهه طريقا آهن، جن ۾ ملائڪ احمد ﷺ جن آڏو آيو.

(24) خواهش جي قسم جي ڪابہ ڳالهہ نہ ڳالهائيندا آهن. يعني جيڪا الله جي وحي کان سواءِ هجي. سندن مڙئي ڪلام الله واحد جي وحي آهي.

(25) کين عظيم معجزا عنايت ٿيا، جيڪي نبوت جي دعويٰ جي سچائيءَ جو دليل هئا.

(26) اهي اهڙي شيءِ جي لڪائڻ کان معصوم آهن، جيڪا کين پهچائڻ جو امر ٿيل هجي. پوءِ اها اعتقادي هجي يا عمل جي قسم جي.

(27) کين حڪم پهچائڻ کان ڪابہ شيءِ جهلي نہ ٿي سگهي، پل ڪنهن ظالم جي طرفان ڪو نقصان يا خوف هجي. نہ ئي الله جي امر ۾ ڪنهن جي دڙڪن ۽ چيني کان ڊڄن ٿا، رب جا سچا نياپا پهچائيندا ٿا رهن.

(28) مڙئي احتلام (ٽڙ پوڻ) کان پاڪ آهن.

حديث جي حڪم مطابق احتلام شيطان جي طرفان هوندو آهي. مڙئي نبي شيطان جي ڇُهڻ کان محفوظ آهن. انهيءَ دليل هن امر تي بہ دلالت ڪئي تہ مڙئي نبي اوٻاسي جي قسم کان پاڪ آهن. ڇاڪاڻ تہ حديثن شريفن ۾ هن طرح آيل آهي تہ اوٻاسي بہ شيطان کان آهي. هيءُ مسئلو ڪنهن ڪتاب ۾ صريح نہ لڌو اٿم، پر مواهب لدنيہ ۾ صريح لکيل آهي.

(29) نبين جي سهٽائپ پڻ وحي آهي. اها ابدي حق سچ آهي. (شايد مراد اها هجي تہ سندن حسن بہ الهامي آهي).



(30) سندن اکيون ننڊ ڪنديون آهن دل ننڊ نہ ڪندي آهي، ننڊ ۾ بہ سندن دل جاڳيل هوندي آهي تڏهن تہ حديث ۾ فرمايو آهي تہ سندن وحي بنا شڪ شبهي جي سهٽي آهي، ۽ نبين ۾ سمهڻ سببان وضو نہ ڀڄندو آهي.

(31) ان جو موڪلڻ الله جي طرفان احسان ۽ فضل آهي. اهي سهٽا شر ۽ خير جي بيان ڪرڻ لاءِ آيا. ٻانهن مٿان رب جو وڏو فضل آهي. رب تي ڪنهن نبيءَ کي موڪلڻ واجب نہ هو.

(32) پلن رسولن مان ڪي اهڙا آهن، جن کي عربي ٻوليءَ ۾ "اولوالعزم" چون ٿا. جن جو ٻين کان صبر ڪامل هو. انهن جي نالن جو تفصيل ڪتابن لکيو آهي، اختصار سببان بيان نہ ٿو ڪريان.

(33) مڙئي نبي ازل کان معصوم آهن انهن جي نبوت بنهہ موقوف نہ ٿي، سندن حياتيءَ ۾ توڙي پوءِ نبي جيئن جيئري نبي چئبا تيئن مرڻ کان پوءِ بہ نبي چئبا. حڪمن جي منسوخي معزوليءَ جو سبب ڪانهي.

(34) مڙئي نبي عاقت جي برائيءَ کان محفوظ آهن. پاڪ ۽ پاڪيزا

کيري = ڪيرائي. پورو = ارادو. ٿول = شيءِ. اُٻاڪي = اوٻاسي.

آهن. آخرت جي خوف کان پڻ محفوظ آهن.

(35) اهي سڀ سونهارا نبوت جي انهن سيني بارن کڻڻ جي قدرت رکن ٿا، جيڪي الله تعاليٰ کين ڏنا.

(36) حضرت محمد ﷺ سيني پلن نبين توڙي رسولن کان بہ پلو آهي.

(37) حضرت احمد ﷺ سيني ماڻهن ۽ سيني جنن جو رسول آهي.

پڻ عالمن اهڙيءَ طرح ذڪر ڪيو آهي، ته پاڻ سڳورا (احمد ﷺ جن) ملائڪن جا به رسول آهن. بهشتين، حورن توڙي غلمانن جا به رسول آهن. جيڪي به اڳيان رسول هئا، انهن سيني جو پڻ رسول آهي. الله جيڪي به روح خلق ڪيا آهن، انهن جو به رسول آهي. خالق جيڪي حيوان خلقيا آهن، انهن جو به رسول آهي. سيني آسمانن وارن جو به رسول آهي. قدوسي هجن يا حاملين عرش هجن. جيڪا به شيءِ اهل زمين آهي، ان جو رسول آهي. پٿرن توڙي مڙني وڻن جو رسول آهي، آسمانن ۽ عرش ڪرسيءَ جو رسول آهي، ستن زمينن جو مصطفيٰ رسول آهي، سيني جبلن ۽ دريائن جو رسول آهي، سيئي مخلوقات، جيڪي جهان ۾ الله پيدا ڪيون آهن، تن جو رسول آهي، تڏهن ته سندن نبوت ۽ رسالت جي شاهدي ڳوهه، بگهڙن، پکين، پٿرن ۽ وڻن پڌري طور ڏني. اڳيان جيڪي نبي هئا، سي الله مقرر قومن ڏانهن موڪليا، انهن جي نبوت عام بنهه نه چئبي، عام نبوت ۽ عام رسالت خاصن ۾ صرف حضرت حبيب جو خاصو آهي.

(38) احمد ﷺ جن جي شريعت هميشه دائم ۽ قائم آهي ۽ قيامت جي قائم ٿيڻ تائين باقي رهندي، نه ان ۾ ڪو تغير آهي نه ڪو ڦيرُ گهير. ايستائين جو جڏهن آخري حضرت مهديءَ جي زماني ۾ حضرت عيسيٰ ظاهر ٿيندو، ته اهو پڻ حضرت محمد جي شريعت مطابق هلائيندو. هرگز ڪوبه حڪم پنهنجي شريعت مطابق جاري نه ڪندو.



(39) احمد ﷺ جي شريعت پهرين شريعتن کي موليٰ جي حڪم سان منسوخ ڪري ڇڏيو.

(40) حضرت احمد ﷺ جي شريعت کي نسخ بنهه نه آهي. قيامت تائين اها قائم رهندي.

(41) الله تعاليٰ احسان ڪري حضرت حبيب ﷺ جن کي عالمن لاءِ رحمت ڪري موڪليو آهي. مڙئي عالم سندن برڪت سان راحت کي رسيا. فائق جي فضل سان مڙني کي فيض پهچندو.

(42) الله تعاليٰ جي دوست ﷺ جيڪو علم، رب تعاليٰ پاران پنهنجي امت کي پهچايو آهي، سو صدق ۾ گهڻو سچو آهي.

(43) احمد ﷺ جا معجزا ٻين نبين جي معجزن کان شمار ۾ گهڻا آهن.

(44) احمد ﷺ جي معجزن مان سڀ کان وڏو معجزو قرآن آهي.

(45) محمد ﷺ جي عهد ۾ ڪوبه ٻيو نبي پيدا نه ٿيو.

پاڻ بنا شريڪ جي الله جا رسول هئا. سندن رسالت ۾ ڪوبه ٻيو شريڪ ناهي. ڪين خاتم الانبياء سڏين ٿا، جو سندن ڪري نبوت ۽ رسالت مڪمل ٿي. احمد ﷺ جن کان اڳ جيڪي نبي ۽ رسول هئا، تن جي زماني ۾ ٻيا نبي ۽ رسول ٿيندا هئا. انهن جي دور ۾ هڪ وقت ۾ گهڻا نبي هئڻ تي منع نه هئي. جيئن حضرت ابراهيم خليل الله ۽ سندن به فرزند حضرت اسماعيل ۽ اسحاق، ٽئي ۽ چوٿون حضرت لوط ان وقت رسول هو. جيڪو حضرت ابراهيم خليل الله جو ڀائٽيو هو. اهي چار رسول هڪ وقت ۾ هئا ۽ جيئن حضرت موسيٰ ۽ حضرت

هارون ٻئي هڪ ئي دور/ عهد ۾ نبي هئا ۽ حضرت آدم ۽ حضرت شيث ٻئي هڪ ئي وقت ۾ الله جا رسول هئا.

(46) حضرت احمد جي رسالت عام آهي. اڳيان نبي ماڻهن لاءِ خاص هئا. يعني اهي صرف انسانن جا نبي هئا. انهن جي نبوت ۾ عموم نہ هو.



**قيامت جي ڏينهن تي ايمان جي صفت:**

ايمان جي پنجين صفت اهو ويساهہ ڪرڻ آهي تہ قيامت جو ڏينهن قائم ٿيڻو آهي ان ۾ ايڪونجاهہ فرض چون ٿا.

(1) قيامت جو ڏينهن بيشڪ ٿيڻو آهي. اهو يقيناً حق ۽ سچ آهي.

(2) ان جون جيڪي نشانيون ۽ دليل يقيني ۽ حجت قطعي سان ثابت آهن. قرآن سان هجن يا حديث سان، سي مڙئي حق سچ ثابت ٿينديون.

(3) آخري زماني ۾ سونهارو حضرت مهدي پيدا ٿيندو، جيڪو زمين کي ائين عدل سان مالا مال ڪندو، جيئن ان کان اڳ اها ظلم سان ڀريل هئي.

حديث ۾ حضرت حبيب ﷺ جن کان آيو آهي تہ اهو پيءُ جي طرفان حسني ۽ ماءُ جي طرفان حسيني هوندو. اولاد حضرت بتول رضي الله عنهامان هوندو. سندن نالو محمد ۽ پيءُ جو نالو عبدالله هوندو.

(4) آخري زماني ۾ ملعون مردود دجال پيدا ٿيندو، جيڪو پاڻ کي الله چورائيندو.

(5) حضرت عيسىٰ پٽ مريم عليہ السلام آسمان مان نازل ٿيندو. حضرت احمد ﷺ جي حڪم تي عمل ڪندڙ هوندو.

(6) حضرت عيسىٰ پنهنجي هٿن سان پليت دجال مردود کي سج لهڻ مهل ڪُهَندو.

(7) ياجوج ماجوج ظاهر ٿيندا. سڄي زمين کي وکوڙي ويندا، (ياجوج ۽ ماجوج) ٻئي قومون انسانن کان وڏيون آهن. اهي ڪافر

ڪار مُنها سڄي زمين پري ڇڏيندا.

(8) دابة الارض جو پيدا ٿيڻ سچ آهي.

(9) سج جو اولهه کان اپرڻ، الله جي امر سان حق آهي.

(10) (ان کان پوءِ) توبهه جا دروازا بند ٿي ويندا. سج اپرڻ کان پوءِ اها قبول نه ٿيندي.

(11) جيئڻ کان پوءِ موت حق آهي، منهنجو ڏٽي انهن مڙني مخلوقن کي ماريندو، جن کي روح ڏنو اٿس. انسان هجن، ملائڪ هجن، يا جن، زمين تي ٽپا ڏيندڙ هجن يا چوپايا، حيوان هجن يا وحشي، پيرن پر هلن يا پکي پکڻ هجن يا ڪي ٻيا هجن. مارڻ کان پوءِ وري انهن کي جيئرو ڪري اٿاريندو. سيئي الله جي حڪم سان جيئرا ٿيندا. الله انهن تي پنهنجو حڪم جاري ڪندو.

(12) عالم برزخ ۾ قبر اندر منڪر نڪير جا سوال برحق آهن.

(13) خدا تعاليٰ جل جلاله قبر ۾ اهل اطاعت واسطي نعمتون پيدا ڪيون آهن.

(14) قبر جو عذاب ڪافرن کي ٿيندو، بي شڪ اتي حق ٿيٽو آهي.

(15) ڪِن مؤمنن تي پڻ قبر جو عذاب حق آهي. جيڪي مؤمن گنهگار آهن.

(16) حضرت اسرافيل قيامت جي ڏينهن ٻه پيرا قوڪ ڏيندو. پهريون پيرو ماڻهن کي مارڻ لاءِ، مخلوق جي مڙني قسمن جي مارڻ واسطي. ٻيو پيرو جيڪا قوڪ ڏيندو، سا جيئرو ڪرڻ لاءِ ڏيندو، جنهن سان سيني حيوانن ۾ روح پوندو.



(17) موليٰ جي مخلوق جي ڪماين جا ڪاغذ قيامت جي ڏينهن ترندا، ته دنيا ۾ ڪيترا ڪم ڪيائون.

(18) مؤمنن کي ڪاغذ ساڄي هٿ ۾ ڏنا ويندا.

(19) ڪافرن کي عملن جا ڪاغذ کاٻي هٿ ۾ پٺيئين پاسي کان ڏنا ويندا.

(20) منهنجو موليٰ ٻانهن سان حساب ڪتاب ڪندو، اهو حق ۽ سچ آهي. ان ۾ ڪوبه شڪ شبهو ڪونهي.

(21) ميزان قيامت جي ڏينهن حق آهي.

(22) ترازيءَ ۾ مخلوقن جا عمل توربا.

(23) جن جا موچارا عمل ڳرا ٿيندا، ترازيءَ ۾ تورڻ مهل ۽ تن جا گناهن وارا عمل هلڪا ٿيندا، جيڪي حڪيم جي حڪم سان ٻئي پلڙي ۾ وڌا ويندا، ته اهي مصيبت کان ڇٽي ويندا، بهشت ماڻيندا.

(24) جن جا موچارا عمل هلڪا تريا، بڇڙن عملن جو وزن ڳرو ٿيو، اهي دوزخ پيٽيندا. پر جي رحمان رحمت سان ڪنهن گنهگار کي پنهنجي فضل سان معاف ڪري ته اهو بهشت ۾ ويندو.

(25) جن ٻانهن جون چڱايون مدايون عمل جي ترازيءَ ۾ برابر ٿيون، سي مولا مختار جي مشيت هيٺ رهندا. جن کي بخشڻ گهرندو تن کي بخشيندو. جن کي ونڻ گهرندو (پڇاڻو ڪرڻ گهرندو) تن کي وننندو.

(26) قيامت جي ڏينهن سختيءَ مهل ڪن مؤمنن کي عرش هيٺان جاءِ ڏيندو.

(27) پل صراط حق آهي، جيڪا خالق خلقي آهي، تہ ٻانها ان جي پٺ تان گذرن. حديث ۾ هن طرح بيان آيل آهي. تہ ”صراط“ دوزخ جي پنيءَ تي پل آهي. تلوار کان وڌيڪ تکي ۽ وار کان سنهي، ڪاري رات کان وڌيڪ اونداهي، جنهن جي ڪارنهن جو اندازو ئي ڪونهي.

(28) سموري خلق ان مٿان گذرندي. ڪن حديثن ۾ ان جو تفسير آيو آهي، تہ ڪي ٻانها ان مٿان هوا وانگر گذري ويندا، ڪي وڄ وانگر گذري ويندا، ڪي تازي گھوڙي جيان هلندا، جيڪي تيزيءَ ۾ تکا پيلا، ڪي انهن مان دوزخ ۾ ڪري پوندا. انهيءَ ۾ اهي عذاب سهندڙ تمام گھڻو پشيمان ٿيندا.

(29) حوض ڪوثر حق آهي، جنهن جي صفت ۾ اهڙي حديث آهي تہ ان جو پاڻي کير کان وڌيڪ اڇو ۽ ماکيءَ کان مٺو آهي، جيڪو ان مان پيئندو سو اڄ کان محفوظ رهندو.

(30) شفاعت حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي ۽ شفاعت مڙني نبين، اوليائن، صالحن ۽ عالمن جي الله جي اجازت سان حق آهي. الله جي امر کان سواءِ ڪوبہ شفاعت نہ ڪندو.

(31) بهشت ثابت ۽ صحيح آهي.

(32) بهشت جون نعمتون پڻ ثابت آهن.

(33) ان ۾ جيڪي حورون آهن سي بہ حق آهن.

(34) ان ۾ جيڪي ماڙيون آهن سي بہ حق آهن.

(35) ان ۾ جيڪي وڻن جا قسم آهن، سي حق آهن.



(36) ان ۾ جيڪي کٽن جا قسم آهن، سي مڙئي ثابت ڇئبا تحقيق مطابق.

(37) ان ۾ جيڪي ميون جا قسم آهن، يا ٻين نعمتن جا سي پڻ حق ڇئبا.

(38) دوزخ حق آهي، اهو بہ صحيح آهي.

(39) دوزخ ۾ جيري (ٻاهر) سان عذاب ڪندو ۽ زمهرير سان پڻ ڪندو، جيڪو پڻ ثابت چون ٿا. جيرو طبقو دوزخ جو، اهو آهي، جيڪو گرم آهي، ۽ زمهرير دوزخ جو تمام گھڻو ٿڌو طبقو آهي.

(40) ان ۾ جيڪي ڳچيءَ جا ڳٽ ۽ طوق خالق خلقيا آهن، سي سيئي بنا شڪ شبهي جي حق آهن.

(41) ان ۾ زنجيرن جا جيڪي قسم الله پنهنجي قهر سان پيدا ڪيا آهن سي پڻ حق آهن.

(42) ان ۾ جيڪي وڇون ۽ نانگ مختلف قسمن جا خالق خلقيا آهن، سي بہ حق آهن، ٻڌي ياد ڪجانءِ.

(43) دوزخ ۽ بهشت ۾ ٻيو جيڪو بہ آهي سو مڙئي ملڪ جي موليٰ خلقئو آهي.

(44) بهشت ۽ دوزخ ٻئي هن وقت موجود آهن، جيڪو بہ ڪجھہ ان ۾ آهي سو پڻ ساڳيءَ طرح موجود آهي.

(45) بهشت ۽ دوزخ باقي رهندا، انهن تي فنا جو ڪوبہ اثر ڪونہ ٿيندو.

تراڙي = ترازي. عملن جو تورُ = وزن. ڳرو ڳرايا = ڳرو ٿيو. تراڙيا = تريا. ويرا = مهل. ڦڙ = پل. تراڙ = تلوار. اپر گھڻون = تمام گھڻون. ماندا = پشيمان، پريشان. ته آبا = ان جو پاڻي.

انهن جو جيڪو اهل هوندو سو بہ فنا نہ ٿيندو، حڪيم جو اهو حڪم آهي. پر لحظي جيترو وقت انهيءَ پڄاڻان.

(46) رب کي مڙئي مؤمن بهشت ۾ داخل ٿيڻ وقت اکين سان ڏسندا.

(47) حضرت حبيب آخرت بابت جيڪو ٻڌايو آهي، سو سڀ حق آهي.

(48) مقام محمود حق آهي، جيڪو الله، حضرت رسول الله ﷺ کي عنايت ڪيو. ان ۾ حضرت قيامت جي ڏينهن شفاعت ڪندو.

(49) مٿاهين منزل واسطي حضرت احمد ڄام جو وسيلو حق آهي.

(50) جزا حق آهي، قيامت جي ڏينهن. مؤمنن مطيعن کي ڏاتار بهشت ڏيندو. پنهنجي ملاقات ۽ ديدار، نعمتون ۽ رضامندو ڏيندو، ۽ ڪافرن کي باھ جي ڇپين سان عذاب ڪندو. جنهن عذاب ۾ اهي هميشہ رهندڙ هوندا.

(51) گنهگار مؤمن مڙئي الله آڏو هوندا. سندس مشيت ۾ سڏا ٻيٺل هوندا. گهري تہ سندن گناھ معاف ڪري، ۽ کين پنهنجي فضل سان بهشت ۾ داخل ڪري. گهري تہ کين دوزخ جي ڇپيءَ سان عذاب ڪري پنهنجي عدالت سان. پر دوزخ ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ اهي وري نڪرندا ۽ ڪريم جي ڪرم سان بهشت ۾ داخل ٿيندا.

**صفت ايمان بقدر خيره و شره:**

ستن صفتن مان ڇهين صفت ايمان جي آهي، الله جي طرفان تقدير تي ايمان آڻڻ. اها تقدير چڱي هجي توڙي مني. ان ۾ ٽي فرض آهن. سڪي ياد ڪجان.

(1) خير توڙي شر جا معاملا، سيئي الله جي تقدير هيٺ ٿين ٿا. مولا



جي مشيت سان حاصل ٿين ٿا. پر خير ۾ رب جو حڪم، رضا ۽ محبت هوندي آهي، جڏهن تہ شر ۾ رب جو حڪم نہ چئبو.

(2) جيڪي خير جا عمل اختياري آهن، جن کي ٻانها پنهنجي مرضيءَ تحت ڪن ٿا. سي سڀ رب جي تقدير سان حاصل ٿين ٿا. جڏهن تہ ٻانهو انهن کي پنهنجي ارادي سان ڪسب ڪندو آهي. بڇڙين شين جي خلقت ۾ ڪابہ قباحت ڪانهي. جيئن قتل ڪرڻ يا زنا ڪرڻ يا ان جهڙا ٻيا عمل قبيح نہ چئبا، البتہ انهن عملن جو ٻانهي طرفان ڪسب ڪرڻ برو چئبو. جنهن ڪري قيامت جي ڏينهن ان جو حساب ڏيندو.

(3) ٻانهو پنهنجي ڪسب ۾ اختيار وارو آهي، ان کي مجبور نہ چئبو، ان ئي سببان مالڪ ملڪن کي ثواب ڏيندو آهي ۽ ٻانهي ڪسب ڪندڙ کي عذاب ڪندو آهي.

**موت کان پوءِ اٿڻ تي ايمان جي صفت:**

ستين ايمان جي صفت اها تا لکن تہ مرڻ کان پوءِ اٿڻ تي ايمان آڻجي. ڪتابن ۾ ان جا پورا پنج فرض آهن.

(1) ان ڪري ايمان آندو سين تہ سڀ مخلوقات انسان توڙي جن توڙي ملائڪ توڙي حيوان سڀ قيامت جي ڏينهن مرڻ کان پوءِ اٿندا. حديث ۾ آيو آهي تہ رب تعاليٰ قيامت جي ڏينهن مڙئي چوپايا جيئرا ڪندو، جيڪي اڏامندڙ هجن يا پنڌ ڪندڙ يا جيڪي روحن وارا هجن. سي سيئي مرڻ کان پوءِ اٿندا. ظالم جو مظلوم جي واسطي قصاص ٿيندو. انصاف واري جي درگاھ ۾ عدل جي

طريقي تي.

(2) ڏاتار انسانن ۽ جنن کي محشر جي ڏينهن عملن جي موافق جزا ڏيندو. مطيعن کي جنت جزا ۾ ڏيندو ۽ ان جون نعمتون کين عطا ڪندو. گنهگارن کي باهہ جو عذاب ڪندو.

(3) اتڻ ڪان پوءِ مالڪ ڪنهن کي بہ نہ ماريندو.

هير = هن وقت. ئيُ = اهو. سندي اکي = پنهنجي اکين سان. ڪنا خبرن = خبرن بابت. خاصي منزلا = سني/ مٿاهين منزل. ڇپيا = ڇپي، شعلو. مهندا = اڳيان. اُپيٺا = سڌا بيٺل. اُن = انهن.

(4) اتڻ ڪان پوءِ مالڪ مڙني ٻانهن کي محشر جي ميدان ۾ موڪليندو. ٻانهن سان محشر جي ميدان ۾ حساب ٿيندو.

(5) حساب ڪان پوءِ منهنجو مولا پنهنجي ٻانهن جا پورا بہ تولا ڪندو. هڪ ٽولو جنت ۽ ٻيو جهنم ۾.

ايمان جون ست مشهور صفتون پوريون ٿيون. مؤمن انهن کي گهڻي ويساهہ ۽ يقين سان، وري وري ياد ڪري، جيڪي ڪلمو: لا اله الا الله محمد رسول الله چوندا، سي ايمان سان جنت ۾ ويندا.

ٻيو قسم اعتقادي فرضن جو آهي. ٻڌي ياد ڪجانءِ، جي نہ ستن صفتن مان آهن نہ انهن سان تعلق رکن ٿا. ان ۾ هڪ سؤ تيرهن فرض آهن.

(1) انهن مان پهريون فرض ويساهہ ڪرڻ ۽ هر ان شيءِ کي دل سان قبول ڪرڻ آهي، جن جي مٿان ايمان فرض ٿيو آهي. جيتوڻيڪ ان جو عربيءَ ۾ نالو تصديق آهي. اها تصديق بالاجماع ايمان جو



جزو آهي. ان ۾ ڪوبہ اختلاف ڪونهي، سمورا ان ۾ متفق آهن.

(2) انهن مڙني شين جو اقرار ڪرڻ فرض آهي. جن جو مٿي مون بيان ڪيو.

پر عالمن جو ان ۾ اختلاف آهي، تہ اقرار ايمان جو جزو آهي يا شرط آهي، پر ان ۾ اختلاف ڪونهي تہ اهو فرض آهي. شڪ شبهي ڪانسواءِ اهو اجماع مطابق فرض آهي. سواءِ انهن ماڻهن جي جيڪي ڳالهائي نہ ٿا سگهن، جيئن گونگو يا ڪو ٻيو اهڙي صفت وارو. جڏهن تصديق ۽ اعتبار ٻئي ٻانهن جي ايمان ۾ سائينءَ پاران معتبر آهن، تڏهن جيڪڏهن زبان سان ڪو اقرار ڪري دل سان ويساهہ نہ ڪري تہ

پَڪَٺَان = پرن وارا. سُرُجٺا = سرندڙ. داورُ = انصاف وارو. پنيون = پوريون ٿيون. ور ياد ڪري = وري وري ياد ڪري. ويساهہ = يقين.

اهو مؤمن ناهي. بلڪہ ان جو نالو ماڳهين منافق آهي، پر جي دل سان وڏي محبت سان ويساهہ ڪري، پر زبان سان ان جو اقرار نہ ٿو ڪري، اقرار ڪان منع ڪرڻ وارو (ڪو عذر بہ) ڪونہ اٿس، تہ ان کي مؤمن نہ چئبو: اهو ڪافر بدڪار آهي، ظاهر شريعت ۾ اهو ڪافر آهي. انهيءَ قول تي عاملن جو اجماع آهي: پر عالمن هن طرح اختلاف ڪيو آهي تہ اهو شخص الله جي آڏو مؤمن چئبو. ڪن علمائن فرمايو، الله مٿن رحمت ڪري: تہ الله جي آڏو بہ انهن کي مؤمن نہ چئبو. ڪن عالمن چيو آهي تہ الله جي آڏو اهو مؤمن آهي پر بہ شرط لين تہ پوءِ، هڪ تہ ان ڪان ڪڏهن بہ شريعت موجب ڪفر جي ڪا نشاني ظاهر نہ ٿئي. جيئن ڳانا، سڳا، ڌاڳا ٻڌڻ ۽ مصحف شريف جو پليت جڳهين تي

اجلائڻ، نعوذ بالله منها ۽ اهڙيون ٻيون نشانيون. ٻيو: ته جڏهن ڪو طلب ڪري ايمان بابت پڇيس، تڏهن اقرار ڪري دير ئي نه ڪري جيڪڏهن طلب کان سواءِ ڪڏهن به اقرار نه ڪري، ته ريءَ گمان جي اهو ڪورو ڪافر آهي. ظاهر شريعت ۾ توڙي الله وٽ. انهيءَ تفصيل مٿان اجماع آهي. اهڙن سيني امرن تي ايمان فرض چون ٿا، جن تي ايمان آڻڻ واسطي شرع مبارڪ ۾ به فرض مقرر ٿيا آهن، اقرار ۽ تصديق؛ پر اقرار فرض عملي آهي؛ جيڪو زبان جو ڪم آهي؛ ان کي فرض اعتقادي بنهه نه چئبو. پر هتي ان جو ذڪر ڪيم، جتي اعتقادي فرض ذڪر ڪرڻا آهن؛ تصديق جي مناسبت جي ڪري؛ جيڪو وڏو رڪن آهي. هنن ٻن کان سواءِ جيڪي ايمان ۾ فرض آهن، سي سيئي اڳين ٻن جي درستيءَ جو شرط آهن. تن ۾ ڪوبه ايمان جو جزو ڪونهي. سياڻا هي سيئي شرط دل سان لائين.

(3) ٻن فرضن مٿان ٽيون آهي: غيب تي ايمان آڻڻ. جيڪڏهن ڪنهن آخرت جو عذاب ڏسڻ کان پوءِ ايمان آندو. جنهن کي ”ايمان باس“ (خوف وچان ايمان) چون ٿا. ته ان کي هرگز مؤمن نه چئبو.

(4) ايمان جو شرط آهي عقل. چريو ۽ بي عقل مؤمن ناهي، پر اهڙي ماڻهوءَ جو حڪم اهو آهي ته اهو پنهنجي ايمان جي ڪري ايمان وارو ڪونهي، البته جيئن: ماءُ، پيءُ يا انهن مان ڪو هڪ ايمان وارو آهي ته انهن جي سببان ان کي مؤمن چئبو. جيڪڏهن ٻئي سندس ڄمڻ کان اڳ ئي مري ويا ته ان ڳوپ/ بي عقل کي دارالاسلام ۾ رهڻ ڪري مسلمان چئبو.



(5) مؤمن ايمان ۾ ڪڏهن به شڪ نه ڪري. دل ۽ زبان سان چئي ته آءٌ پڪو مؤمن آهيان. ائين نه چئي ته آءٌ مؤمن آهيان انشاءَ الله تعاليٰ. جيڪڏهن دل سان ڪو اهڙا لفظ چئي ته ان کي ظاهر شريعت ۾ مؤمن نه چئبو. پر جي ان مان ايمان ثابت ڪرڻ جي مراد هجي ۽ ان جي پٺ ۾ شڪ وارا حرف چوي يا ان مان ايمان تي مرڻ جي اميد رکي ته اهو لفظ چوڻ ۾ ڪو حرج ڪونهي.

(6) ايمان ۾ هميشه جو دل ۾ قصد رکي. جيڪڏهن ايمان جي مقرر مدت تائين نيت ڪيائين جيئن هزار ورهيه يا ان کان گهٽ وڌ ته ان صفت واري جو ايمان معتبر نه چئبو. اهڙي نيت واري کي هاڻي ئي ڪافر چئبو.

(7) انهن امرن جي تعظيم ڪرڻ جيڪي الله موڪليا ۽ پڻ انهن جي تعظيم جيڪي الله فرمايا.

(8) انهن جي تعظيم ڪرڻ جيڪي حڪيم جي حڪم سان دنيا ۾ معظم ٿيا. جيئن رب جون آيتون يا نبي ۽ رسول، معجزا تن جا توڙي فرشتا. انهن مان ڪنهن کي گهٽ پانيائين ته اهو گهڙيءَ ۾، بنا فرصت جي ڪافر ٿي ويندو.

(9) انهن کي هيناهون پانئين جن کي شريعت هينانهون ڪيو آهي. جيئن گمراهي، ڪفر ۽ هر بدعت، بڇڙا ڪم ساز جي قسم جا. انهن جي جيڪڏهن تعظيم ٿو ڪري ته اهو ڪافر چئبو.

ٽڳي = ڌاڳا، ڳانا، تعويذ وغيره. ويرم = دير. هاتڪ = سياڻا، سمجهندار، وڏي عقل وارا. هي = دل. ڳيور = ڳوپ، بيعقل. ڄاپڻ = ڄمڻ. رهڪ = رهڻ، رهائش. باڪ = حرج. پانئي = پانئين.

(10) اهو اعتقاد ڪرڻ تہ جيڪي شيون حرام آهن، سي الله جي حڪم سان حرام آهن.

(11) رحم ڪرڻ واري رحمان جيڪو حلال ڪيو سو بي شڪ حلال آهي.

(12) مسلمانن تي مهرباني ڪرڻ.

(13) ساراهہ وارن جي ساراهہ ڪرڻ ۽ غم وارن جو دل سان غمل ڪرڻ.

(14) سندس هٿ ۽ زبان کان مسلمان سلامت رهن.

(15) ڪفر جي موجب ڳالهين کان پاسو ڪرڻ. جيڪي ڳالهائڻ جي قسم جون آهن.

(16) فعل جي قسم جون جيڪي شيون بچڙيون ۽ ڪفر جي موجب آهن تن کان پاسو ڪرڻ. جيئن ڳچيءَ ۾ اُرهہ کان متي سڳا ڌاڳا، ڳانا ٻڌڻ. جيئن منهن تي تلڪ لڳائڻ يا ان جهڙيون ٻيون شيون اپنائڻ.

(17) اهو ايمان آڻڻ تہ: انهن شين کان پاسو ڪري جي شريعت ۾ حرام آهن. جن جي دليل قطعي سان حرمت ثابت آهي. جن جو ڪرڻ ڪفر جي موجب ناهي، جيئن زنا ڪرڻ، شراب پيئڻ، ريءَ گناهہ ماڻهوءَ جو قتل ڪرڻ جيڪو قتل جو موجب ٿئي يا بخشيو وڃي. ماءُ پيءُ جي نافرماني يا استاد جي، جنهن کان دين جا علم ورتائين ۽ ان جهڙا ٻيا ڪم.

(18) اهو ايمان تہ عرش عظيم رب جو موجود آهي.

(19) عرش جي تعظيم ڪرڻ تہ اهو وڏي عظمت وارو آهي. ان طرح



حديث ۾ مذڪور آهي تہ عرش مڙني مخلوقن کان گهڻو وڏو آهي. انهن رب جي ملائڪن جو قبلو آهي، جيڪي عرش جا حمل آهن.

(20) ان تي ايمان آڻڻ تہ ڪرسي موجود آهي.

(21) اهو ايمان آڻڻ تہ مڙني آسمانن ۽ زمينن کي اهو محيط آهي. ان طرح حديثن ۾ آيل آهي، تہ ڪرسي ڪروبين جو قبلو آهي جيڪي ملائڪن منجهان آهن.

(22) ان گهر تي ايمان آڻڻ جنهن جو نالو سونهاري فرقان ۾ بيت المعمور آهي. جنهن بابت حديث آهي تہ بيت المعمور، آسمان وارن باقي ملائڪن جو قبلو سونهارو آهي.

(23) اهو ايمان آڻڻ تہ بيت المقدس وڏي برڪت واري مسجد مبارڪ آهي.

(24) اها مسجد مبارڪ اڪثر نبين ۽ انهن جي امتن جو قبلو آهي. جيڪي احمد ﷺ کان اڳ گذريا.

(25) هيءَ مسجد مقدس اول اسلام ۾ احمد ڄام ﷺ جو پڻ قبلو هئي. ان کان پوءِ ڪعبو قبلو ٿيو، قرآن جي حڪم سان.

(26) ان تي ايمان آڻڻ تہ ڪعبو مبارڪ پهريون گهر آهي، جيڪو زمين تي اڏيو ويو. سيني ماڻهن جومرجع ۽ ماوا آهي، اهو مڪي مبارڪ ۾ ظاهر ظهور آهي. وڏي برڪت وارو ۽ عالم لاءِ هدايت آهي، ان ۾ وڏيون آيتون پڌريون آهن. مقام ابراهيم انهن مان وڏي آيت آهي.

(27) جيڪو ڪعبي ۾ داخل ٿيو، سو امن هيٺ اچي مامون ٿي ويو.

(28) تہ ان جي شان ۾ فرقان ۾ آيت آهي. وللهِ علي الناس حج البيت.

(29) ڪعبو حضرت محمد ﷺ جن جو قبلو آهي ۽ سندن امت جو پڻ زالين مڙسين قبلو آهي. حديثن ۾ هن طرح بيان آيو آهي، تہ ڪعبو انهن مڙني ماڳن کان افضل آهي، جيڪي زمين جي منهن تي ڏسجن ٿا. البت اهو هنڌ جتي سونهاري سيد احمد امام ﷺ جا انگڙا (جسم) لڳا، سو مڪان ڪعبي کان گهڻو پلو آهي. اهو گهڻو پلو عرش کان ۽ پڻ بهشت کان.

واڃٹ = ساز، واڃا. تڳي = ڳانا، سڳا، ڏاگا. ماروءَ = ماڻهوءَ. سهجا = سولو. پَهندو = پهچندو، داخل ٿيندو.

(30) اهو ايمان تہ ست آسمان آهن.

(31) ان ڪي پنهنجي قدرت سان رب اڏيو آهي، بنا ٿنڀي ۽ ٽوڻيءَ جي بنهہ محفوظ ڪري.

(32) اهو ايمان آڻڻ پڻ فرض آهي، تہ موليٰ ست زمينون پيدا ڪيون آهن.

(33) اهو ايمان آڻڻ فرض آهي تہ لوح محفوظ پڻ موجود آهي.

(34) ان ۾ ملڪن جي موليٰ جيڪي سڀ عمل ٿيا آهن يا ٿيندا. چڱا هجن يا مندا، لکائي ڇڏيا آهن.

(35) قلم تي ايمان آڻڻ جيڪو لوح تي لکي ٿو، الله جي حڪم سان.

(36) سدرة المنتهيٰ تي ايمان آڻڻ، جيڪا جنت ماوي وٽ ظاهر ۽ موجود آهي.

(37) رب رحيم سير ڪرايو، حضرت حبيب احمد ﷺ کي رات جي



ويلي ۾. مسجد حرام کان مسجد اقصا تائين. حديث ۾ اهڙو بيان آهي تہ مرسل مير جو معراج بيت المقدس کان آسمانن پار، جتي الله گهريو. ان تائين هو.

(38) احمد ﷺ رب کي قرب مان معراج جي رات ڪمان جي گوشن مثل ويجهو ٿيو بلڪ مُحِبَ محبوب کي ان کان بہ گهڻو ويجهو ٿيو.

(39) موليٰ محمد ﷺ ڏانهن معراج جي رات وڏا انعام وحي ڪيا.

(40) تنهن رات ۾ رب احمد ﷺ کي وڏين آيتن مان وڏا ڀاڱا عطا ڪيا.

(41) تنهن رات حضرت حبيب ﷺ، حضرت جبرئيل کي ملڪي صورت ۾ ڏٺو. پر اهڙيءَ صورت ۾ سندن بہ پيرا ڏسڻ ثابت آهي. پهريون پيرو زمين تي پهرين وحيءَ پيري. ٻيو پيرو معراج جي رات آسمان ۾ سدرة المنتهيٰ جي آڏو، جيڪو ان جو مڪان آهي.

(42) وعدو حق آهي، جيڪو عالَم جي رب پنهنجي ٻانهن کان حضرت

سُجَن = اوڏو ٿيو = ويجهو ٿيو. وڏن ڏيجن جان = وڏن انعامن جا. جيڻ = ساڃي.

آدم جي خلقڻ پويان ميثاق جي ڏينهن ورتو. فرمايائين: اي منهنجا ٻانهؤ! ڇا مان اوهان جو رب ناهيان! جواب ۾ عرض ڪيائون: ها اسان ان جا شاهد آهيون.

(43) ملائڪن ٻاران ٻانهن جا عمل لکڻ فرقان جي فرمان موجب حق آهي.

(44) ملائڪ سونهارا اهو لکن ٿا، جيڪو ٻانها ڪن يا چون ٿا.

(45) بہ ملائڪ انسان تي مقرر آهن. انهن جو نالو الله سائينءَ ڪراماً ڪاتبين رکيو. حديث شريف ۾ خير الوريٰ کان آيل آهي تہ انهن

مان هڪڙو فرشتو ساڄي ڪلهي تي الله جي حڪم سان مقرر آهي. چڱاين لکڻ جو ان کي حڪم آهي. ٻئي فرشتي جو هنڌ کاٻو ڪلهو آهي، اهو ٻانهن جي مناين جو ڪاتب آهي.

(46) ملائڪ ماڻهن جا محافظ مقرر ٿيل آهن. جيڪي ان کي سنڀالين ۽ انهن جي سار لهن ٿا الله جي مهربانيءَ سان.

(47) اهو ايمان فرض آهي ته اهي ڪم موچارا ۽ چڱا چئبا، جيڪي شريعت چيا آهن. يا جيڪي عقل سليم ۾ موچارا آهن.

(48) ان کي بڇڙو چئبو، جنهن جي بڇڙائيءَ جو شريعت ۾ پڌرو حڪم آهي. يا جيڪو صحيح عقل آڏو بڇڙو ٿيو.

(49) اهو ايمان آڻڻ ته دنيا جي جهان ۾ الله هرگز ڪو اهڙو حڪم نه ٿو ڪري جيڪو ٻانهي جي طاقت کان ٻاهر هجي. مهربان جي پاران ان جي تڪليف ڪانهي. پر عاجزيءَ جو حڪم آهي.

(50) اهو ايمان ته جيڪو به روح وارو آهي تنهن جو مرڻ اجل ۾ مقرر آهي، جنهن کي منهنجي ڏٺي معين ۽ مقرر ڪيو آهي.

(51) ڪنل پڻ مئل آهي. ان جي اجل مقرر تي قضا جاري ٿي.

(52) اجل مقرر ۾ ڪڏهن به تاخير ڪانهي. پساهه جڏهن پورا ٿين ٿا ته ويرم ئي ڪانه ٿئي. گهڙيءَ جيترو وقت يا ان کان به گهٽ جي مهلت ڪانه ملي. اجل کان اڳ به ڪنهن جي فنا ڪانهي.

(53) رزق مڙئي رحمان جي هٿ ۾ آهي. جن لاءِ گهڻو گهري تن کي گهڻو ڏئي، پنهنجي فضل سان رزق جي گهٽائي به ڪري ته پنهنجي ئي امر سان تنگي به ڪري؛ جن لاءِ تنگي گهري.



(54) اهو ايمان آڻڻ به فرض آهي ته ٻانهي لاءِ رب تي ٻنهه واجب ڪونهي. پنهنجي مرضيءَ سان پاڻ ئي تقدير چڱي ڪري يا مٺي.

(55) ڪريم جا مڙئي ڪم ٻن قسمن جا آهن، هڪڙا فضل جي قسم جا ٻيا عدل جي قسم جا، ڪي به ڪم ان جا ظلم جي قسم جا نه چئبا، مڙئي مخلوق سندس ملڪيت آهي، ان ۾ سندس ڪوبه شريڪ ناهي. انهن ۾ جهڙو تصرف ڪرڻ گهري سو ڪري. مالڪ جو اختيار آهي، ٻانهو ان جو محڪوم آهي، رب جي حڪم کي ڪوبه جهليندڙ ۽ روڪيندڙ ڪونهي، جيڪو گهري سو بادشاهه پاڻ ئي ڪري، ان لاءِ فرقان ۾ فرمايائين "يفعلُ مايشاءُ."

(56) اهو ايمان آڻڻ به فرض آهي ته الله کان واعدي خلافي به ٻنهه ڪانه ٿئي، جيڪي فضل ٻانهن سان ڪيا اٿس. پر سندس وعيدن (دڙڪن) جي الله کان خلاف ٿيڻ بابت اختلاف آهي پر حق هيءُ قول آهي ته الله پاڪ کان وعيد جي خلاف پڻ ڪونه ٿئي. واحد جا وعيد سندس مشيت سان ٿين ٿا. جي گهري ته جاري ڪري ڪيس ڪو روڪيندڙ ڪونهي. جي مڙئي گناهه بخشي يا انهن مان ڪجهه بخشي ڪنهن ٻانهي کي ته ان کان به ڪيس ڪا منع ڪانهي ۽ جي گناهه مطابق عذاب ڪري پنهنجي عدل سان تڏهن به منهنجي مولا کي ڪا جهل پل ڪانهي. پر اهڙن شخصن لاءِ هرگز معافي ڪانه ٿئي، جيڪي ڪفر تي مئا.

(57) ايمان آندو سين سچي يقين سان ته چڱيون ڪمايون، جيڪي ٻانهي ڪيون آهن سي صغيرن گناهن کي ڪريم جي ڪرم سان

محو ڪن ٿيون.

(59) ان تي دل سان ايمان آندوسين ته گناهن کي، صغيرا ڇو نه هجن. حلال پائڻ ٻچڙو ڪفر آهي؛ ان ۾ ڪوبه گمان ڪونهي. پر ڪفر جي ان حڪم ۾ پورا ٻه شرط ڇيا اٿن. هڪ: ته ان گناهه جو قطعي دليل سان ثبوت ٿيو هجي. ٻيو ته اهو حرام شين مان هجي. پوءِ اهو غير جي ڪري حرام هجي. جيئن ڪسيل زمين يا چوريءَ جو مال. جنهن جي حرمت عارض جي سبب آهي. ان کي حلال پائڻ ڪفر ناهي. رب جو حرام آهي ان کي حلال پائڻ.

(60) گناهه کي هلڪو پائڻ پڻ ڪفر آهي. پوءِ اهو صغيرو هجي يا ڪبيرو.

(61) اهو ايمان آڻڻ گهٽي ويساهه سان ته ڪفر جي الله جي طرفان بخشش ڪانهي. جيڪي شخص ڪفر تي مئا انهن جي بخشش ڪانهي. ان کان سواءِ جيڪي به هجن سي بخشيندو ۽ بخشائيندو. صغيرا هجن يا ڪبيرا. جن کي بخشيندو سي مؤمن مغفور چئبا.

(62) ٻانهن کان جيڪي گناهه ٿين ٿا تن مان ڪي صغيرا آهن ڪي ڪبيرا آهن.

(63) ايمان ڊپ ۽ اميد وچ ۾ قائم آهي.

(64) رب کان بي خوف ٿيڻ ڪفر جو قسم آهي.

(65) رب کان نااميد ٿيڻ پڻ ڪفر جو قسم آهي.

(66) اهو ايمان رکڻ ته ڪوڙن ڪاهنن ۾ ويساهه ڪرڻ ته ڪين غيب جي

سانديا = محافظ. سارين = سار لهن، سنڀالين.



خبر آهي. وڏو ڪفر آهي.

(67) ڪفر جو ارادو ڪرڻ به ڪفر آهي. جيڪڏهن ڪو پنهنجي ڪفر جو ارادو ڪري ته آءُ ڏهن ورهين کان پوءِ ڪافر ٿيندس. پورن هزار ورهين کان پوءِ ڪفر سان دغا ڪندس ته اهو حال ۾ ئي ڪافر ٿي ويندو.

(68) ڪفر جو ڪلمو مرتد ٿيڻ لاءِ سيکارڻ پڻ ٻچڙو ڪفر آهي.

(69) ڪنهن ماڻهوءَ کي ڪفر جو حڪم ڪرڻ به ڪفر آهي.

(70) ڪفر تي ٻيلپو ڪرڻ به ڪفر آهي.

(71) اهو ايمان آڻڻ ته ڪفر تي راضي رهڻ به ڪفر جي قسمن مان آهي.

(72) سهڻو اسلام ٻانهن کان جيڪي مَنايون ٿيون سي سڀ محو ڪري ٿو ڇڏي. صغيرن گناهن مان هجن يا ڪبيرن مان. نئون مسلمان جيڪڏهن اصل حربي آهي ته ان تان مڙئي حق لهي ٿا وڃن، الله جا هجن يا ٻانهن جا. جيڪڏهن نئون مسلمان ذمي آهي، ته ان تان رب جا حق لهي ٿا وڃن، ٻانهن جا حق نه لهندا.

(73) اهو ويساهه ڪرڻ ته ڪفر جي ڪري سڀ چڱا عمل، جيڪي انسان ڪري ٿو، سي ڇڻ ٿي ٿا وڃن.

(74) عمل ۾ رياءُ ان جو ثواب وڃائي ٿو ڇڏي، سنن عملن جو پڻ اهڙو حڪم آهي.

(75) صدقي ڪرڻ وقت صدقي وٺڻ متان ٿورو ڪرڻ صدقي وٺندڙ متان ٿورو ڪرڻ صدقي جو ثواب وڃائي ٿو ڇڏي، اهڙي ڏيندڙ کي ڪوبه ثواب ڪونه ٿيندو. لک ڇو نه ڏئي! پاڻ گناهه ٿيندس

نقصان ۾ پوندو ۽ پڻ صدقي وقت فقير کي ايذائڻ سان ثواب
ختم ٿي ويندو. پاڻ نقصان ٿيندو.

(76) نيڪ ان کي چئبو جنهن کي ماءُ جي پيٽ ۾ مولا سعيد لکايو ۽
شقي (بدبخت) ان کي چئبو جيڪو ماءُ جي پيٽ ۾ مولا جي قهر
سان بدبخت لکايو ويو.

(77) اهو ايمان آڻڻ ته انسان ۾ سندس پڇاڙيءَ جي اهميت آهي. سعادت
۽ سخاوت خاتمي وقت ظاهر ٿيندي.

(78) معجزا نبين جا مڙئي حق آهن. عقائد جي ڪتابن ۾ اهڙو ذڪر ٿيو
آهي، ڪن ڏئي ٻڌو ته ولين جون ڪرامتون پڻ حق آهن.

(79) اهو ايمان ته مڙئي صحابه، سونهاري سرور ﷺ جا، نبين کان پوءِ
سڀني انسانن ۾ وڌيڪ ڀلا آهن.

(80) ملڪن جي مولىٰ هڪڙن صحابن کي ٻين کان ڀلو ڪيو آهي.

(81) انهن مان چار خليفا پاڪ ٻين مڙني صحابن کان ڀلا آهن.

(82) چئني خليفن مان سڀني مان وڌيڪ ڀلو حضرت صديق اڪبر آهي
جيڪو امت جو عالم آهي. ان کان پوءِ گهٽ ڀلو حضرت عمر
فاروق آهي. حضرت عمر عدالت ۾ اڳرو ۽ وصف ۾ بهادر، تنهن
کان پوءِ گهٽ ڀلو حضرت عثمان، جنهن جو ٻيو نالو حضرت
ذوالنورين آهي ان کان پوءِ گهٽ ڀلو حضرت علي شاه رضي الله
عنه، حيدرُ ڪرارُ جنهن جو سونهارو لقب آهي. ان کان پوءِ ٻيا
صحابه افضل ۽ اعلىٰ آهن.

(83) اهو ايمان آڻڻ ته اها جيڪا فضل جي ترتيب آهي سا دليل قطعي



سان ثابت آهي. اها ترتيب اجماع جي طريقي تي ثابت آهي، ۽ پڻ
متواتر حديثن ۾ ان جو ثبوت آهي. جيڪي حضرت خير الورىٰ
فرمايون آهن. جن عالمن اها دعوىٰ ڪئي آهي، ته اها ترتيب ظني
دليلن سان ثابت آهي، تن کان ڀل ٿي آهي؛ الله شل ڪين بخشي.
ڪتابن ۾ هن طرح لکيل آهي ته جيڪو حضرت علي کي حضرت
صديق کان ڀلو ٿو ڀانئي سو اهل سنت وٽ بدعتي چئبو ۽ حضرت
مرتضىٰ پنهنجي خلافت ۾ ممبر تي چڙهي ڪوفي جي شهر ۾
اعلان ڪيو ته جيڪو مون کي مؤمنن مان حضرت صديق ۽
حضرت عمر فاروق کان ڀلو چوندو، ان کي اَٿَ اسي ڪوڙا
هڻائيندس. اهو ڪوڙو ڪذاب ۽ غير معتبر آهي. ڪن ڪتابن ۾
اهو بيان آهي، ته اهو اعتقاد ڪرڻ، ته امير علي حضرت صديق کان
ڀلو آهي، ڪبيرو گناه آهي. عقائدن جي ڪتابن ۾ اهڙو تفصيل
آهي، ته چار خليفا حضرت زهرا ؓ کان گهٽ ڀلا آهن. ۽ پڻ ڀلا
آهن اهي بيبي خديجه رضي الله تعالىٰ عنها کان ۽ بيبي عائشه
رضي الله عنها کان ۽ حسنين کان پڻ گهٽ ڀلا آهن.

چئن خليفن کان پوءِ وڌيڪ ڀلا، نبيءَ نور جو اولاد آهن. اهو
ٻڌي ياد ڪجان. اهو اولاد نبيءَ جي پٽ مان بنا واسطي ظاهر ٿيو هجي،
يا بي بي فاطمه ؓ جو اولاد هجي. البته نبيءَ جي پٽ مان جو سندس
اولاد آهي، سي مڙئي ست سونهارا آهن. ٽي پٽ، چار نياڻيون ڪين
عنايت ٿيون ۽ بي بي زهرا جو اولاد عالم چون ٿا ته ٽي پٽ پنج نياڻيون.
پنج پاڪ ٿيا.

حضرت نور نبيءَ جي اولاد کان پوءِ گهڻو ڀلا ڇهه باقي عشره مبشره آهن. هڪ: حضرت طلحه پٽ عبدالله. ٻيو: حضرت زبير پٽ عوام. ٽيون: سعد پٽ ابي وقاص. چوٿون: حضرت سعيد پٽ زيد. پنجون: حضرت عبدالرحمٰن پٽ عوف. ڇهون: ابو عبيده پٽ جراح.

انهن ڇهن اصحابن کان پوءِ سڀ کان ڀلا سهڻي سرور جا بدري اصحاب چئبا. انهن کان پوءِ گهٽا ڀلا ٽن عقبن وارا اصحاب آهن جن جو تفصيل ڪوڙ وڏن ڪتابن ۾ بيان ٿيو آهي. انهن کان پوءِ گهڻو ڀلا اهي آهن، جن حديبيه جي موقعي تي ڪنڊي جي وڻ هيٺان محبوبن جي وهڻ وقت بيعت ڪئي. انهن کان پوءِ گهڻو ڀلا باقي صحابي آهن. جيڪي نبيءَ جا ٻنهه موچارا صحبتي آهن ۽ اصحابياڻين ۾ گهڻي ڀلي حضرت فاطمه زهرا بتول آهي، ان کان پوءِ گهڻي ڀلي سندس ماءُ ڪمال ۾ سيني کان اڳري، حضرت خديجه ڪبريٰ، ان کان پوءِ گهڻو ڀلي بي بي عائشه رضي الله تعاليٰ عنها آهي. هن قول تي عالمن جي فتويٰ آهي. ان کان پوءِ گهڻو ڀلا ٻيا حرم پاڪ آهن، جيڪي حضرت رسول جا حرم حرمت ۾ اڳرا آهن. انهن کان پوءِ ٻيون صحابياڻيون ڀليون آهن. پر اڳئين ڪلام منجهان اهو اشارو پروڙ جانءِ، ته حضرت زهراء، جن ٻيبين جو ذڪر ٿيو، تن کان ڀلي آهي، تيئن ٻيبيءَ جا پائر پڻ گهڻو ڀلا چئبا. جن جو گذريل ڪلام ۾ تفصيل گذريو. خديجه ڪبريٰ ڪانئس پويان جيڪي ٻيبيون ٿيون انهن کان ڀلي آهي ۽ انهن کان ٻه گهڻو ڀليون حضرت فاطمه جون ڀينر آهن. ۽ پڻ انهن کان گهٽا ڀلا بي بي فاطمه جا ٻار، ڏيئرون ۽ پٽڙا آهن. جيڪي نور، بنا واسطي



بي بيءَ کان ظاهر ٿيا. ۽ صحابن کان پوءِ گهڻو ڀلا تابعي آهن. جيئن حضرت رسول حديث مبارڪ ۾ فرمايو. تابعين کان پوءِ گهڻو ڀلا سونهارا تبع تابعي چئبا، جيڪي خوبين وارا آهن. جن جا ڪم اهل احسان وٽ موچارا آهن.

(84) چئن ڀلن خليفن جي خلافت اهل سنت ۾ پڌري ترتيب موجب ثابت ۽ حق آهي.

(85) شيخين جي خلافت، برڪت واري صفت آهي. ۽ ڪين تعظيم ۽ تڪريم ڏين ۽ پڻ حضرت صديق جي صحبت مڃڻ فرض آهي. جيڪو ڪامل مقتدا ۽ اڳواڻ آهي.

۽ تعظيم حضرت زهرا بي بي فاطمه جي ۽ تعظيم بي بي عائشه رضي الله عنها جي پڻ حق آهي. ۽ فرض منجهان آهي. جيڪو حضرت شيخن جي خلافت جو، يا ٻنهي مان ڪنهن هڪ جي خلافت جو انڪار ڪندو. سو بڇڙو بدڪار آهي. يا انهن ڏانهن بي ادب ٿئي، ته ٻه پنهنجو نقصان ڪندو، انهن جي بي ادبي ڪري يا انهن لاءِ اهڙا لفظ چئي، جيڪي سندن لائق نه هجن، ته اهو بدبخت پڻ بڇڙو بدڪار چئبو. يا دشمنيءَ ۽ دغا مان حضرت صديق جي صحبت نه مڃي. يا اهو بدبخت بغض مان ڪو گٿو لفظ چئي حضرت فاطمه بابت يا ڪو بدبخت شيطان بي بي عائشه بابت ڪو گهٽ وڌ ڳالهائي ته اهو ڪافر ۽ ايمان کان ٻاهر چئبو. انهيءَ قول تي عالمن جي فتويٰ آهي.

(86) ته مڙني نبين لاءِ دل سان بهشت جي شاهدي ڏيڻ جيڪي ڏٺيءَ جا پيارا آهن، ته اهي جنت ۾ پهريائين داخل ٿيندا. اهي دوزخ ڏانهن

هرگز نہ ويندا.

پر حديث ۾ هيءُ بيان آيل آهي تہ بهشت جي ڏهن خوشخبري مليلن لاءِ شاهدي پڻ ثابت آهي، ۽ جنت حضرت زهرا لاءِ پڻ ثابت آهي ۽ پڻ حضرت حسين لاءِ خير الوريٰ بهشت جي شاهدي ڏني. رسول ﷺ جن عبدالله بن سعود، جيڪو پلن مان سيني کان پلو آهي، تنهن لاءِ ۽ حضور جي بانگي حضرت بلال لاءِ ۽ عبدالله لاءِ جيڪو سلام جو پٽ آهي ۽ ثابت پٽ قيس لاءِ جيڪو صحابن منجهان آهي ۽ ڪلثوم پٽ هدم جي لاءِ، جو سچو صحابي آهي، انهن لاءِ بهشت جي شاهدي ڏني آهي، ۽ ٻين صحابن لاءِ پڻ ساڳيءَ طرح ثابت آهي تہ انهن کان رب پنهنجي فضل سان راضي ٿيو.

(87) بهشت جي شاهدي ڪنهن مقرر انسان لاءِ نہ ڏبي.

اهو ڪتابن موجب دين جو فرض آهي. پر اها شاهدي انهن پلن لاءِ ڏبي جن جي حق ۾ حضرت حبيب پنهنجي ڪلام ۾ جنت جي شاهدي ڏني. شافع ﷺ جن جو تعين ڪري شاهدي ڏني آهي. عقائدن جي ڪتابن ۾ آهي، تہ نبيءَ جا مڙئي اصحابي عدل وارا ۽ انصاف ۾ اڳرا هئا توڻي زاهد هئا يا دنيا وارا هئا. جيتوڻيڪ حضرت نبيءَ جي عهد کان پوءِ پاڻ ۾ جنگ بہ ڪيائون، ۽ جيتوڻيڪ اهڙا ٻيا ڪم بہ ڪيائون.

(88) مؤمنن تي فرض آهي تہ اصحابن جو ذڪر ڪنهن بہ ڪارڻ خير جي امرن ۽ ڪمن کان سواءِ هرگز نہ ڪجي.

صحابن پاڻ ۾ جيڪي جنگيون ڪيون، انهن جو سبب اجتهاد



کان سواءِ ٻيو نہ ڇئبو. ٻئي پاسا پاڪ پاڪيزه مومن مجتهد هئا. سيئي حق جا طالب هئا، نفس جي خواهش ڪنهن جي بہ نيت ۾ ڪانہ هئي. هر هڪ پنهنجي اجتهاد پٽاندڙ عمل ڪيا. مولىٰ جي آڏو حق هڪڙو آهي. سندس حضور ۾ حق ۾ تعدد ڪونهي. حق سندس آڏو صرف هڪ آهي، جنهن مجتهد جو اجتهاد حق جي موافق ٿيو، تنهن کي مون ڏٽي بہ پورا اجر ڏيندو، ۽ ڪريم جي ڪرم سان گناهہ کان آجو ٿيو. جنهن مجتهد جي اجتهاد ۾ خطا ٿي وئي. الله وٽ جيڪو حق آهي سو ڪيس ماڳهين هٿ نہ آيو تہ اهڙي مجتهد جو هڪ اجر آهي. گناهہ کان اهو بہ الله جي احسان سان آجو ٿي ويندو. حديث شريف ۾ اهو تفصيل آيو آهي تہ صحابن جو چڱيءَ طرح سان ادب ڪريو تہ الله، سندس رسول، نبيءَ جا اهلبيت ۽ سندس اصحاب راضي ٿين.

(89) اهو بہ وڏن فرضن مان آهي تہ نبيءَ جا اهل بيت سونهارا خير الوريٰ جي برڪت سان پيلارا هئا.

حديثن ۾ هن طرح مذڪور آهي تہ منهنجو اهل بيت امت لاءِ امان آهي. انهن نورن جو حديث ۾ مثال آيو آهي تہ: اهل بيت جو مثال حضرت نوح جي ٻيڙيءَ مثل آهي، ان ۾ جيڪي چڙهيا سي ٻڏڻ کان بچيا، ٻڏڻ کان نجات پاتائون ۽ طوفان جي قهر کان بچيا. جيڪو ان ٻيڙيءَ کان پاسي رهيو، سو ٻڏي مرندو، بنهہ ڪو نہ ڇٽندو. عقائد جي ڪتابن ۾ آهي تہ اهل بيت منجهان جيڪي صحابہ آهن، جيئن حضرت علي، حسنين ۽ بيبي فاطمہ سي اهل بيت ۾ انهن سيني کان گهڻو پلا چئبا ۽ اهل بيت مان جيڪي تابعي آهن، سو انهن اهل بيتن کان گهڻو

ڀلا چئبا، جيڪي تبع تابعي آهن ۽ اهل بيت مان جيڪي تبع تابعي آهن، سي انهن اهل بيت کان گهڻو ڀلا آهن، جيڪي انهن کان پوءِ ڪريم جي ڪرم سان اهل بيت رسول ۾ شامل ٿيا.

(90) مؤمنن تي هيءُ عقيدو رکڻ فرض آهي، ته حضرت محمد خير الانبياء جي امت اڳوٽين مڙني امتن کان گهڻو ڀلي آهي.

(91) ڀلاري امت حضرت احمد ﷺ جن جي گمراهيءَ تي ڪڏهن به گڏ نه ٿيندي. حڪمن ۾ انهن کان ڪڏهن به خطا نه ٿيندي (اجتماعي طور انهن کان خطا نه ٿيندي).

(92) 92- اهو امر به فرض آهي ته حضرت احمد ﷺ جي امت جو اجماع بنا گمان جي حجت قطعي آهي.

(93) اهو اعتقاد ڪرڻ ته انبياء ڀلارا قبرن ۾ جيئرا آهن.

انهن ۾ نماز به پڙهن ٿا ته روزا به رکن ٿا. ڪعبة الله جو حج به پڙهن ٿا ۽ لبيڪ به چون ٿا. انهن جي قبرن ۾ به اهڙي ئي حياتي آهي، جهڙي دنيا ۾ سندن حياتي هئي. پر اهي اسان جي ڏسڻ کان پري آهن. جيئن ملائڪ ۽ جن ۽ جيئن ڪراماً ڪاتبين اسان جي ڏسڻ کان پري

ڀانهه = ٻاهر. ميڙاني = متحد، متفق.

آهن. يا جيئن مڙئي روح آهن، جيڪي ڪڏهن به ڪنهن نه ڏٺا آهن. البته شهيدن جي حياتي معنوي آهي. انهن جي حياتي نبين جي حياتيءَ جهڙي ناهي ۽ ولين توڙي ڪن عالمن جي حياتي پڻ معنوي حياتي آهي، دنيا جي حياتيءَ جهڙي ناهي. حديثن شريفن ۾ بيان آهي، ته ڀلارا



نبي جيڪو ڏسن سو سڄو سونهارو نسورو حق آهي ۽ الله جي طرفان وحي آهي، اهڙيءَ طرح ڪنهن امتيءَ جو سڄي طريقي سان ڪنهن ڀلاري نبيءَ کي ننڊ ۾ ڏسڻ آهي، ننڊ جي حالت ۾ جيڪو ڏسي سو حق آهي. شيطان کي هرگز ڪڏهن به اها طاقت ڪانهي، ته پنهنجي صورت انبيائن جهڙي، ملائڪن جهڙي، ڪتابن جهڙي، جيڪي نبين تي لٿا يا ڪعبي جهڙي، جيڪو الله جو ڀلو گهر آهي، بنائي سگهي. شيطان کي اهڙين صورتن ناهڻ جي طاقت ڪانهي. مٿي اڳ ۾ ايمان جي صفتن ۾ لکيو هئم ته ايمان جي ڀهرين صفت آهي ته پنهنجي اکين سان ذات پاڪ کي دنيا ۾ جاڳندي ڏسڻ عقلي لحاظ کان جائز آهي. پر اهو امر ڪنهن مخلوق لاءِ واقع ڪونه ٿيو آهي. جو الله کي ان طرح دنيا جي جهان ۾ ڏسي سگهي. نبي هجن، ولي هجن يا ڪي ٻيا هجن. پر اهو دنيا جي جهان ۾ ڏسڻ حضرت احمد ڄام کي حاصل ٿيو، جيڪو عالم جو امام آهي. پر رب پاڪ جو ننڊ جي حالت ۾ دنيا جي جهان ۾ بنا صورت، بنا ڪيفيت، بنا جهت، بنا مڪان ۽ بنا مثال جي ڪن وڏن درجن وارن ولين لاءِ ڏسڻ به ثابت سمجهجانءِ. نه ته اهڙي دعويٰ ماڻهين صحيح ناهي، ته مؤمن آخرت ۾ رب کي ڏسندا. اهو حق آهي قرآن مان ثابت آهي. پر مؤمن رب کي بنا صورت، بنا مثال، مڪان ۽ جهت جي مٿي جي اکين سان، بنا ڪيفيت جي ڏسندا. مؤمن! دين جا مسئلا ٻڌي ياد ڪجانءِ.

(94) مؤمنن مٿان فرض آهي ته شيخين کي مڙني صحابن کان ڀلو چون. حضرت ابوبڪر ۽ حضرت عمر رضي الله عنهما کي

شيخين چون ٿا.

(95) هيءُ عقيدو رکڻ فرض آهي ته ’ختنين‘ کي دل سان دوست رکؤن. امير عثمان ۽ امير علي رضي الله عنهما ٻئي ختنين آهن.

(96) اهو اعتقاد رکڻ فرض آهي ته موزن تي مسح ڪرڻ حق ثابت آهي.

(97) ايمان وارن تي رب جو فرض آهي ته اهل بيت سان محبت رکن جيڪي ڏٿيءَ جا پيارا آهن.

(98) صحابن جي محبت پڻ فرض آهي، مڙني صحابن ڏانهن محبت ۽ دل صاف رکڻ گهرجي.

(99) جمعي جي نماز فرض آهي الله وٽان.

قرآن تنهنجي فرضيت لاءِ لٿو آهي، عقائد جي ڪتابن لکيو آهي ته فرض نمازن ۾ جماعت پڻ حق آهي. حديثن سان انهن جي حقيقت ثابت آهي، عالم سڳورا کي سنت موڪده چون، ته ڪي واجب چون. پر وجوب جي قول تي فتوا لکي اٿن ۽ رمضان ۾ تراويحون پڻ حق ڄاڻجانءِ. اهي زالن توڙي مڙسن لاءِ سنت مؤڪده آهن.

(100) هيءُ اعتقاد فرض آهي دل سان ٻڌو! ته نبيءَ جو درجو مڙني ولين کان مٿي آهي. ڪوبه ولي هرگز ڪنهن نبيءَ جي رتبي کي پهچي نه ٿو سگهي. بلڪ هر هڪ نبيءَ جي اها صفت آهي ته اهو مڙني ولين کان پلو چئبو، ولي چو نه حضرت محمد جي امت جا هجن يا اڳين امتن جا هجن. جيڪڏهن ڪو ان جي ابتڙ چوي ۽ وليءَ جو رتبو ڪنهن نبيءَ کان مٿاهون سمجهي ته اهو ڪافر آهي، اهو ملحد ۽ بدڪار آهي.



(101) هيءُ به فرض ٿا چون: ته قرآن ۽ حديث جي نصن جو ظاهر مطلب وٺبو. نصن جي معنيٰ، غير ظاهر ڏانهن، بنا ڪنهن اهڙي دليل جي نه ڦيرائبي، جيڪو غير ظاهر هجي. ظاهر معنيٰ ڪڏهن به ڇڏڻ جائز ناهي، ها جڏهن غير ظاهر معنيٰ لاءِ دليل قائم ٿي وڃي تڏهن ان نص منجهان غير ظاهر معنيٰ وٺڻ جائز آهي، جيڪو بنا دليل

ڏٿا = پيارا، لاڏلا. وَڏا نويهون = نوانويهون.

جي نصن جا ظاهر مطلب ڦيرائي سو مردود، ملحد ۽ بدڪار آهي. عقائد جي ڪتابن ۾ بيان آهي: ته مئلن ڪاڻ خيرن جو صدقو ڏيڻ، تن جي حقن ۾ دعا ڪرڻ، چڱن عملن جو ثواب بخشڻ، جيئن: قرآن پڙهڻ، صلوات پڙهڻ. ان ۾ مري ويل مؤمنن لاءِ گهڻو فائدو آهي. اهي امر حديثن مان ثابت آهن. انهن نصن کي ظاهر معنيٰ کان نه ڦيربو.

(102) اهو فرض آهي ته هيءُ عقيدو آهي ته دنيا جي جهان ۾ جيڪو ايمان سان مرندو، سو دوزخ ۾ هميشه نه رهندو. ننڍا گناهه ڪري يا وڏا، پر جي ڪفر تي مئو، بدين تي خاتمو ٿيس ته هميشه دوزخ ۾ رهندو.

(103) عالم چون ٿا ته اهو اعتقاد ڪجي ته ڪافرن جو دوزخ مان هميشه نڪرڻ هرگز درست ناهي. بهشت ۾ اهي داخل نه ٿيندا، دوزخ انهن جي جاءِ آهي.

(104) منهنجو ڏٿي ڪنهن جو به عمل ضايع نه ڪندو. عمل کي لڪائجي، اظهار نه ڪجي.

ٻانهي جا ڪيل عمل جيڪڏهن چڱا آهن تہ انهن جو ان ڪي فضل جي عنايت سان ثواب ڏيندو. جيڪڏهن ٻانهي ڪي بڇڙا عمل ڪيا تہ ان ڪي مولىٰ مختار عذاب ڪندو. گناهہ جي مطابق ان ڪي سزا ڏيندو: جيڪڏهن ان جي حق ۾ عدل ڪندو، پر جي ساڻس فضل ڪندو تہ جيئن گهرندو تيئن ڪيس معاف ڪري ڇڏيندو. رب جي مٿان ڪو بہ جبر ڪونهي، جيڪو گهري سو ڪري. عقائد جي ڪتابن ۾ اهڙو بيان آهي، تہ مؤمنن تي اهڙو اعتقاد ڪرڻ حق آهي، تہ چئن مذهبن جا امام، شريعت جا رهبر، رهنما ۽ هادي آهن. اهي سڀ سونهارا حق جا طالب آهن. الله ڪين ڪامل اجتهاد عطا ڪيو آهي. تن جي اجتهاد جو تڪليفون ضايع نہ ٿينديون.

(105)مجتهدن مٿان فرض آهي تہ قرآن ۽ حديث جي نصن منجهان ائين احڪام ڪڍن جيئن علم اصول ۾ ان جو ذڪر آهي. ان علم اصول جو نالو آهي ”اصول فقهہ“.

(106) اهو اعتقاد ڪرڻ تہ هر ڪنهن جي مٿان شريعت جي حڪمن ۾ پنهنجي مجتهد امام کان سواءِ ٻئي مجتهد جي تقليد ڪرڻ حرام آهي. اهو ئي مشهور قول آهي، عالم لکن ٿا.

(107)مقلد تي پنهنجي مجتهد جي پيروي ڪرڻ فرض آهي، اهو مقلد عامي هجي يا عالم غير مجتهد هجي، يا مجتهد مطلق نہ هجي.

(108)اهو اعتقاد فرض آهي تہ مقلدن مان ڪنهن کي بہ چئن مذهبن کان ٻاهر وڃڻ درست ناهي. ان تي اجماع ثابت آهي.

(109)هن امت مان جيڪو هڪڙي چڱائي ڪندو، تنهن کي ڏهہ اجر



ملندا. ان کان مٿي جيڪو ڪيس ملندو سو رب جي عطا آهي. البتہ ڏهن اجرن کان گهٽ ڪنهن کي بہ نہ ملندو. هيءُ ايڏو وڏو شرف شفيع ﷺ جن جي ڪري دنيا ۾ ٿيو، نہ تہ اڳوڻين امتن ۾ هيءُ حڪم هو تہ هڪڙي چڱائيءَ ۽ هڪڙي برائيءَ جي هڪڙي جزا ۽ سزا آهي، هن امت توڙي اڳين امتن ۾. اهو حڪيم جو حڪم هاڻي تائين جاري آهي.

(110)اهو اعتقاد ڪرڻ فرض آهي تہ هڪڙيءَ مَنائيءَ يعني برائيءَ جي هڪڙي سزا آهي، هن امت توڙي اڳين امتن ۾. اهو حڪيم جو حڪم هاڻي تائين جاري آهي.

(111)اهو اعتقاد فرض آهي تہ سچي توبهہ گناهن کي ڇاڻي ٿي. گناهہ صغيرا هجن يا ڪبيرا، ڪفر جي قسم جا هجن يا ٻيا.

(112)خوف وقت ايمان قابل ناهي. جيئن: فرعون جو ايمان، جيڪو ملحد مردود هو. پر خوف وقت ڪفر کان سواءِ ٻي توبهہ قبول ٿيڻ ۾ اختلاف آهي. پر ڪتابن ۾ وڌيڪ صحيح قول اهو آهي تہ قبول ٿيندي. البتہ ڪفر جي قسم جي توبهہ خوف وقت بنهہ قبول ناهي. عقائد جي ڪتابن ۾ آهي تہ عصمت نبين جو خاصو آهي اها ٻئي ڪي نہ ٿي جڳائي. تنهن ڪري معصوم جو لفظ نبين کان سواءِ ٻين لاءِ نہ چئبو. نبين کان سواءِ ڪنهن بہ سونهاري مؤمن لاءِ چونہ اهو اهل بيت مان هجي. چو نہ صحابن منجهان هجي. چو نہ حسنين ڪريمين هجن، معصوم جو لفظ نہ چئبو. جيڪا معنىٰ سنڌيءَ ۾ طهارت جي آهي.

مون اڳ جيڪي فرض اعتقادي لکيا سي ليکي ۾ ٽي سؤ تيرهن ٿيا. تن مان ٻه سؤ اٺويهن جو ايمان جي ستن صفتن سان تعلق آهي. جن جو انهن سان تعلق بنهہ ڪونهي سي سؤ تيرهن اعتقادي فرض ٿيا. ٻن قسمن جو بيان اڃي پورو ٿيو. جيڪي پهرئين ڪتاب ۾ مولىٰ جي فضل سان آنداسون. هاڻي ٻيو قسم اچي ٿو، تنهن کي پنهنجي فضل سان فقير کان قبول ڪري، ۽ هن بندي جا پنهنجي احسان سان الله گناهہ بخشي. دنيا جي جهان مان هن ڪلمي سان لڏائي:
لا اله الا الله محمد رسول الله ﷺ.

جانڪنتيان = هاڻي تائين، اجا تائين.



ڪتاب ٻيو

## عملي فرضن جو بيان

ٻيو ڪتاب عملي فرضن جي بيان ۾ آهي، ٻڌي ياد ڪجو، ته رب جي رحمت ڪان جهان ۾ روشناس ٿيو. فرض عملي جا ٻه قسم آهن. هڪڙا انهن مان بنا ڪنهن شڪ شبهي جي عام آهن، جن جو رحمان مڙني مڪلفن کي پابند بنايو آهي. ٻيا انهن مان اُهي آهن، جيڪي ڪن سان خاص آهن. جيئن: حيض ۽ نفاس جا فرض، جيڪي زالن سان خاص آهن. ۽ موزن جي مسح جا فرض جن جو بيان واضح آهي. ٻئي قسم جو مثال پڙري نشان وارو آهي ۽ جيئن پاڪائيءَ جا فرض پليتن لاءِ آهن.

ميان هاڻي مون ڪان فرض عملي ٻڌ، جيڪي ليکي جي لحاظ ڪان نو سؤ ٽيهہ آهن. انهن کي ٻه قسم ٿو ڪريان من سالڪ ٻڌي. هڪڙو قسم رب 'ديان' وٽان فرض عين آهي، ٻيو قسم آهي فرض ڪفايہ. ان جي بيان ڪرڻ خاطر ان جا ٻه باب ڪيا اٿم.

باب پهريون

### فرض عين جي بيان ۾:

انهن مان ٽي سؤ چوڏهن جو ذڪر ڪيو اٿم، جڏهن ته شريعت جا فرض عين ان ڪان ٻه مٿي آهن. پر هن رسالہ ۾ ايترا ذڪر ڪيا اٿم. پهرئين باب ۾ انهن کي ٻن قسمن ۾ ڪيو اٿم. پهريون قسم انهن جو

آهي، جيڪي پنجن بنائن سان ظاهر ظهور تعلق وارا آهن. جن جو نالو ”اسلام جون پنج بنائون“ مشهور آهي. انهن مان ٻيو قسم اهڙو آهي، جن جو پنجن بنائن سان تعلق ناهي.

**باب پهرئين جو پهريون قسم:**

اهي فرض عين آهن، جيڪي رڪنن جي تعلق وارا آهن.
جيڪي اسلام جي پنجن ظاهر ظهور بنائن سان تعلق وارا آهن.

(1) دل ۾ ويهارجانءِ ته پنجن بنائن مان پهرين آهي موليٰ جي هيڪڙائيءَ جي زبان سان شاهدي ڏيڻ، ۽ پڻ خير الوريٰ جي رسالت جي شاهدي ڏيڻ، صدق جي طريقي ۽ دل جي اعتقاد سان.

(2) نماز قائم ڪرڻ.

(3) رمضان جا روزا رکڻ.

(4) زڪوات ڏيڻ.

(5) حج ڪرڻ، موليٰ جي حڪم سان فرض آهي.

پر ٽي پهريان هر هڪ مؤمن عاقل بالغ تي حڪيم جي حڪم سان، اهي غني هجن يا فقير، فرض آهن. پر ٻه پويان فرض حج ۽ زڪوات صرف شاهوڪارن تي فرض آهن. فقيرن تي اهي هرگز فرض ناهن. بلڪ شاهوڪارن مان جيڪي عاقل بالغ هوندا تن تي اهي فرض آهن.

ان ڪان پوءِ تون اهو ڄاڻ ته پنجن رڪنن جا ڪي فرض اهڙا آهن جن جو انهن پنجن رڪنن سان تعلق آهي ۽ ڪي فرض اهڙا آهن،



جيڪي پنجن رڪنن جي شرطن سان تعلق رکن ٿا. جيئن: وضوءَ جا فرض، جيڪو نماز جو شرط آهي. ان ڪري پهرئين باب جو پهريون قسم ارڙهن فصلن ۾ ورهائي پاڱا ڪيو اٿم.

## پهريون فصل

### وضوءَ سان تعلق رکندڙ فرضن جي بيان ۾

موچارا مؤمنو! انهن جو بيان ٻڌو، ته وضو نمازن ۽ ٻين شين لاءِ فرض ٿيو آهي. جن جو بيان ڪتابن ۾ پڙرو ٿيل آهي. وضوءَ جا مڙئي فرض ستونجاهه آهن. جن ڪي هن ڪان پوءِ بيان ڪندس.

اهل اسلام تي وضو سارڻ نون ماڳن تي فرض ٿيو آهي ۽ وضوءَ جي فرضيت جا سترهن سبب آهن. ان ڪري وضو ۽ ان سان متعلق فرض ليکي سان ٽياسي ٿين ٿا. پهريائين ستونجاهه فرضن جو بيان ڪريان ٿو. ماڳن ۽ سببن جو ان ڪان پوءِ بيان ڪندس.

(1) منهن ڌوئڻ.

(2) ٻانهون ڌوئڻ، آڱرين جي مٿن ڪان ٺونٺنين تائين.

(3) مٿي جو ڪجهه حصو مسح ڪرڻ آلي هٿ سان.

(4) اهو ڪجهه حصو چوٿين پتي مٿي جي آهي، صحيح قول هن طرح آهي.

(5) پيرن جو ڌوئڻ، ان شخص لاءِ جنهن موزا نه پاتا آهن. پيرن ۾ ٻه پورا موزا پاتائين ته ان تي موزن جي مسح فرض ٿي ويندي. ان ڪي الله ڌوئڻ جي جڳهه تي رکيو آهي.

(6) ڪاڏيءَ ۽ ڳلن مٿان ڏاڙهي جي جڳهه پهريون پيرو ڌوئڻ فرض آهي.

(7) جن جي ڏاڙهي ڇدڙي آهي تن جي ڏاڙهيءَ جي اندران ۽ ٻاهران کاڏيءَ ۽ ڳلن برابر حصي کي ڌوئڻ فرض آهي. پر ڇدڙيءَ ڏاڙهيءَ جي ڪاڏيءَ سڄيءَ توڙي چوٿين حصي تي صحيح قول مطابق مسح ڪرڻ بنهہ ڪافي ناهي. ڪتاب بحر ۽ امداد الفتاح توڙي ٻين ڪتابن ۾ اهڙو مذڪور آيل آهي.

(8) جنهن جي ڏاڙهيءَ جا ٻہ قسم آهن ڪجهہ حصو گهاٽو ۽ ڪجهہ ڇدو آهي تہ ان جي حق ۾ فرض اهو آهي تہ گهاٽي حصي کي پهريون پيرو ڌوئي ان کي اندران ڌوئڻ جي ڪابہ ضرورت ڪانهي، جيڪا ڇدي آهي ان کي اندران ٻاهران ٻنهي طريقن سان ڌوئي. ابن الشحنہ ان کي شرح هدايہ ۾ آندو آهي.

(9) هيٺئين چپ جا وار گهاٽا هئڻ جي صورت ۾ صرف مٿان ڌوئڻ فرض آهي اندران نہ.

(10) هيٺئين چپ جا وار (عنفقي) ڇدا هئڻ جي صورت ۾ اندران ٻاهران ڌوئڻ فرض آهي.

عنفقي يعني هيٺئين چپ جي وارن جو بہ ڏاڙهيءَ وارو حڪم آهي. عنفقو اهڙن وارن جو نالو آهي، جيڪي هيٺئين چپ مٿان حڪيم جي حڪم سان ڄمن ٿا.

(11) اهڙو ئي هيءُ فرض بہ ٻڌي ياد ڪجان تہ گهاٽن مڇن جو پڻ گهاٽي عنفقيءَ وارو حڪم آهي.

(12) ڇدين مڇن جو پڻ اهڙو ئي حڪم آهي، جهڙو ڇدي عنفقيءَ جو.

(13) گهاٽن ڀُرن جو پڻ اهڙو ئي حڪم آهي جهڙو گهاٽي عنفقيءَ جو.



(14) ڇدن ڀُرن جو پڻ اهڙو ئي حڪم آهي جهڙو ڇدي عنفقيءَ جو.

(15) نوننين جو ڌوئڻ پڻ فرض آهي.

(16) ڀرين جو ڌوئڻ پڻ فرض آهي.

(17) ان جڳهہ جو ڌوئڻ پڻ فرض آهي جيڪا ڪنن ۽ عذار جي وچ تي آهي. عذار ان جڳهہ جو نالو آهي جتي ڏاڙهيءَ جا وار ڄمن ٿا. وچ تي وار بيٺل هجن يا نہ ئي هجن.

(18) اهو هنڌ ڌوئڻ جيڪو اڳين پرن وچان، اکين مٿان ۽ پرن هيٺان آهي.

(19) نڪ جي چوٽي جنهن کي عربيءَ ۾ وَتَرُ تا چون چپن جي مٿان ان کي ڌوئڻ فرض آهي.

(20) چپ پڪوڙڻ کان پوءِ جيڪي ظاهر حصا چپن جا آهن، تن کي ڌوئڻ فرض آهي.

(21) هٿ مان سوڙهي منڊي لاهڻ يا پنهنجي جاءِ تي چورڻ فرض آهي.

(22) سوڙهي ٻانهين (چوڙي - ڪنگڻ) چورڻ يا لاهڻ فرض آهي. انهن ٻنهي جو چورڻ يا لاهڻ ان سبب ڪري آهي تہ پاڻي سڄي جسم کي پهچي.

هِنِئونُ پنجاٽان = هن کان پوءِ. اِنِهُو پُنجاٽان = انهيءَ کان پوءِ. هَري ٿئل = آلي ٿيل. پهري پارا = پهرئين پيري. هَرئو = آلو. منجهان = اندران. اَٽِن تا = ڄمن ٿا.

(23) آڱرين جو آلن هٿن سان خلال ڪرڻ، هٿ جون هجن يا پيرن جون، ساري سمجهہ سان ڪرڻ فرض آهي: جيڪڏهن جسم ڌوئڻ وقت انهن کي پاڻي نہ پهتو هجي تہ. پر جي گوشت سببان آڱريون ڳنڍيل هجن تہ پاڻي نہ رسڻ سببان انهن جو خلال فرض نہ چئبو.

(24) پچين هينان پاٽي پهچائڻ جيڪي اکين کان ٻاهر پاسن کان پيون آهن.

(25) اکيون ٻه پاسا ساري سنيالي ڌوئڻ فرض آهي.

(26) هٿ ۾ جيڪا زائد آڱر هجي ان جو ڌوئڻ به فرض آهي، ۽ زائد هٿ جو ڌوئڻ پڻ فرض آهي، ۽ زائد پير جو ڌوئڻ پڻ فرض آهي، اهڙيءَ طرح جيڪي ٻه اهڙيون شيون آهن جيڪي اهڙي جڳهه تي پيدا ٿيون آهن جن جو ڌوئڻ فرض آهي. تن جو ڌوئڻ فرض آهي.

(27) ڦٽ واريءَ جڳهه تي آلو هٿ مکڻ (مسح ڪرڻ) به فرض آهي. ڦٽيل جسم مٿان بنا جبيرة جي مسح ڪرڻ فرض آهي؛ جيڪڏهن ڦٽ جي ڌوئڻ ۾ ڪو نقصان هجي ته. "جبيرة" اهڙين ڪاٺين کي ٿا چون جيڪي ڦٽ مٿان ٻڌجن ٿيون.

(28) آلو هٿ جبيرة تي مکڻ پڻ فرض آهي. جيڪڏهن ڦٽ يا پٽيءَ مٿان ڌوئڻ سان يا مسح ڪرڻ سان نقصان ٿو ٿئي، ته مک ڪجي؛ پر جڏهن جبيرة ۽ پٽيءَ تي مسح ۾ ڪو ايذاءُ نه هجي.

پر جيڪڏهن چيڙي ۽ پٽيءَ تي مسح ۾ پڻ ڏکيائي آهي، ان سببان ماڻهوءَ کي نقصان ٿئي ٿو يا ان جڳهه تي مسح ۾ ته ڪو نقصان ڪونهي؛ پر ان پٽيءَ کي ڇوڙڻ ۾ نقصان ٿئي ٿو. جيڪڏهن چيڙي ڇوڙڻ ۾ نقصان ٿئي ٿو يا ڇوڙڻ ۾ نقصان نه ٿو ٿئي؛ پر موٽائي ان کي ٻڌڻ ممڪن ناهي، ڇوڙڻ کان پوءِ ڦٽ تي ٻڌي نه سگهجي يا ڦٽ اهڙي جڳهه تي آهي جتي پٽي ٻڌڻ ممڪن ناهي، جيئن نڪ يا ڪن جو اهو اندريون حصو جنهن جو غسل وقت ڌوئڻ فرض آهي، ان اندرئين



جاءِ جو ڌوئڻ توڙي مسح ۾ واضح نقصان آهي، ته انهن چئني صورتن ۾ ڌوئڻ فرض ناهي. پر چئني صورتن مان پهرين صورت ۾ ان جاءِ جو مسح پڻ فرض نه چئبو، ته چيڙيءَ ۽ پٽي تي مسح پڻ فرض ناهي. ٻي صورت جو حڪم اهو آهي ته جنهن جڳهه جو ڌوئڻ فرض نه چئبو. چيڙيءَ ۽ پٽي تي مسح پڻ فرض ناهي. ٻي صورت جو حڪم اهو آهي ته جنهن جڳهه جو ڌوئڻ فرض ناهي، تنهن جڳهه جي مسح ڪرڻ پڻ ڪڏهن به فرض نه چئبي؛ پر ان صورت ۾ چيڙين ۽ پٽيءَ تي مسح فرض آهي. ٽين صورت جو پڻ اهو حڪم آهي ۽ چوٿين صورت ۾ به جنهن ماڳ جو ڌوئڻ فرض ناهي، تنهن کي مسح ڪرڻ بنهه فرض ناهي ۽ پٽيءَ ۽ چيڙيءَ تي پڻ فرض ناهي. اهو عضوو شريعت جي حڪم ۾ ناهي جنهن تي چيڙي ۽ پٽي ٻڌڻ ممڪن ناهي.

(29) وضوءَ جي عضون مان جنهن جا گهٽا عضوا، صحيح ۽ چڱا ڀلا هجن، انهن مان ٿورڙا ڦٽيل هجن. ان جي حق ۾ اهو طريقو فرض آهي ته چڱن ڀلن عضون کي ڌوئي ۽ ڦٽيل عضون جي مسح ڪري. آلن هٿن سان ضرورت جي سببان.

(30) جيڪڏهن مٿين صورت ۾ عضون مٿان مسح نه ڪري سگهي ته چڱن ڀلن عضون جو ڌوئڻ فرض ۽ ڦٽيل عضون جي پٽيءَ ۽ چيڙيءَ تي مسح ڪرڻ، جيڪڏهن ممڪن هجي ته فرض آهي، جي ممڪن نه هجي ته ڌوئڻ توڙي مسح ڪرڻ ٻئي قسم معاف ٿيا.

(31) انهن مان پروڙجاڻ ته جنهن شخص جا چڱا ڀلا عضوا ۽ ڦٽيل عضوا برابر هجن ته ان جو حڪم ائين آهي جيئن اٽيهه ۽ ٽيهه

۾ لکيم.

هتي اهو تفصيل جاري ڪج جيڪو بيان ڪيم. پر ڪتاب امداد الفتاح هن طرح لکيو آهي ته برابريءَ جي صورت ۾ اهو به

ڳريا = ڳرانڙي ڪنن ۽ ڏاڙهيءَ جي پٽيءَ ڪان هيٺ واري جڳهه. ٻانهين = چوڙي، ڪنگڻ وغيره. انگري مجروح مٿي = ڦٽيل جسم مٿان.

صحيح آهي ته مڙني عضون جو پاڪ مٽيءَ سان تيمم ڪري. تن مان ڪنهن کي به هيج منجهان ڌوئي نه جيتوڻيڪ وضوءَ ۽ غسل جيترو پاڻي موجود به هجي.

(32) جنهن شخص جا مڙئي عضوا ڦٽيل آهن. يا اڪثر ڦٽيل آهن. تنهن جي حق ۾ تيمم فرض آهي. ان کي سندس چڱا ڀلا عضوا ڌوئڻ ڪم نه ايندا. اهو بيڪار ۽ بي سود ٿيندو. چڱن ڀلن عضون توڙي ڦٽيل عضون جو تيمم سيني کي ڪافي ٿي ويندو.

هيءُ سڄو امام اعظم جو مذهب آهي. امام شافعيءَ جي مذهب ۾ چون ٿا ته هيءُ حڪم آهي ته چڱن ڀلن عضون جو ڌوئڻ فرض آهي، ۽ ڦٽيل عضون جو تيمم فرض آهي، منهنجو رب رحمت ڪرين پنهنجي فضل سان. پڻ اهڙي صورت ۾ چڱن ڀلن عضون جو ڌوئڻ ۽ ڦٽيلن جي مسح ڪرڻ درست نه چئبو. عالم ان امرتي متفق آهن. وضوءَ جي عضون ۾ جيڪو تفصيل گذريو اهوئي تفصيل غسل وقت به ٿيندو، انهن جو بيان هن پنيان اچي ٿو. غسل جي فرضن جي بيان ۾.

(33) ان جو بيان هيءُ آهي ته جنهن شخص جا ٿورڙا عضوا ڦٽيل هجن ۽ گهڻا عضوا چڱا ڀلا هجن: پر ان کي ڦٽ ٻنهي هٿن ۾ هجي:



هٿن کي پاڻيءَ جي سببان نقصان ٿو پئي، ته اهڙي ماڻهوءَ جي حق ۾ تيمم فرض آهي: جيڪو مڙني عضون لاءِ ڪافي ٿي ويندو. چڱن ڀلن عضون کي ڌوئڻ ۽ ڦٽيلن کي مسح ڪرڻ جو ڪوبه فائدو ڪونهي: اهو امام اعظم جو مذهب مبارڪ آهي، ۽ پڻ چڱن ڀلن عضون جو ڌوئڻ ۽ ڦٽيلن جو مسح ڪرڻ درست ناهي.

(34) سڀ عضوا جن جو ڌوئڻ الله پاران فرض ڪيو ويو آهي تن جو ميڙڻ فرض آهي ته جيئن انهن جي ڌوئڻ ڪان ماڻهو رهجي نه وڃي. جي انهن مان ڪو ماڳهين رهجي ويو، تر جي داڻي جيترو

ضرر = نقصان، ضرر. پاڻ منجهيءَ نڪ جو = نڪ جو اندريون پاسو. منجهي پار ڪن ڪان = ڪن جي اندرئين پاسي کان. هيج = محبت، سڪ.

يا سئي جي مٿي جيترو، عضون مان ڌوئڻ ڪان رهايو هوندائين ته ان جو وضو ماڳهين درست نه ٿيندو.

(35) وضوءَ جي فرضن مان الله جي حڪم سان هيءُ به فرض آهي ته مؤمن پنهنجي عضون تان اهڙي شيءِ لاهي ڇڏي جيڪا پاڻي رسڻ ڪان روڪيندڙ هجي. جيئن ڳوهيل اٽو، ميڻ، مڇيءَ جو ڇلر جيڪو لڱن کي لڳو آهي يا ڪابه اهڙي شيءِ، جنهن جي سببان وضوءَ وقت لڱن کي پاڻي نه پهتو ته اهو وُضو هرگز صحيح نه ٿيندو.

(36) جنهن شخص جي هڪڙي ٻانهن آهي، ٻي ماڳهين موجود ڪانه اٿس يا ڪنهن شخص جو هڪڙو پير آهي، ٻيو ڪونه اٿس، ته ان جي حق ۾ اهو فرض آهي ته هڪڙو پير ڌوئي ۽ هڪڙي ٻانهن.

ان مٿان ٻئي جي ڌوئڻ جي ذميواري لهي ويندي.

(37) جنھن شخص جو ٻانهہ يا پير مان ڪو هڪ عضوو وڍيل آهي، پر پير يا ٻانهہ مان ايترو بچيو اٿس جنھن جو وضوءَ سببان ڌوئڻ فرض ٿئي ٿو، تہ ان جي حق ۾ اهو فرض ٿا لکن تہ بچيل عضوي کي ڌوئي ۽ ان تان پاڻي وهائي ۽ جيڪڏهن ان جو پير مُرين جي مٿان وڍجي ويو يا ڪنهن جي ٻانهہ نونڻ کان مٿي وڍجي وئي تہ ان عضوي جو ڌوئڻ لهي ويو ۽ ڪوبہ فرض ماڻهوءَ تي رهجي نہ ويو.

(38) فرض جيڪو آهي ان جو تون بيان ٻڌ: تہ جنھن شخص جون ٻئي ٻانهون نوننين کان وڍيل هجن ۽ ان جا ٻئي پير مرين کان وڍجي ويل هجن تہ ان جي حق ۾ وضوءَ جي عضون مان فرض، منهن ڌوئڻ ۽ مٿي جي مسح ڪرڻ آهي. پر غسل جي عضون مان ٻانهن ۽ پيرن کان سواءِ جيڪي بہ عضوا آهن تن سيني جو ڌوئڻ فرض آهي. پر اهو حڪم تڏهن آهي جڏهن اهڙي شخص لاءِ مسح ڪرڻ ۽ ڌوئڻ ممڪن هجي. جيڪڏهن انهن لاءِ اهڙو ڪم ممڪن ناهي تہ ان جي حق ۾، ٻنهي صورتن ۾ مٽيءَ سان تيمم ڪرڻ فرض چون ٿا.

(39) فرض آهي پاڻي رسائڻ آڱرين جي منهن ۽ وڏن نهن هينان، جيڪي وڏي آڱرين جي مٿان اچي ويا آهن.

(40) فرض آهي وضوءَ جي عضون تي پاڻي وهائڻ، جن جو ڌٽيءَ طرفان ڌوئڻ فرض آهي، جيڪڏهن ڪنهن عضوي تي پاڻي نہ وهايو ويو



تہ وضو درست نہ ٿيندو.

(41) فرضن منجهان هيءُ ٻڌي ياد ڪجان تہ وضو مطلق پاڻيءَ سان ڪجي. جيئن مينهن جو پاڻي يا درياهہ جو، مٺو هجي يا کارو، کوهہ جو پاڻي هجي يا نار جو پاڻي هجي. مقيد پاڻي سان وضو درست نہ ٿيندو. جيئن گلاب جو پاڻي يا ميون جو پاڻي يا وڻن جو پاڻي جيڪو انهن مان ٽمي گڙندو هجي، ۽ وضو ڪنهن پِڙي شيءَ سان بہ جائز ناهي جيئن کير، ماکي يا چانهہ.

(42) فرض آهي پاڻيءَ جو پاڪ هئڻ، پليت پاڻيءَ سان وضو ڪونہ ٿيندو. جيڪڏهن ڪو ماڻهو پاڪ پاڻي ٻنهہ نہ لهي. ان وٽ پليت پاڻي موجود آهي تہ ان جي حق ۾ تيمم ڪرڻ فرض آهي. پليت پاڻي حڪم جي لحاظ کان محروم چئبو يعني جهڙو آهي تهڙو ناهي.

(43) فرض آهي تہ پاڻي اهڙو هجي جيڪو پاڪ ڪندڙ هجي. عضوا پاڪ ڪري ۽ پليتي زائل ڪري. جيڪڏهن ڪنهن وٽ استعمال ڪيل پاڻي آهي جنھن سان اڳ ۾ وضو يا غسل ڪيو اٿس تہ ان سان وضو ٻنهہ درست نہ چئبو الله جي حڪم سان.

(44) اهو پاڻي مشڪوڪ نہ هجي. جنھن جي پاڪ ڪرڻ ۾ شڪ هجي. جيئن گڏهہ جي اوبر، يا خچر جي اوبر جنھن جي وصف اها آهي تہ ان جي ماءُ گڏهہ جي قسم جي مادي هجي. جيڪڏهن اهڙي اوبر

---

ميڙڻ = پورو = بي خبر، اياڻو= پليل. اُٺو گوهيو = ڳوهيل اٺو.

ڪان سواءِ ٻيو پاڻي نہ ملي تہ شريعت ۾ هن طرح فرض آهي تہ

وضو ۽ تيمم ٻئي ڪري. هن طرح تہ اوبر سان وضو بہ ڪري ۽
تيمم بہ ڪري. وضو تيمم ڪان اڳ ڪري يا پوءِ ئي ڪري.
جيڪڏهن ڪو ماڻهو فرض يا نفل نماز اهڙي وضوءَ سان بنا تيمم
جي پڙهي يا تيمم سان بنا وضوءَ جي پڙهي تہ اها نماز حڪيم جي
حڪم سان درست ناهي. پر اهڙي نماز پڙهندڙ لاءِ بہ طريقا درست
آهن هڪ تہ اهڙي پاڻيءَ سان وضو ڪري ۽ تيمم بہ وضوءَ سان
گڏ ڪري ان ڪان پوءِ نماز پڙهي ٻيو تہ ان پاڻيءَ سان وضو ڪري
ان سان نماز ۽ عبادت ڪري ان ڪان پوءِ تيمم ڪري ۽ نماز
موٽائي. ان ۾ پهريائين وضو ڪري نماز پڙهي يا تيمم ڪري
نماز پڙهي ٻئي درست آهن. دين جا مسئلا ٻڌي ياد ڪج.

(45) فرض ٻڌي ياد ڪجان تہ وضوءَ جو پاڻي مخلوط نہ هجي: ڪنهن
اهڙي شيءِ سان جيڪا پٽڙي آهي. جيئن: ڪير، سرڪو يا اهڙي
ڪابي شيءِ جيڪا پاڻي تي غالب هجي. يعني پاڻيءَ جا جزا ان
شيءِ ڪان ٿورا هجن.

(46) اهڙو پاڻي نہ هجي جو ملاوٽ سببان ان جي پٽڙائي هلي وئي
هجڻ جيئن پاڻيءَ سان ڪا گهاٽي شيءِ گڏجي وئي. پر اها شيءِ
پاڪ هجي.

(47) اهڙو پاڻي نہ هجي جنهن ۾ ڪا شيءِ پچائي وئي هجي. جيئن ڇٽا
گوشت ۽ اهڙي ڪا ٻي شيءِ ۽ پوءِ اهو گهاٽو ٿي ويو هجي ۽
سندس پٽڙائي ختم ٿي وئي هجي.

(48) مٿي جي چوٿين حصي جي مسح هڪ آڱر يا ٻن آڱرين سان نہ



ڪري، پر جي ٽن آڱرين سان ڪري تہ جائز آهي، گهڻ جائز ناهي.
پر جي هر پيري هڪ يا بہ آڱريون آليون ڪري، تازي آلاڻ سان ۽
هر پيري نئين جڳهہ مسح ڪري ۽ ان طرح چوٿون حصو مسح جو
پورو ڪري وٺي تہ ان صورت ۾ مسح صحيح چئبي، شارع جي
حڪم سان. اهوئي صحيح قول آهي، جنهن تي فتويٰ آهي.

(49) فرض ساري ياد ڪجان تہ جنهن پاڻيءَ سان وضو ڪجي سو ان
ڪم لاءِ تازو ورتل هجي، ۽ ڪنهن عضوي، جنهن جو ڌوئڻ فرض
هجي، تنهن جي ڌوئڻ ڪان پوءِ هٿ ۾ اهو باقي هجي. عضون ڌوئڻ
يا مسح ڪرڻ لاءِ اهڙن قسمن جو پاڻي استعمال ڪرڻ گهرجي.
جيڪڏهن ڪو عضوو وضوءَ وقت ڌوئي يا مٿي جي مسح ڪري
اهڙي پاڻيءَ منجهان جيڪو وضو ڪندڙ جي هٿ ۾ مٿي جي مسح
يا موزن جي مسح يا چيڙيءَ جي مسح ڪان پوءِ بچيو آهي تہ اهو
وضو الله جي حڪم سان درست نہ ٿيو. پڻ اهڙي شخص جو وضو
درست نہ چئبو، جيڪو انهيءَ عضوي ڪان پاڻي وٺي، جنهن ڪي
ڌوئڻ چاهي ٿو، ٻن هٿن ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي عضوي لاءِ، ڌوتل
عضوي ڪان اهو پاڻي وٺي يا مسح ڪيل عضوي ڪان وٺي، اهو
ٽمندڙ هجي يا ان ڪي ٽمڻ جي قوت نہ ئي هجي. البتہ ٻن ڪنن جو
مسح ان ڪان مستثنيٰ آهي. انهن جو مسح ان آلاڻ سان ڪجي
جيڪا هٿ ۾ مٿي جي مسح ڪان پوءِ بچي. اهو سنت طريقو آهي
ٻڌي ياد ڪجان. هيءُ دين جا موچارا مسئلا آهن.

(50) فرض دل ۾ ويهارجان تہ مٿي جي مسح انهن وارن تي ڪري.

جيڪي مٿي جي حد ۾ آهن. جيڪڏهن انهن وارن ڪان مٿي مسح ڪيائين جيڪي مٿي جي حد ڪان ٻاهر آهن.

(51) فرض عالم هي ٿا چون ته جيڪڏهن مٿي تي وار ڪونه آهن، جن تي مسح ڪري ۽ مٿي ڪي وارن جو ڳوڙهو ويڙهيل آهي جيڪڏهن ان تي مسح ڪيائين ته مسح مسئلي جي لحاظ ڪان درست نه چئبو.

(52) وضوءَ جو فرض آهي. پنهنجي جسم ڪي وضوءَ ڪي ڀڃندڙن ڪان روڪڻ جيئن: هوا جو نڪرڻ، پيشاب نڪرڻ، پوئينءَ واٽ مان

اوبارو = اوبر. چونرا =

ڪجهه نڪرڻ ۽ ننڊ وغيره. اهڙي وضوءَ واري لاءِ اهو فرض چئبو ته وضوءَ ته شرعيءَ بنا اهڙو ڪم نه ڪري جيڪو درست ناهن.

(53) جنهن شخص وٽ وضوءَ جو پاڻي نه هجي. ان تي فرض آهي ته پنهنجي سفر جي ساٿيءَ ڪان پاڻي گهري. پر اهو تڏهن، جڏهن سندس ساٿيءَ وٽ پاڻي موجود هجي ۽ ڪيس غالب گمان هجي ته گهرڻ سان اهو ڪيس پاڻي ڏيندو.

(54) پاڻي خريد ڪرڻ ان صورت ۾ فرض آهي جڏهن خريد ڪرڻ ڪان سواءِ پاڻي نه ملي سگهي ۽ وقت جي قيمت مطابق ڪيس پاڻي ملي سگهي. جيڪڏهن اهو پاڻي ٻيڻي قيمت ڪان گهٽ ٿا وڪڻن يا پاڻيءَ جي قيمت ٻيڻ ٿا گهرن ته ان وقت خريد ڪرڻ فرض ناهي. ونڻ لاءِ هيءُ پڻ شرط آهي ته ماڻهوءَ وٽ قيمت ڀرڻ جي طاقت هجي. يعني وٽس ان خرچ ڪان مٿي ناڻو موجود هجي، جيڪو



ضرورت وقت ڪيس گهربل ٿيندو. يا وقت ضرورت مزدورن لاءِ گهربل ٿيندو. ان ڪري جيڪڏهن ان ڪي ناڻي جي طاقت ناهي. انهن خرچن لاءِ پيسا موجود اٿس جن جو بيان ٿيو يا انهن لاءِ ڪونه اٿس ته اهڙيءَ صورت ۾ پاڻي خريد ڪرڻ ان تي بنهه فرض نه چئبو.

(55) اهڙي شخص جي حق ۾، جنهن جي هٿ يا پير ۾ ڦاٽڻ جي بيماري آهي، جنهن ۾ وَهه يا ملم ٿو وجهي، فرض آهي ته پاڻي ان ڦوٽ ۾ پهچائي، جيڪڏهن ان سان نقصان نه ٿئي ته، پر جي نقصان ٿئي ته پوءِ معاف آهي.

(56) فرض حڪيم جي حڪم سان هيءُ آهي ته نڪ جي سوراخ ۾ پاڻي پهچائجي.

هاڻي وضوءَ جا فرض پورا ٿيا. اي مؤمن طالب انهن ڪي ٻڌي ياد ڪجان. هاڻي مؤمنو! وضوءَ جون جڳهيون، جن ۾ وضو ڪرڻ فرض ٿئي ٿو، سي ٻڌو، اهڙيون جڳهيون ڳاڻاٽي ۾ نوَ آهن.

### وضو ڪڏهن فرض ٿئي ٿو:

(1) انهن جڳهين مان آهي رڪوع سجدي واري نماز جو ارادو ڪرڻ. اها نماز وتر جي هجي، نفل جي هجي، فرض نماز هجي يا عيد نماز، سيني لاءِ وضو فرض آهي.

(2) جنازي نماز جي ارادي ڪرڻ وقت وضو فرض آهي.

(3) تلاوت جي سجدي يا شڪر جي سجدي ڪرڻ وقت وضو فرض

آهي.

(4) جاءِ جنهن ۾ وضو فرض آهي سا آهي مصحف کي ڪپڙي ڪان سواءِ هٿ لائڻ.

(5) مصحف جي لکڻ جي ارادي ڪرڻ وقت، غلاف ڪان سواءِ.

(6) اهڙي شيءِ کي ڇُهڻ مهل وضو فرض آهي جنهن ۾ قرآن جي هڪ پوري آيت لکيل آهي ۽ ٻيو ڪجهه بہ ان سان مليل نہ هجي. جيڪڏهن ڪنهن ٻي شيءِ ۾ آيتن مان ٿورو لکيل آهي. يا ان ۾ پوري آيت لکيل آهي پر ٻئي ڪلام سان خلط ملط ٿيل آهي تہ ان کي ڇهڻ مهل وضو فرض ناهي.

(7) ان شيءِ کي ڪٽڻ جي ارادي وقت وضو فرض آهي جنهن جي صفت اها آهي تہ ان ۾ ڪا سڄي آيت لکيل آهي، پر جيڪڏهن ٻئي ڪلام سان ٿوري آيت گڏيل آهي يا پوري آيت تہ ان کي ڪٽڻ لاءِ وضو فرض ناهي.

(8) جاءِ جنهن ۾ وضو فرض آهي، سا آهي، سڀ ڪنهن اهڙي وقت لاءِ وضو ڪرڻ، جنهن جي مٿان فرض نماز جو وقت آهي، اهڙي شخص جي حق ۾ جيڪو مؤمن معذور آهي. جيڪو شرع جي حڪم مطابق عذر وارو آهي ۽ وقت نڪرڻ سان ان جو وضو ڀڃي

ئيءَ پر = اهو طريقو. جسو = جسم. ويتر تنهن خرچ ڪنا= ان خرچ ڪان مٿي. ملم = ملم. ڀُنا = پورا ٿيا.

ٿو پوي ۽ جيستائين وقت باقي آهي، تيستائين ان جو وضو نہ ٿو ڀڃي، پر جي رهيل وقت ۾ ڪو وضوءَ جو اهڙو ڀڃندڙ پيدا ٿيو



جيڪو ان عذر ڪان سواءِ آهي تہ پوءِ وضو ڀڄي پوندو.

(9) جڳهہ جتي پڻ وضو فرض ٿئي ٿو، سا آهي سيني نمازن جي وقتن ۾ اهڙي عورت لاءِ جنهن کي ويسر آهي. پنهنجي عادت جا ڏينهن وساري ٿي ڇڏي. ڪيس حيض جا ڏينهن ماڳهين ياد نہ ٿا اچن، تہ ڪيترا ڏينهن سندس عادت رهندي رهي آهي، ۽ پڻ اهو بہ ياد نہ ٿو رهيس تہ حيض ڪيترن ڪيترن ڏينهن ڪان پوءِ موٽي ڪيس ايندو هو ۽ هاڻي ڪيس دائمي رت جاري ٿيل آهي. پر اهڙي عورت لاءِ ڪن صورتن ۾ هر هڪ وقت لاءِ جيڪو فرض نماز جو وقت آهي. غسل ڪرڻ فرض آهي، وڏن ڪتابن ان جو تفصيل بيان ڪيو آهي.

**وضوءَ جا سبب:**

هاڻي وضوءَ جا سبب بيان ڪريان ٿو. جن جي ڪري مؤمن تي وضو فرص ٿئي ٿو. اهي سترهن سبب آهن.

(1) وضو فرض ٿيڻ جو سبب آهي ماڻهوءَ جي ٻن واٽن مان ڪنهن هڪ مان پليتيءَ يا پاڪ شيءِ جو نڪرڻ. جيڪڏهن اهو ماڻهو وضوءَ سان آهي، زندهہ دنيا ۾ آهي، مئل ناهي. نڪرندڙ پليتي وهندڙ هجي يا وهڻ جي قوت نہ رکندي هجي. نڪرندڙ پاڪ جيڪا بيان ڪيم ان جو مثال عالم چون ٿا هوا آهي. پر هوا جو اڳين واٽ مان نڪرڻ ڀڃندڙ ناهي اهو ٻڌي ياد رکجانءِ. عورت هجي يا مرد.

(2) ڪنهن پليت شيءِ جو ڪنهن ٻي جاءِ تان نڪرڻ. انسان بالغ جي

ٻن واٽن کان سواءِ. جيئن: رت يا پونءِ يا ان جهڙي ڪا ٻي شيءِ جيڪا بنهه پليت آهي، پر ان ۾ وضو ڀڄڻ لاءِ شرط آهي ته اهو پليت وهندڙ هجي. پر جيڪو ننهن، ڪن يا اک منجهان ماڻهوءَ ڪي نڪري پر ان جي نڪرڻ ۾ ڪو سور به نه ٿئي ته اهو وضوءَ ڪي نه ڀڃندو.

(3) رت جو جر (سڱيءَ) هٽائڻ يا ڪنهن وڏي ڪيڙي سببان نڪرڻ.

(4) اهڙي هوا ٿا چون جيڪا عورت يا مرد ڪي پوئين واٽ کان اچي. پر جي هوا مرد يا عورت کان اڳين واٽ سان نڪري ٿي ته وضو نه ڀڃندو.

(5) ڪيڙي جو پنئين پاسي کان نڪرڻ، يا ٻن واٽن مان هڪ واٽ سان نڪرڻ.

(6) وضوءِ ڀڄڻ جو آهي الٽي، جيڪا نڪرڻ وقت ڀريل وات سان هجي.

(7) وات مان ٿڪ سان نڪرندڙ رت، ٿڪ کان گهٽو هجي يا برابر.

(8) ان شخص جي ننڊ، جيڪو ٽيڪ ڏنل آهي. پاسي ڀر ستل هجي، پٺ تي هجي يا پيٽ تي ستل هجي. ۽ اهڙي شخص جي ننڊ، جيڪو اهڙي شيءِ تي ٽيڪ ڏئي ستو آهي، جو جيڪڏهن اها پاسي ڪجي ته ڪري پئي ۽ اهڙي ويهندڙ جي ننڊ جنهن جي مقعد (ويهڻ جي جاءِ) ٽڪيل نه هجي. ۽ اهڙي سجدي ڪندڙ جي ننڊ، جنهن سجدي سنت جو قصد ته ڪيو آهي پر ان کي ادا نه ڪيو ته اهي مڙئي ننڊ جا قسم وضوءِ جا ڀڃندڙ آهن.



(9) اونگهه اچڻ، گهڻي.

(10) چريائي.

(11) نشي واري شيءِ پيئڻ سان پيدا ٿيندڙ نشو يا مستي. پوءِ اها شراب جي هجي يا ڪنهن ٻئي نشي واريءَ شيءِ جي.

(12) بالغ جو جاڳ جي حالت ۾ رڪوع سجدي واريءَ نماز ۾ ٺهڪ ڏيڻ، وضو ڀڃندڙ آهي؛ پر جي ڪو نوجوان بالغ جنازي نماز ۾ ٺهڪ ڏئي، ته وضو نه ڀڃندو. ٺهڪ هڪ اهڙي کلڻ کي چئبو آهي

چڳڻ = جر = سڱي

جنهن جو آواز سامهون وارا ٻڌن.

(13) مباشرت فاحشہ (زال سان شهوت جي حالت ۾ ڪيچل ڪرڻ) پل ڪابہ آلاڻ وغيره نه ئي پيدا ٿئي.

(14) ڀاٽي، پونءِ يا رت گڏيل ڀاٽي جو دن، اک يا ڪن، منجهان نڪرڻ؛ پر اهو سور سان نڪري؛ جي سور کان سواءِ نڪتو ته وضو نه ڀڃندو.

(15) ڪپهه جي ٻاهرئين پاسي کان آلاڻ ٿيڻ سان اهڙيءَ طرح اهڙي ٻي شيءِ به جيڪا هجي ان جو به اهوئي حڪم آهي.

(16) ڪپهه جي ٻڙي جو الاڻ سان ڪرڻ، ان جي آلاڻ اندرئين پاسي کان هجي يا ٻاهرئين پاسي کان هجي. ٻنهي صورتن ۾ وضوءِ جو سبب ٿيندو آهي.

(17) عذر واري ماڻهوءَ لاءِ وقت جو نڪري وڃڻ به ڀڃندڙ چون ٿا. هن جاءِ تي وضوءِ جا مڙئي فرض پورا ٿيا. مؤمن موچارؤ! انهن کي

ٻڌي ياد ڪريو.

## فصل ٻيو

## غسل جا فرض

هاڻي مؤمنو! دل جي ڪنن سان ٻڌو ته مؤمن تي نماز مهل، مصحف کي ڇهڻ مهل، يا ان کي کڻڻ مهل، يا مسجد ۾ گهڙڻ مهل يا اهڙن ٻين موقعن تي غسل ڪرڻ فرض آهي؛ جيڪڏهن غسل جي فرضيت جا سبب موجود هجن ته. سگهو هن جڳهه تي انهن سببن جو بيان ٿيندو، جن جي ڪري مؤمن مٿان غسل فرض ٿيندو آهي. ان کان پوءِ مؤمن موچارا! اهو ٻڌ ته غسل جا ستيتاليهه فرض آهن، ۽ غسل

ڪي = ڪيڙي. ڍَڪَرَ = اونگهه، گهڏ. ڳڀور = جوان، ڳڀرو. نِگَئِوُ = نڪتو. پهٽي پَهنسا = پوئين پاسي، ڪان. پَنبي، = ڪيهه جو ٻڙو.

جي فرضيت جا اٺ هنڌ ۽ جڳهيون آهن ۽ ٻارنهن غسل جي فرض ٿيڻ جا سبب آهن. ان طرح غسل جا مڙئي ستهٺ فرض ٿيا.

(1) وات ڌوئڻ اندران.

(2) نڪ اندران ڌوئڻ.

(3) جسم جي مٿان پاڻي وهائڻ.

(4) ڪنن جي ظاهر حصي تي پاڻي رسائڻ، اندران توڙي ٻاهران.

(5) نانهي اونهيءَ ۾ اندر پاڻي رسائڻ پڻ فرض ٿا چون.

(6) وارن جي پاڙن ۾ پاڻي پهچائڻ. وار ڏاڙهيءَ جا هجن يا ڏاڙهيءَ جي وچ جا هجن، جيڪي انهن مان لڙي هيٺ لڙڪي پيا آهن.



ڏاڙهي گهاٽي هجي يا ڇدي (هر صورت ۾ ان کي ڌوئڻ فرض آهي.)

(7) زالن مٿان مٿي جي وارن کي پاڻي پهچائڻ فرض آهي. اهڙيءَ طرح جو پاڙن تائين پاڻي رسي. وار محنت سان ڳتيل هجن يا چوڙيل هجن. هر صورت ۾ پاڻي پهچائڻ فرض آهي، وارن جي چوٽين، وچ توڙي لڙڪيلن کي پاڻي رسائي.

(8) مڙني مڙسن لاءِ فرض آهي ته پاڪ پاڻي مٿي کي اهڙيءَ طرح رسائن جو مٿي جي وارن جي چوٽين، وچ ۽ لڙيل حصي کي پاڻي پهچي. وار ڳتيل هجن يا ڇڙيل. ڳتيلن ۽ ڇڙيلن جو ساڳيو حڪم آهي.

(9) مڇن جي وارن، عنفقي، ڀرن، وارن جي پاڙن، وچ ۽ لڙيل حصن کي پاڻي پهچائڻ فرض آهي. گهاٽا هجن يا ڇدا.

(10) عورت جي حق ۾ عالم چون ٿا ته فرج خارج ۾ پاڻي پهچائڻ ان لاءِ فرض آهي. البته عورت جي حق ۾ فرج داخل ۾ پاڻي پهچائڻ هرگز فرض ناهي.

(11) ڪن جي سوراخ ۾ نڪ جي سوراخ ۾ يا جيڪي ٻيا اهڙا هجن انهن ۾ پاڻي پهچائڻ فرض آهي. جيستائين الله جي حڪم سان اهي سوراخ پوريا نه ويا هجن. جيڪڏهن ڪو سوراخ پورجي ويو آهي ته ان کي پاڻي رسائڻ فرض ناهي. شريعت ۾ حرج ۽ تڪليف بنهه ڪانهي سڀ ڏک معاف آهن. مؤمن تي تڪلف واجب ڪونهي، جو سوراخ ۾ ڪاني يا ان جهڙي ڪا شيءِ وجهي. دين

جا مسئلا ٻڌي ياد ڪجان.

(12) غسل وقت سڄو منهن ڌوئڻ، جيڪو ٻن ڪنن جي ۽ عذار جي وچ تي آهي، فرض آهي عذار ان جڳهه جو نالو آهي جتي ڏاڙهيءَ جا وار ڄمن ٿا.

(13) پرن ۽ اکين جي وچ واري جاءِ ڌوئڻ فرض آهي.

(14) نڪ جي چوٽي ڌوئڻ فرض آهي جنهن کي وتر ٿا چون.

(15) پورڻ وقت چپن جا جيڪي حصا ظاهر رهن، انهن کي ڌوئڻ به فرض آهي.

(16) سوڙهي منڊيءَ کي لاهڻ يا ان کي چورڻ فرض آهي.

(17) سوڙهي ٻانهيءَ (چوڙيءَ) جو لاهڻ يا چورڻ فرض آهي.

(18) هٿن ۽ پيرن جي آڱرين جو خلال ڪرڻ، جيڪڏهن ڌوئڻ ۾ انهن کي پاڻي نہ رسيو آهي، تہ فرض آهي.

(19) پڇين هيٺان پاڻي پهچائڻ فرض آهي جيڪي اکين کان ٻاهر پاسي تي پيل آهن.

(20) اکين جا ٻہ پاسا ڌوئڻ.

(21) زائد آڱر جيڪا فرض جي جڳهہ تي آهي تنهن کي ڌوئڻ فرض آهي.

(22) ڦٽ جي مٿان، جيڪڏهن ڌوئڻ سان نقصان ٿئي، تہ آلو هٿ مکڻ فرض آهن.

(23) آلو هٿ چيڙيءَ تي مکڻ فرض آهي، جيڪڏهن ڏک جي پٽيءَ تي مکڻ ۾ نقصان هجي؛ پر جيڪڏهن نقصان ناهي، تہ ان جو تفصيل



پَهڻِ = نانهي = بيخنکي = چوٽين کي. ڪَهَن ٿا = چون ٿا.

وضوءَ جي فرضن ۾ بيان ڪيو اٿم؛ اتي ساري ڏسجان.

(24) جنهن جا گهڻا عضوا صحيح ۽ ٿورڙا ڦٽيل آهن، تنهن تي اهو فرض آهي، تہ صحيح عضوا ڌوئي ۽ ڦٽيل عضون تي مسح ڪري.

(25) جي ڦٽيلن کي مسح نہ ڪري سگهي، تہ چڱا ڀلا عضوا ڌوئي ۽ پَٽيءَ تي مسح ڪري. ان جو تفصيل پڻ اڳئين ڪلام ۾ گذريو.

(26) جي صحيح عضوا ڦٽيلن جي برابر آهن، تہ ان جو حڪم چوويهين فرض وارو آهي.

(27) اڳينءَ صورت ۾ پڻ اهوئي حڪم ٿا چون، جيڪو پنجويهين ۾ گذريو. انهن فرضن جا تفصيل وضوءَ جي فرضن ۾ گهڻي چٽائيءَ سان مٿي گذريا.

(28) جنهن شخص جا مڙئي عضوا ڦٽيل آهن يا اڪثر عضوا ڦٽيل آهن، تنهن جي حق ۾ تيمم فرض چون ٿا. ان جو تفصيل پڻ وضوء جي فرضن ۾ گذريو.

(29) جنهن جا عضوا ٿورا ڦٽيل آهن، پر ان کي ڦٽ ٻنهي هٿن ۾ آهي، پاڻي استعمال ڪرڻ سان ان کي نقصان ٿو ٿئي، تہ ان جي حق ۾ فرض آهي، تہ تيمم ڪري.

(30) مڙني عضون تي هٿ گهمائڻ ڌوئڻ، مهل، فرض آهن، جيئن تر يا سئيءَ جي پاڪڙي جيترو بہ عضوو رهجي نہ وڃي.

(31) پنهنجي جسم مان اهڙي شيءِ لاهڻ فرض آهي، جيڪا پاڻي عضون کي پهچائڻ ۾ مانع ٿئي ٿي. جيئن ميڻ، ڳوهيل اٽو يا مڇيءَ جو ڇلر وغيره.

(32) ٻانهن يا پير مان هڪ جنهن ۾ اهو لڱل هجي. صرف اهو ڌوئجي ٻئي ڌوئڻ جي ڪابہ ضرورت ڪانهي.

(33) وڌن ننهن ۾ آڱرين جي مٿن ڪي ساري پاڻي رسائجي.

(34) عضون جي مٿان پاڻي وهائجي، وهائڻ کان سواءِ غسل جائز ناهي.

(35) مطلق پاڻيءَ سان وضوع ڪجي. جيئن مينهن يا کوهہ جو پاڻي؛

نوهن = ننهن.

منو هجي يا ڪارو، درياهہ جو هجي يا حوض جو يا اهڙو ڪو ٻيو پاڻي هجي، جيڪو مقيد نہ هجي. ان سان وضو ڪجي. ان جو تفصيل وضوءَ جي فرضن ۾ بيان ڪيو اٿم.

(36) پاڻيءَ جي پاڪائي پڻ فرض ٿا لکن. پليت پاڻي غسل ۾ ڪابہ پاڪائي ڪونہ ڪندو. ان ڪري جنهن وٽ پليت پاڻي موجود هجي پاڪ پاڻي اهو هرگز نہ ٿو رکي تہ ان تي تيمم ڪرڻ فرض چئبو.

(37) اهو پاڪ پاڻي پاڪ ڪندڙ چئبو، جيڪو جسم تان حڪمي پليتي جدا ڪري. استعمال ڪيل پاڻيءَ سان غسل ڪرڻ بنهہ صحيح ناهي.

(38) اهو پاڻي مشڪوڪ نہ هئڻ گهرجي. جنهن جي پاڪ ڪرڻ ۾ علماءَ شڪ لکن ٿا. جيئن خچر جي اوبر، جنهن جي ماءُ گڏهہ ٿيندي آهي، ۽ جيئن گڏهہ جي اوبر. ان جو گهڻو تفصيل وضوءَ جي فرضن ۾ بيان ڪيو اٿم، ساري ياد ڪجان.

(39) غسل جو پاڻي ڪنهن اهڙي پنڙائيءَ جي صفت واري پاڪ شيءِ



سان مليل نہ هجي جيئن: ڪير، سرڪو يا ان جهڙي ڪا شيءِ. جيڪا پاڻيءَ کان گهٽي هجي.

(40) ڪا شيءِ گهٽي مقدار ۾ پاڻيءَ سان گڏجي، ان جي پنڙائي ختم نہ ڪري ڇڏي.

(41) غسل جي پاڻيءَ ۾ ڪا شيءِ پچائي نہ وجي، جيئن چونرو، چٽا، گوشت وغيره. جن سان پاڻي گهاٽو ٿي ٿو وجي.

(42) غسل جو فرض مؤمن تي اهو آهي تہ پاڻي رسائڻ لاءِ جيترو ٿي سگهي ڪولي. جنهن سان مؤمن ڪي ڏکيائي نہ ٿئي. انهيءَ قول تي عالمن جي فتويٰ آهي.

(43) پاڻ ڪي انهن شين کان جهلڻ فرض آهي، جن ڪي شريعت غسل جا موجب چيو آهي. جنهن شخص غسل ڪيو آهي تنهن ڪي اجازت آهي تہ اهي ڪم ڪري، جيڪي غسل جي پاڪائيءَ کان سواءِ درست نہ ٿا ٿين.

(44) جنهن وٽ غسل لاءِ پاڻي ڪونهي تنهن تي فرض آهي تہ پنهنجي ساٿيءَ کان پاڻي گهري. جيڪڏهن ان وٽ ايترو پاڻي موجود هجي جيڪو غسل لاءِ پورو ٿئي ۽ مؤمن جي غالب گمان ۾ اهو هجي تہ گهرڻ تي ساٿي ڪيس پاڻي ڏيندو. پر جي ساٿيءَ وٽ پاڻي ماڳهين ڪونهي يا ٿورو اٿس، جيڪو غسل لاءِ پورو نہ ٿيندو يا غالب گمان ان جو اهو آهي تہ ساٿي ڪيس پاڻي نہ ڏيندو تہ ان صورت ۾ ان ساٿيءَ کان پاڻي گهرڻ فرض ناهي.

(45) فرض اهو ٿا چون تہ پاڻيءَ جي مالڪ کان پاڻي وٺڻ گهرجي،

جيڪڏهن ان کان سواءِ ٻيو هٽ نه اچي. جيڪڏهن اهو پاڻي ايتري قيمت ۾ هٽ اچيس جيتري قيمت ۾ اتي پاڻي وڪامجي ٿو. ٻيڻي قيمت کان وڌيڪ قيمت ۾ هٽ اچيس ٿو، ته جيڪڏهن ان شخص کي ان قيمت ڏيڻ جي قدرت آهي، کيس ناڻو پنهنجي، پنهنجي اولاد ۽ بار ڪٽائڻ جي مزدورن کان وڌيڪ ميسر آهي، ته وٺڻ گهرجي، پر جيڪڏهن ان کي ناڻي جي قدرت بنھ ناهي، جو وڌيڪ ناڻو وٽس ماڳهين ڪونهي يا وڌيڪ ناڻو ان وٽ موجود آهي، پر مالڪ ٻيڻي قيمت کان سواءِ نه ٿو وڪڻي، ان مان ڪجھ به گهٽ نه ٿو ڪري، ته انهن مڙني صورتن ۾ مؤمن تي پاڻي خريد ڪرڻ ماڳهين فرض ناهي.

(46) جيڪڏهن ڪنهن جا هٿ يا پير ڦاٽي پيا آهن. انهن جي ڦوٽن ۾ وَهُ يا مَلَم وڌائين ته ان شخص تي فرض آهي ته پاڻي انهن ڦوٽن جي اندر رسائي، جيڪڏهن ڦوٽن ۾ اندر پاڻي وجهڻ سان ڪو نقصان نه ٿو ٿئي؛ پر جي نقصان ٿئي ته صرف ٻاهران رسائي. ان صورت ۾ اندر پاڻي پهچائڻ فرض ڪونهي.

(47) غسل وقت ٻنهي واڻن جو استنجا ڪرڻ پاڻيءَ سان فرض آهي چو

رَفِيقَ ڪَنِ آهي = رفيق وٽ آهي. ڳَنڻ = وٺڻ. تِهِڪَنِ = تنهن وٽ.

نه ٻنهي ماڳن کي ڪا پليتي حقيقي نه ٿي پهتي هجي.

غسل جا فرض پورا ٿيا، هاڻي غسل کهڙين جاين تي فرض آهي، اهي ٻڌو. حساب ڪتاب ۾ اهي جايون پوريون اٺ چون ٿا.



(1) رڪوع سجدي واري نماز جو ارادو ڪرڻ، اها فرض نماز هجي يا نفل.

(2) جنازي نماز جو ارادو ڪرڻ وقت.

(3) تلاوت جي سجدي جي ارادي ڪرڻ وقت يا شڪر جي سجدي جي ارادي وقت.

(4) قرآن جي آيت پڙهڻ جي ارادي ڪرڻ وقت، پر جي ڪنهن آيت مان ٿورڙو پڙهي ته ان پڙهندر تي غسل فرض ڪونهي.

(5) اهڙيءَ شيءِ کي هٿ لائڻ جي ارادي وقت، جنهن تي ڪا سڄي آيت لکيل هجي؛ پر شرط آهي ته اها آيت ٻئي ڪلام سان گڏيل نه هجي؛ پر جدا ڪپڙي سان ان کي ڇهڻ جائز آهي.

(6) اهڙيءَ شيءِ جي کڻڻ جو ارادو ڪرڻ جنهن ۾ قرآن جي سڄي آيت هجي، پر جدا غلاف سان ان جو کڻڻ جائز آهي.

(7) مسجد ۾ داخل ٿيڻ جو ارادو ڪرڻ.

(8) ڪعبي جي طواف جو ارادو ڪرڻ؛ ڇو نه مسجد کان ٻاهران ئي طواف ڪندو هجي.

هي انئي شيون جيڪي بيان ڪيم، جنبيءَ تي انهن کان ايستائين پاسو ڪرڻ فرض آهي، جيستائين غسل يا تيمم نه ڪري. هن جاءِ تي اهي انئي فرض پورا ٿيا. هاڻي غسل جا سبب ٻڌو.

## غسل جا سبب

جن جي ڪري غسل فرض ٿئي ٿو. ڪتاب انهن جو تعداد ٻارنهن لکن ٿا.

(1) منيءَ جو نڪرڻ، جيڪا مرداني عضوي مان شهوت سان نڪري جيڪا شهوت ان وقت موجود هوندي، جنهن وقت پنهنجي جاءِ تان ڇڇي. سا ماڳهين جماع کان سواءِ نڪري.

(2) مرداڻي عضوي جو مٿو، جيڪو سلامت هجي وڍيل نہ هجي. يا بنا نقصان جي اهو وڍيل هجي ان جو عورت جي اڳين توڙي پوئين واٽ يا بالغ انسان جي پوئين واٽ ۾ داخل ٿيڻ غسل جو سبب ٿيندو. جڏهن اهي شهوت پوري ڪرڻ جي جاءِ جو ڪم ڏئي سگهندا هجن، ۽ دخول ڪندڙ شخص بالغ هجي. ان کان انزال ٿئي يا نہ ئي ٿئي هر صورت ۾ غسل واجب ٿيندو. جيڪڏهن وطيو ڪندڙ شخص بالغ ناهي يا اهو بالغ هجي پر ٻئي پاسي جيڪو شهوت وارو پاسو ناهي يا شهوت واري جڳهہ تي داخل ٿيڻ وقت بالغ ٿيو تہ انهن مڙني صورتن ۾ اهو حڪم آهي تہ منيءَ نڪرڻ کان سواءِ غسل فرض ناهي.

(3) ذڪر جو مٿو داخل ٿيڻ يا ان جو ڪجهہ حصو داخل ٿيڻ غير شهوت وارين ٻين واٽن مان ڪنهن هڪ ۾، جيئن مئل عورت يا مئل مڙس يا ڪو جانور يا ننڍي ڇوڪري جنهن سان جماع جڳائي نہ ٿو، ۽ ان شخص کي ان مان انزال بہ ٿئي.

(4) سمهي اٿڻ وقت جسم يا گوڏ وغيره تي آلائڻ ڏسڻ ۾ اچي تہ اهو بہ غسل جو سبب آهي. ان کي جيتوڻيڪ يقين هجي تہ مني آهي يا مذي آهي يا شڪ هجيس ڪوبہ پاسو غالب نہ هجيس يا ان کي ننڊ وقت سهڻو ياد هجي.



(5) جسم يا گوڏ تي آلاڻ ڏسڻ ۾ اچي، پر سهڻو ان کي ياد ڪونهي. يا يقين ٿئس منيءَ يا مشڪوڪ شيءِ جو يا سهڻو ياد نہ اچي، پر مذيءَ جو يقين هجي تہ غسل فرض نہ ڇئبو؛ حڪيم جي حڪم سان.

(6) ذڪر کي مني لڳل ڏسڻ ۾ اچي.

مَلهَما = ملم. جانسينيءَ = جيستائين. ڇُونِ = ڇَوَنِ.

(7) مني ستي کان پوءِ ڏسڻ ۾ اچي. جيڪو ذڪر کان پوءِ مذيءَ کي ڏسي يا ستي جي ختم ٿيڻ وقت مذي جا ڦڙا ڏسڻ ۾ اچن. تہ ان وقت ماڳهين غسل فرض ناهي.

(8) حيض جو ختم ٿيڻ آهي.

(9) نفاس ختم ٿيڻ آهي.

(10) عورت رت کان سواءِ ٻار ڄڻي تہ اهو بہ غسل جو سبب آهي اهو امام اعظم غسل جو سبب چيو آهي. صاحبين وٽ اهو غسل جو سبب ناهي؛ پر عالمن جي امام صاحب جي قول تي فتويٰ آهي، اهو قول ٻين قولن کان صحيح آهي.

(11) اهڙيءَ عورت لاءِ هر نماز جو وقت غسل جو سبب آهي. جنهن پنهنجي عادت جا ڏينهن وساري ڇڏيا. پر اهڙيءَ جاءِ تي غسل جي فرضيت ڪن صورتن سان خاص آهي، جن جو تفصيل ڪتابن ۾ مذڪور آهي.

(12) غسل جو سبب آهي مٿيان سڀ يارنهن سبب جيڪي گذريا تن مان ڪوبہ هڪ ڪنهن ڪافر کان اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ٿيو

۽ ان کان پوءِ اسلام آندائين ته ان تي اسلام آڻڻ کان پوءِ غسل فرض ٿيندو. ان تي فتويٰ آهي ڪتابن ۾ اهو ئي صحيح قول آهي.

## فصل ٿيون

### تيمم جا فرض

تيمم نماز جو فرض آهي ۽ اهڙن ٻين امرن جو پڻ فرض آهي جن لاءِ وضو يا غسل فرض آهي، تيمم جا شرط جڏهن ليندا، جن جي ڪري تيمم درست ٿئي ٿو، جيئن: پاڻي يا ان جهڙي ڪا ٻي شيءِ جن جو بيان گهٽي تفصيل سان ايندو، ته تيمم فرض ٿيندو.

تنهن کان پوءِ اي مؤمن موچارا ٻڌ! ته تيمم جا مڙئي ستيتاليهه فرض آهن.

(1) اسلام ڪافر، لاءِ تيمم درست نه چئبو.

(2) سوچ سمجهه سان ٿيڻ آهي، ان ڪري تيمم صغير تي فرض نه ٿيندو، جيڪو سوچ سمجهه وارو ڪونهي.

(3) شروع ڪرڻ مهل نيت ڪرڻ.

(4) تيمم ڪندڙ طرفان اها نيت هئڻ گهرجي ته هو پنهنجي پاران تيمم ٿو ڪري.

جيڪڏهن تيمم ٻئي کي ٿو ڪرائي ته ان جا ٻه قسم آهن. پهريون قسم اهو آهي ته ٻيو ميت هجي. ٻيو قسم اهو آهي ته اهو ٻيو جيئرو هجي. پهرئين قسم ۾ عالم اهو حڪم تا چون ته ان شخص جي نيت معتبر چئبي، جيڪو مؤمن ميت کي تيمم ٿو ڪرائي. ٻئي قسم جو حڪم اهو تا چون ته ان جي نيت بنهه معتبر نه ٿيندي. اها نيت



احڪامن لاءِ بنهه ڪم نه ايندي.

(5) تيمم جو نيت ڪرڻ آهي ان شخص لاءِ جيڪو تيمم سان نماز پڙهڻ گهري.

جيئن پنهنجي بدن جي پاڪائي جي نيت غسل وقت يا وضوءِ وقت ڪندو آهي. جيڪا نيت مؤمن ان وقت ڪندو آهي جڏهن حدث اصغر لاءِ وضوءِ وقت ڪندو آهي يا جيڪا نيت حدث اڪبر لاءِ ڪندو آهي. جيئن تيمم ڪندڙ جو مقصد آهي پليتي ختم ڪرڻ يا نماز جو درست ٿيڻ. تيمم وضوءِ لاءِ ڪري يا غسل لاءِ يا جيڪا به نيتڻ وقت نيت ڪري، جنهن به عبات لاءِ ڪري جيڪا سندس مقصود هجي. جيڪا طهارت کان سواءِ درست نه ٿيندي هجي. جيئن هر نماز، تلاوت جا سجدا، جنازي جي نماز. ان ڪري جيڪڏهن تيمم جي نيت: مصحف کي ڇهڻ، مسجد ۾ داخل ٿيڻ يا بانگ ۽ اقامت لاءِ يا ٻئي کي سيکارڻ لاءِ ۽ قبر جي زيارت لاءِ ڪري ٿو ته اهڙي تيمم سان ڪابه نماز ماڳهين

لَيءِ = لاءِ.

جائز ڪانه ٿيندي. هيءَ سڀ شيون وسيلو آهن، انهن منجهان ڪابه شيءِ مقصود عبادت ناهي. اهڙين شين جي نيت سان ڪيل تيمم سان ڪابه نماز جائز نه ٿيندي، اهڙيءَ طرح تڙ وارو يا بي وضو جيڪڏهن تلاوت قرآن لاءِ تيمم ڪري ته ان تيمم سان نماز جائز نه ٿيندي ڇاڪاڻ قرآن جي قرائت طهارت صغريٰ کان بنا يعني وضوءِ ۽ تيمم کان بنا جائز آهي، پر انهن صورتن ۾ انهن ڪمن جو ڪرڻ جائز ٿيندو جن لاءِ تيمم

جي الله جي حڪم سان نيت ڪئي اٿس. جيڪڏهن ڪافر اسلام لاءِ تيمم ڪري يا ماڳهين مؤمن تيمم ڪري سلام يا ان جي جواب لاءِ ته ان سان پڻ نماز درست نه ٿيندي. ڇاڪاڻ ته اسلام، سلام ۽ سلام جو جواب ٿئي اهڙا عمل آهن، جيڪي طهارت کان سواءِ ٿي ڪرڻ صحيح آهن. اهڙي تيمم سان ڪابه نماز جائز ڪانهي. پر اهڙي تيمم سان اهي مڙئي ڪم ڪرڻ درست چئبا جيڪي متميم نيت ڪيا آهن. حدث اصغر ان کي چئبو آهي، جيڪو وضوءَ جو موجب هجي ۽ حدث اڪبر ان کي چئبو آهي جيڪو غسل جو موجب هجي. جنبي ان کي چئبو آهي جنهن تي غسل فرض هجي. ذڪر جي داخل ٿيڻ سببان يا منيءَ جي ڪرڻ سببان هجي. جاڳ ۾ هجي يا ننڊ ۾. محدث ان کي چئبو جيڪو وضوءَ جو محتاج هجي. دين جا هيءُ مسئلا ٻڌي ياد ڪجان.

(6) ”صعيد“ هئڻ. ”صعيد“ چئبو آهي زمين جي منهن (مٽيءَ) کي يا ان جي جنس جي ڪنهن شيءِ جو هئڻ فرض آهي. جيڪا سڙڻ سان ڇار نه ٿئي ۽ نه باهه سان پگهرجي سگهي.

(7) زمين يا ان جي جنس جي شيءِ پاڪ هجي.

(8) اها مطهر هجي جيڪا پليتيءَ کي پاڪ ڪري. ان ڪري جيڪڏهن زمين کي پليتي رسي. ان کان پوءِ اها هوا يا ان جهڙي شيءِ سان سڪي وئي، ۽ ان سببان ان مان پليتيءَ جو اثر نڪري ويو، ته اهڙي زمين سڪڻ سبب پاڪ ٿي ويندي. ان تي نماز پڙهڻ درست آهي. پر اهڙيءَ زمين کي پاڪ ڪندڙ نه چئبو. ان ڪري ان مٿان تيمم ٻنهه نه ڪبو.

ڪاري = ڪرائي. ٻانگ = اذان. جنبئو = جنبي (اضافت لاءِ ’ي‘ بجاءِ ’واو‘ استعمال ڪيل)



(9) جنهن شيءِ تي تيمم ڪري سا زمين جي جنس جي هجي. جنهن جي معنيٰ گذري. ان مٿان غبار هجي يا نه هجي.

(10) جنهن شيءِ تي تيمم ڪري سا زمين جي قسم جي هجي ته هيءُ فرض آهي ته، اهڙي شيءِ مٿان غبار هجي جنهن جا هٿن تي اثر ظاهر ٿين، جڏهن هٿ ان شيءِ تي هڻجن. ان ڪري جيڪڏهن ان جو اثر هٿن تي ظاهر نه ٿئي ته ان تي الله جي حڪم سان تيمم جائز نه ٿيندو. ان طرح ڪتابن ۾ مذڪور آهي.

(11) اها شيءِ زمين جي جنس جي هئڻ سان گڏ غير جنس جي ملاوٽ کان پاڪ هجي. يا غير جنس سان ملاوٽ هجي ته زمين جي جنس غير جنس تي غالب هئڻ گهرجي. غير جنس جيئن ڇارُ يا ان جهڙي شيءِ، مٽيءَ سان ملي آهي، پر مٽي ان تي غالب آهي ان ڪري جنهن صورت ۾ خاڪ جي مٿان ڇارُ وغيره غالب هجي يا ڪا ٻي اهڙي شيءِ غالب هجي ته اهڙيءَ خاڪ تي تيمم درست نه چئبو.

(12) منهن کي هٿن سان مکڻ فرض آهي.

(13) ٻانهن کي نونٺين تائين مکڻ فرض آهي.

(14) ٻئي عضوا سنڀالي مکڻ جيئن انهن مان ڪجھ رهجي نه وڃي. ان قول تي عالمن جي فتويٰ آهي.

(15) نونٺين جو مکڻ فرض چون ٿا.

(16) ٻن اکين جون ڪنڊون پڻ مکڻ فرض آهن.

(17) اکين جي مٿان ۽ ڀرن ۽ اکين جي وچ واري جاءِ به مکڻ فرض آهي.

(18) نڪ جي نرميءَ جو مکڻ پڻ فرض آهي، جيڪو ڇپن جي مٿان آهي

جنهن جو عربيءَ زبان ۾ وَتَرُ نالو چون ٿا.

(19) ٻن چپن جو اهو هنڌ مکڻ پڻ فرض آهي جيڪو چپن بند ڪرڻ کان پوءِ ظاهر ٿئي ٿو.

(20) پروئن جي مٿاڇري جو مکڻ پڻ فرض آهي.

(21) مڇن جي مٿاڇري تي مکڻ پڻ فرض آهي.

(22) عنفقيءَ تي پڻ مَکَ ڪرڻ فرض آهي. عنفقي نالو آهي هيٺئين چپ تي آيل وارن جو.

(23) پوريءَ ڏاڙهيءَ تي مکڻ بہ فرض آهي ڇڊي هجي يا گهاٽي.

(24) نڪ جا پاسا مکڻ پڻ فرض آهن. اکين تائين.

(25) هٿن سان وچ آڱرين جو مکڻ پڻ فرض آهي جيڪڏهن هٽڻ سببان ان ڪي غبار نہ رسيو هجي.

(26) آڱرين جي مٿن ڪي دز رسائڻ پڻ فرض آهي جيڪڏهن هٿن هٽڻ مهل انهن ڪي دز نہ پهتي هجي.

(27) اهڙي عضوي تائين مٽي رسائڻ جيڪو چوڙيءَ يا ڪنهن ٻي اهڙي شيءِ هيٺان آيل هجي.

(28) مٽيءَ جو اهڙي عضوي ڪي رسائڻ فرض آهي جيڪو منڊيءَ جي هيٺان هجي. جيڪڏهن منڊي ۽ چوڙيءَ جي چورڻ سان مٽي رسي ٿي تہ ٺيڪ نہ ٿي رسي تہ مٽي رسائڻ لاءِ انهن کي لاهجي نہ.

(29) اهڙي ڇيڙين تي مسح ڪرڻ پڻ فرض آهي جيڪي ڦٽ مٿان ٻڌل آهن.

(30) مٽيءَ جو ان اچاڻ ڪي رسائڻ پڻ فرض آهي جيڪا ڏاڙهي ۽ ڪنن جي وچ تي آهي.



(31) تيمم جي فرضن مان اهو بہ فرض آهي تہ جنس زمين تي ٻہ ڀيرا هٿ هڻجن. ۽ اهو ڪم ڪرڻ جيڪو تيمم وقت قائم مقام ٿا چون. جيئن دز جو منهن ۽ ٻانهن کي رسائڻ. انهن عضون تان هواءِ جي لڳڻ ڪري انهن تي هٿ ڦيري تيمم جي نيت ڪري پر هيءُ حڪم تڏهن آهي. جڏهن پنهنجي پاڪائيءَ لاءِ تيمم ڪري.

(32) ٻئي ڪي جيڪڏهن تيمم ڪرائي تہ ٽي دفعا زمين تي هٿ هڻڻ فرض چون ٿا. هڪ منهن لاءِ ٻيو ساڄي ٻانهن لاءِ ٽيو کاٻي ٻانهہ لاءِ مشهور آهي. ان طرح درمختيار ۾ بيان آهي.

(33) مسح جا عضوا ٽن آڱرين سان مکڻ فرض آهي. يا ان کان وڌيڪ

واءَ سان = هواءِ سان. ميڙي ونڻ = سنيال ونڻ. ڪِهَہ = دَزَ غبار.

سان.

ان ڪري جيڪڏهن تيمم وقت مؤمن مسح جا عضوا ٻن آڱرين سان مسح ٿو ڪري، تہ اهو تيمم شرع ۾ درست نہ چئبو؛ توڙي هڪ آڱر ڪي يا ٻن ڪي جنس زمين تي گهڻا ڀيرا هڻي ۽ ڀيري ڀيري سان نئين مسح ٿو ڪري، ان طرح مسلسل ڪري، جيتري مسح فرض آهي، اوتري ڪري ٿو وٺي، تڏهن بہ تيمم درست نہ ٿيندو، حڪيم جي حڪم سان. پر مٽي ۽ موزن جي مسح، جيڪڏهن هڪ آڱر سان ڪري يا ٻن سان ڪري، پر هر ڀيري نئون پاڻي وٺي، تہ ان وقت مسح جائز ٿيندي. ان طرح بحرالرائق ۾ مذڪور آهي ۽ شرح منية ۾ پڻ اهڙو بيان آهي.

(34) غلوي جيستائين پاڻي طلب ڪرڻ فرض آهي، جنهن ۾ ٽي سؤ گز

شرعي پون ٽا.

گز ۾ چوويھ آڱريون علماء لکن ٿا. جيڪڏهن ان مؤمن جي غالب گمان ۾ اهو هجي تہ ايتري فاصلي تي پاڻي ملندو. جيئن ڪا ساوڪ ڏٺائين يا ڪي پکي لمندي ڏٺائين. يا ڪنهن مؤمن عادل ان جي خبر ڏنس جيڪو عاقل بالغ آزاد هجي. خبر ڏيندڙ هڪڙو چو نہ هجي. يا اهو هنڌ آباديءَ وارو هجي تہ انهن صورتن ۾ 'غلوي' جيترو پنڌ پاڻيءَ جي طلب ڪندو. ان مقرر طرف ويندو جنهن طرف ڪيس غالب گمان آهي. اهو هڪ طرف هجي بہ هجن يا ٽي هجن. جيڪڏهن چئني پاسي برابر گمان اٿس پاڻيءَ هئڻ جو تہ چئني پاسي غلوي جيتري پنڌ تائين پاڻيءَ جي طلب ڪندو، پر شرط آهي تہ اهو طرف ڪنهن نقصان يا خوف کان آجو آهي. ان ڪري جيڪڏهن اهڙين صورتن ۾ غالب گمان واري پاسي پاڻي طلب ڪرڻ کان بنا تيمم ڪري ٿو، ۽ اهو پاسو امن کان آجو پڻ آهي، ۽ ان کان پوءِ نماز ٿو پڙهي ۽ ان کان پوءِ وڃي پاڻيءَ جي تلاش ٿو ڪري تہ انهن جڳهين تان پاڻي نہ بہ ملي تڏهن بہ اها نماز موٽائيندو، پر جي پاڻي لڌائين، تہ پوءِ تہ ضرور ڦيرائيندو. اهڙي نماز موٽائڻ ۾ ڪوبہ شڪ ناهي؛ پر جيڪڏهن اهو هنڌ خوف وارو آهي، تہ اهڙيءَ صورت ۾ ان تان پاڻيءَ جي طلب ڪرڻ جي فرضيت لهي ويندي؛ چو نہ اتي پاڻي هئڻ جو گمان غالب بہ هجي.

(35) پنهنجي رفيق جنهن وٽ پاڻي آهي، کان پاڻي طلب ڪرڻ پڻ فرض آهي ۽ اهو گمان غالب هجيس تہ گهرڻ پويان اهو رفيق ڪيس پاڻي ڏيندو.



(36) پاڻي خريد ڪرڻ فرض آهي: جيڪڏهن اهو وقت جي قيمت مطابق هٽ اچي ٿو. يا ٻيڻي قيمت کان گهٽ هٽ اچي ٿو. ۽ پڻ ان کي پاڻي جي قيمت جي قدرت هجي، ۽ اها قيمت وٽس خرچ ۽ بار ڪٽائڻ جي اجوري کان وڌيڪ هجي. مؤمن لاءِ تيمم تڏهن درست ٿيندو، جڏهن ان کي ماڳهين پاڻي ميسر نہ ٿي سگهي.

(37) حدث پويان تيمم ڪرڻ فرض آهي حدث اصغر هجي، جنهن سان مٿس وضو فرض ٿئي ٿو يا حدث اڪبر هجي، جنهن سان غسل فرض ٿيندو آهي، ٻنهي ۾ تيمم فرض آهي. ان ڪري جنهن کي بليتي حقيقي لڳل آهي، ان لاءِ تيمم درست ناهي؛ پر دين جي باني عالمن فرمايو آهي، تہ حقيقي پليتيءَ ۾ هن طرح مستحب آهي، تہ ان کي مٽيءَ يا مٽيءَ جي قسم جي ڪنهن شيءِ سان مهٽي صاف ڪجي.

(38) اها شيءِ لاهڻ فرض آهي، جيڪا منهن ۽ ٻانهن جي کل تي مٽيءَ جي پهچائڻ ۾ مانع هجي. جيئن ميڄيءَ جو چلر، وھ يا ميڻ جهڙي شيءِ.

(39) تيمم جي درست ٿيڻ لاءِ فرض آهي، اهڙي پاڻيءَ جو نہ لهڻ، جيڪو غسل لاءِ ڪافي ٿئي يا جيڪو وضوءَ لاءِ ڪافي ٿئي يا اهڙو پاڻي لهي، پر ان پاڻيءَ واپرائڻ تي ڪنهن نہ ڪنهن سبب ڪري وس نہ هجي.

جيئن مرض وڌڻ جو خوف هجي يا اهڙي ٿڌ جو خوف آهي، جيڪا ماڻهوءَ کي ماري وجهي يا بيمار ڪري وجهي يا قافلي نڪري

وجهڻ جو خوف آهي يا (پاڻي هيناهينءَ ۾ آهي) لهڻ جي طاقت ڪانه اٿس. يا (لهي وري) چڙهڻ جي طاقت ڪونه اٿس يا دشمن ڪان ڊپ جي ٿو، جنهن وٽ پاڻي آهي يا ڦاڙيندڙ جانور يا نانگ وغيره ڪان ڊپ جي ٿو، جيڪي پاڻيءَ وٽ موجود آهن يا ڏول ڪونه اٿس جنهن سان کوهه مان پاڻي ڪڍي سگهي يا ڏول آهي پر پليت آهي ان جي پاڻي ۾ وجهڻ سان پاڻي پليت ٿي ٿو پوي يا پاڻي کوهه جيترو پري آهي يا کوهه ڪان وڏيڪ پري آهي يا پنهنجي يا پنهنجي رفيق جي اُڃ جو ڊپ اٿس يا قافلي وارن جي اُڃ جو خطرو اٿس. جي اهو مؤمن پاڻي خرچ ٿو ڪري جنهن ڪي پنهنجي جانور يا ڪتي ۽ ٻليءَ جي اُڃ جو ڊپ آهي يا اٽي ڳوهڻ لاءِ پاڻيءَ جو احتياج آهي يا حقيقي پليتيءَ لاهڻ لاءِ پاڻيءَ جي گهرج آهي. جنهن ڪي جسم يا ڪپڙي تان لاهي ٿو (ته انهن سيني صورتن ۾ تيمم ڪري سگهجي ٿو) پر تيمم جي جواز لاءِ (ٻوڙ ۾) رهي جهڙي شيءِ لاءِ پاڻي جو احتياج معتبر نه ٿيندو. اهڙي صورت ۾ وضو ڪرڻ فرض ٿيندو. يا جنازي نماز وڃڻ جو ڊپ آهي جو وضو ٿو ساري ته هٿان نڪريو ٿي وڃيس ته اهڙي موقعي تي پڻ تيمم درست چئبو. يا ڪنهن جي امانت ضايع ٿيڻ جو ڊپ اٿس. جيئن پاڻيءَ جي طلب ۾ وڃي ٿو، ته پويان امانت هٿان نڪتي ٿي وڃيس يا عورت جو ڪنهن فاسق ڪان ڊپ اٿس. جي پاڻيءَ ڏانهن ٿو وڃي ته ان ڪي نقصان ٿو پهچي يا ڪنهن عورت ڪي تيمم جو احتياج آهي، پر پاڻيءَ ڏانهن وڃڻ جي صورت ۾ ڪيس ڪنهن فاسق طرفان نقصان جو ڊپ آهي ته به تيمم جائز آهي.

(40) اول نماز ڪان نماز جي فارغ ٿيڻ تائين پاڻي ناپيد هئڻ يا پاڻيءَ



جي استعمال جي قدرت ناپيد هئڻ.

(41) تيمم جي فرضن مان هڪ فرض آهي، پاڻ ڪي اهڙين شين ڪان جهلڻ، جيڪي تيمم جون ڀڃندڙ آهن.

أُلَهَڻَ = لهڻ. اڳهون = پري. ڦاڙيندڙ ڀَرِ = ڦاريندڙ ڪان. پاسي. ڪِ پر سخت سَپَا = يا سخت نانگ ڪان. وهٽ = وهٽ - جانور.

جيڪي وضوءَ جا ڀڃندڙ آهن، سي ئي تيمم جا ڀڃندڙ به آهن. (انهن سان گڏ) ايترو پاڻي لڀي پوڻ به تيمم جو ڀڃندڙ آهي جيڪو پاڪائيءَ لاءِ ڪافي هجي. ۽ ان پاڻيءَ ڪان اضافي هجي، جيڪو ضرورتن ۾ گهربل آهي. جي اهڙو پاڻي نماز مان فارغ ٿيڻ ڪان اڳ ملي پوي ۽ ان جي استعمال جي قدرت به هجيس ته نماز ۽ تيمم ٻئي حڪيم جي حڪم سان ڀڃي. جيڪڏهن اهو پاڻي فارغ ٿيڻ ڪان پوءِ ٿو ملي ته تيمم ان جو ڀڃي پوندو نماز نه ڀڄندي. ۽ پڻ تيمم ان مهل به ڀڃي پوندو جڏهن اهو سبب ختم ٿي وڃي جنهن جي ڪري مؤمن تي تيمم جائز ٿيو هو. جيئن بيماري يا ٿڌ، جن جي ڪري مؤمن تيمم ڪيو هو. اهي ان شخص مؤمن وٽان ويا ته سندس تيمم به ڀڃي پوندو.

(42) جنهن شخص جون ٻانهون ٺونٺين ڪان وڍجي ويون ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون ته انهن ٺونٺين منجهان جيترو حصو بچي ان ڪي ڌوئي.

(43) جنهن شخص جون ماڳهين ٻاهون ٺونٺين ڪان مٿان وڍيل آهن تنهن جي حق ۾ فرض صرف منهن جو مکڻ آهي ٻيو ڪجهه به ناهي.

(44) جنهن شخص جي هڪڙي ٻانهن نونٺ مٿان پڱي آهي. اهڙي شخص لاءِ فرض آهي ته هٿ ۽ منهن کي زمين تي هڻڻ کان پوءِ مکي. ۽ پڻ هڪڙي ٻانهن مکي جا وڍجڻ کان بچي وئي آهي.

(45) جيڪو شخص وضوءَ توڙي تيمم ڀنهي تي قدرت نه ٿو رکي تنهن جي حق ۾ فرض اهو آهي ته اهو بنا طهارت جي نماز پڙهي.

اهڙي نماز جو موٽائڻ به ڪونهي. اهوئي صحيح قول آهي، جنهن تي فتويٰ آهي. امام اعظم جو پويون قول ان طرح آهي. جيئن اهو شخص جنهن جون ٻانهون وڍيل آهن، سندس منهن تي گهٽا ڏڪ آهن، هٿن سان انهن تي مکڻ نقصان ٿو ڏئي يا اهو شخص ماڳهين انهيءَ جاءِ کان بند ڪيل آهي. اهو شخص پليت هجي، ڪيس ڪوبه پاڪ ڪندڙ هٿ نه ٿو اچي، جيئن وضوءَ لاءِ پاڻي يا تيمم لا مٽي. پر اهو مؤمن شخص جنهن کي حقيقي پليتي لڳل آهي. ڪنهن عضوي کي يا ڪنهن جڳهه تي، جنهن کي لاهڻ جي ڪيس قدرت ڪانهي. ان جو انن خارجي فرضن مان فرض ٿئين ۾ بيان ايندو. اتاهون اهي مسئلا ٻڌي ياد ڪجان.

(46) هٿڙا مکڻ، ٻانهن ۽ منهه جي جاءِ تي جيڪو ڦٽ هجي، ان جي مٿان پڻ فرض آهي. جيڪڏهن ان عضوي تي مکڻ نقصان نه ڏئي.

(47) جيڪڏهن عضوي مٿان مکڻ سان نقصان ٿو ٿئي، ته ڦٽ جي چيڙين يا پٽيءَ جي مٿان مکڻ فرض آهي.

انهيءَ طرح محيط برهانيءَ ۾ بيان آهي. خلاصي ۽ عالمگيري ۾ پڻ ان طرح لکيل آهي. دين جا مسئلا ٻڌي يار ياد ڪجانءِ. ان ڪري



بحرالرائق ۾ جيڪو منقول آهي، جنهن کي سراج وهاج کان نقل ڪيو اٿائين ته ڪانين تي مسح ڪرڻ فرض ڪانهي، سو سڀ ضعيف روايت جي بنياد تي چيو ويو آهي، جنهن روايت ۾ استيعاب شرط ناهي. بحر جي اها روايت ماڳهين شرط ڪانهي.

## فصل چوٿون

### موزن جي مسح جا فرض

موزن تي مسح ڪرڻ حق آهي ان ۾ عالم ٿيويهه فرض چون ٿا.

(1) فرض انهن مان اهو آهي ته موزا کل جي قسم جا هجن. يا ان جي مشابهه ڪنهن شيءِ منجهان هجن. ان ڪري اهڙن موزن مٿان مسح جائز ناهي جيڪي شيشي جا هجن يا ڪانيءَ جي قسم جا يا لوهه جي قسم جا هجن.

(2) موزن جو پيرن کي پيڏين تائين ڍڪيندڙ هئڻ فرض آهي. جيڪڏهن ڳرين ۽ پيڏين کي نه ڍڪيندو ته ان تي مسح جائز ناهي امداد الفتاح ۽ ٻين ڪتابن ۾ ان طرح روايت آهي.

جَن اتي = انهن تي.

(3) موزا ايترا ٿلها هئڻ گهرجن جو پيرن کي پاڻي پهچڻ کان بچائن؛ ٿولهه سبٻان پاڻيءَ کي چوهي/ چوسي نه وڃن.

(4) موزا اهڙا هجن جن سان ائين هلڻ ممڪن ٿئي جيئن هلڻ جي عادت آهي. انهن موزن سان هوند ٿي ڪوهه يا ان کان وڌيڪ پنڌ ڪري سگهجي. اهڙن موزن مٿان مسح ڪرڻ درست نه چئبو

جيڪي ڪپهه جي سٽ مان جڙيل هجن يا اُن جي سٽ ۾ ڪنهن ٺاهيا هجن يا ڪَپَڙَ جي قسم جا موزا هجن يا وارن جي جنس جا موزا هجن، جيڪي ڇدڙا ۽ پتڙا هوندا، جن سان ٿي ڪوهه پورا پنڌ نه ڪري سگهبو. ان ڪري جيڪڏهن ٿلها نودَ جهڙا آهن ته انهن تي عالم مسح ڪي درست چون ٿا.

(5) مسح وقت موزن جو پيرن تي پيڏين سميت ڍڪيل هئڻ فرض آهي، پر جي پائڻ ڪان اڳئي، جيڪڏهن مسح ڪري ٿو ڇڏي ان ڪان پوءِ موزا ڍڪي ٿو ته مسح جائز ناهي.

(6) موزا پاڪائيءَ سان ڍڪيل هجن، حدث وقت پاڪائي مڪمل هئڻ گهرجي. حدث جيڪو ظاهر ٿئي ته وضوءَ کي پيجي.

(7) انهن ۾ ڪو وڏو سوراخ نه هئڻ گهرجي، جنهن منجهان پير جي ٽن ننڍين آڱرين جيترو پير ڏسڻ ۾ اچي. اهو موزي ۾ هڪڙو هجي يا هر هڪ ۾ اهو سوراخ الڳ الڳ هجي.

(8) فرض ٻڌي ياد ڪجان ته اهو سوراخ پوريون ٽي آڱريون نه هئڻ گهرجي. اهي آڱريون ننڍيون هجن يا وڏيون. جي اهو سوراخ ٽن آڱرين ڪان مٿي آهي. جنهن مان پير جون آڱريون ظاهر ٿين ٿيون، اهڙي سوراخ مان ٽي آڱريون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. (ته مسح جائز نه ٿيندو) پر جي اهڙي سوراخ مان ٽي آڱريون پوريون يا ٽن آڱرين جيترو پير ڏسڻ ۾ نه ٿو اچي ته اهو سوراخ مسح کي ڪوبه نقصان نه ڏيندو.

(9) هڪ موزي جا گهٽا سوراخ پاڻ ۾ جمع ڪبا. ٻن موزن جا سوراخ



جمع نه ڪبا. جيڪي سوراخ ننڍڙا هوندا، جن مان ڪوبه ٽن آڱرين جي مقدار جيترو ناهي.

(10) موزي جا سوراخ جيڪڏهن سنهڙا آهن ته اهڙن سوراخن مٿان مسح جائز آهي.

(11) موزن جي ظاهر يعني مٿاڇري تي مسح ڪرڻ فرض آهي. موزي جي اندران ۽ پاسن ڪان مسح جائز ناهي ۽ پيڏين ڪان پڻ مٿي مسح جائز ناهي امداد الفتاح ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ ان طرح مذڪور آهي ۽ موزي جو جيڪو پاسو زمين سان لڳي ٿو، تنهن پاسي تي پڻ مسح درست نه چئبو.

(12) مسح جو مٿئين پاسن ڪان هئڻ، آڱرين جي مٿي ڪان وٺي پيڏين تائين، فرض آهي. موزي جو پيڏين ڪان مٿي مسح درست نه چئبو.

(13) موزو جيڪو پير سان لڳل آهي ان جي مسح ڪرڻ فرض آهي. ڪنهن به پاسي ڪان جيڪو موزو وڌي ٿو. ان تي مسح ڪرڻ درست ناهي پر جي پير مسح واري جاءِ ڪان پري آهي (يعني موزي جي وڌيل حصي ۾ آهي) ته ان صورت ۾ جيڪڏهن وڌيڪ حصي تي مسح ڪيائين ۽ ان وقت پير وڌيل حصي ۾ آهي ته مسح بنا شڪ شبهي جي درست چئبو.

(14) پاٽي، جنهن سان مسح ڪري ٿو، سو تازو ان پاٽيءَ مان بچيل هئڻ گهرجي جنهن سان اهڙو عضوو ڌوتائين جيڪو فرض آهي.

اهو پاٽي ٽمندڙ هجي يا نه هجي. پر جي اهڙيءَ آلاڻ سان موزن تي مسح ڪيائين، جيڪا ڪنهن مسح واري عضوي تي مسح ڪرڻ ڪان



ڳرين = پيڏين. ٽولِ = ٿولهه. ڪياهه = ڪپهه. ڳتيا = سٽ ڳتڻ. پڪن = وارن جي قسم جا.

پوءِ هٿ ۾ بچي آهي، ته ان سان مسح درست نه ٿيندو، ۽ پڻ هن صفت واريءَ آلاڻ سان مسح درست ناهي، جيڪا اهڙي عضوي کان ورتل آهي جنهن جو ڌوئڻ فرض آهي يا اهڙي عضوي کان آلاڻ ورتل آهي، جنهن جو مسح فرض آهي، اها آلاڻ ٽمندڙ هجي يا نه هجي. ان سان مسح درس نه ٿيندي ان ۾ ڪوبه شڪ ناهي. ان جو وضوءَ جي فرضن ۾ بيان گذريو. جنهن کي انهيءَ جي بيان جي طلب هجي سو ان ماڳ ڏانهن موٽي ڏسي.

(15) اهو مسح هٿ جي ٽن آڱرين سان يا انهن کان زياده سان هئڻ فرض آهي، پر جي مؤمن موزن جي، هڪ آڱر سان مسح ٿو ڪري يا ٻن سان، ته هر هڪ ڀيري تازو پاڻي وني ۽ نئين جڳهه تان مسح ڪري. جيئن ٽن آڱرين جو قدرُ هٿ جي آڱرين سان ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ پورو ٿئي. تڏهن مسح درست ٿيندو. ان جو حڪم به مٿي جي مسح جهڙو آهي.

(16) جنهن جڳهه تي مسح ڪجي سا پير جي ٽن ننڍين آڱرين جيتري مقدار جي ڊيگهه ويڪر ۾ هئڻ گهرجي.

(17) مسح جي فرض ڪيل مقدار جيترو ٻنهي موزن تي مسح ڪبو؛ جيڪڏهن ڪنهن هڪ موزي تي مسح ڪيائين ٻئي تي نه ڪيائين ته شرع جي حڪم مطابق اهو مسح درست نه ٿيندو.

(18) مسح ڪندڙ مسح ۾ وضوءَ جو ارادو ڪندو، غسل جو ارادو نه ڪندو. اهو فرض وضو هجي يا نفل. جيڪو غسل لاءِ مسح ڪندو تنهن جو مسح درست نه ٿيندو. فرض غسل هجي يا نفل.



(19) جنهن جا پير پيڏين جي هينان وڍيل آهن، پر پير جي پٺ کان مسح جيترو مقدار وڍجڻ کان بچيل آهي، جيتري مقدار تي مسح فرض آهي، جنهن جو بيان گذريو، ته انهيءَ مقدار تي مسح ڪجي.

(20) جي مسح جي مقدار کان ٿورو حصو وڍجڻ کان بچيو آهي، ته ان جي حق ۾ اها جاءِ ڌوئڻ فرض آهي. ان کي موزن تي مسح ڪرڻ درست نه ٿيندو.

(21) جنهن جو هڪڙو پير پيڏيءَ کان وڍجي ويو آهي، ته بچيل پير جي هڪڙي موزي تي مسح ڪري.

(22) مقيم، جيڪو شرع سفر جيترو مسافر ناهي، تنهن جي حق ۾ مسح جو وقت شرع جي حڪم سان هڪ رات ۽ ڏينهن جيترو آهي.

مسافر لاءِ ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون آهي، جيڪڏهن مقيم رات ۽ ڏينهن گذرڻ کان پوءِ به مسح ڪري، اهو وقت پيرن جي ڌوئڻ کان پوءِ پهرئين حدث کان وني ڀڃبو ۽ مسافر مذڪور وقت کان ٽن ڏينهن ۽ ٽن راتين کان پوءِ مسح ڪيو ته اهو مسح درست نه ٿيو حڪيم جي حڪم سان.

(23) مسح جي ڀڃندڙن کان پاسو ڪرڻ فرض آهي.

## مسح جا ڀڃندڙ

ڪتابن ۾ لکن ٿا ته مسح جا ڀڃندڙ ست آهن.

(1) وضوءَ جا ڀڃندڙ، جن جو بيان مٿئين ڪلام ۾ گذريو، سي مسح جا ڀڃندڙ به آهن.

(2) مسح جي مدت، جنهن جو تفصيل گذريو. ان جو گذري وڃڻ به پڄندڙ آهي. پر جي سردي اهڙي موجود هجي جو موزن مان ان وقت پير ڪڍڻ سان ماڳهين پير وڃائجڻ جو خطرو آهي ته ان جي مسح مدت گذرڻ سان ڪانه پڄندي. جيستائين خوف کان تسلي ماڻي.

(3) موزي منجهان پير جو اڪثر حصو نڪري وڃي. يا اڪثر حصو پيڏين کان مٿان نڪري آيو.

(4) پير جي اڪثر حصي کي پاڻي لڳي وڃي. جيڪو موزي جي اندران هجي.

(5) موزي جو ڦاٽي پوڻ ۽ ان ۾ وڏو سوراخ ٿي پوڻ، ان جو اڳيئن ڪلام ۾ بيان گذري چڪو.

ڊريگهَہ ۽ ويلا = ڊيگهہ ۽ ويڪر.

(6) معذور جي حق ۾ وقت جو نڪري وڃڻ، جنهن موزو پليتيءَ ظاهر ٿيڻ سان پاتو.

شريعت ۾ معذور ان کي چون جنهن کي واءُ ايترو ٿو اچي جو ان کي روڪي ئي نه ٿو سگهي. يا نڪ کان رت اچيس ٿو يا ڪو ٻيو وضوءَ جو پڄندڙ ظاهر ٿئيس ٿو. جيڪو سڄي نماز جي وقت تائين ڪيس لڳل رهي ٿو. ۽ ان وقت ۾ وضوءَ تي قدرت نه ٿو رکي سگهي. ۽ پڻ پاڪائيءَ سان نماز پڙهڻ جي قدرت به نه رکي سگهي. انهيءَ وقت کان پوءِ ايندڙ وقتن به ساڳي عذر ڪيس ظاهر ٿئي. اهو عذر جيتوڻيڪ هڪ ڀيرو ئي ڇو نه ظاهر ٿئي، ته به معذور چئبو. جيڪڏهن معذور ان



گهڙيءَ ۾ موزا ڍڪيا جنهن گهڙيءَ ۾ ڪانئس عذر ڇڄي ته وقت جو نڪرڻ ان جو پڄندڙ چون ٿا.

(7) وضوءَ لاءِ جيڪو پاڻي ڪافي ٿئي، اوتري پاڻيءَ جو هٿ اچڻ پڄندڙ آهي. يا غسل لاءِ اهو ڪافي ٿئي. پر شرط آهي ته ان جي استعمال جي قدرت به حاصل هجي. پر هيءُ ان شخص لاءِ فرض چئبو، جنهن تيمم وقت موزن تي مسح ڪئي.

پر هنن ٽن پڄندڙن جي موجود ٿيڻ وقت، جيڪي ستن کان اڳي ذڪر ٿيا، مؤمن تي وضو سارڻ فرض ٿيندو. پهرين صورت انهن مان اها آهي ته مسح ڪندڙ کان وضوءَ جو پڄندڙ ڪو عمل ٿئي. انهن مان ٻي صورت آهي وقت جو معذور، جنهن جي وصف مٿي ذڪر ٿي، تنهن کان وقت جو نڪري وڃڻ آهي. ٽين صورت انهن مان آهي ته تيمم وارو ماڻهو پاڪ پاڻيءَ ۽ ان جي استعمال تي قدرت حاصل ڪري وٺي. انهن ٽن صورتن کان سواءِ باقي چئن صورتن ۾ صرف ٻن پيرن جو ڌوئڻ فرض آهي انهن ۾ نه مسح موٽائڻ فرض آهي ۽ نه وضو سارڻ. موزن جي مسح ڪرڻ اصل کان جائز آهي پر اهو ٽن شين سببان فرض ٿئي ٿو. پهرين شيءِ انهن مان آهي ته جنهن تي وضو فرض آهي تنهن وٽ پاڻي هجي. پر ايترو پاڻي نه هجيس جنهن سان وضو پورو ڪري سگهي. جيئن وضوءَ ۾ پنهنجا پير پڻ ڌوئي سگهي. ۽ جيڪڏهن پيرن کي نه ڌوئي موزن جي مسح ڪرڻ تي اهو پاڻي وضوءَ کي ڪافي ٿي وڃي ته اهڙي شخص جي حق ۾ مسح فرض آهي. ٻي شيءِ آهي ته جيڪڏهن پاڪ پاڻيءَ سان پير ڌوئي ٿو ته وقت نڪري ٿو وڃي ۽

جيڪڏهن مسح ٿو ڪري ته اهو خوف ناهي ته ان وقت به موزن مٿان مسح فرض ٿئي ٿي. ٽيون آهي اهڙو حاجي جنهن تي وضو فرض آهي سو جيڪڏهن پيرن کي ڌوئي ٿو ته عرفات ۾ بيهڻ کي رسي نه ٿو سگهي ان سبب ڪري سندس وقت به ويندو ته ان سبب ڪري سندس حج به ويندو هليو، پر جي مسح نه ٿو ڪري ته پهچي ٿو وجي ته اهڙيءَ صورت ۾ پڻ مسح فرض آهي ان طرح ڪتاب درمختار لکيو آهي.

## فصل پنجون

### چيڙيءَ مٿان مسح جا فرض

اهڙن چيڙيءَ مٿان مسح جا فرض، فرضن جي بيان ۾ جيڪي چيڙيءَ مٿان مسح جا فرض آهن چيڙيءَ سان تعلق رکندڙ فرض وضو ۽ غسل جي فرضن ۾ ۽ پڻ تيمم جي فرضن ۾ گذري چڪا آهن.

## فصل ڇهون

### حيض ۽ نفاس جي فرضن جو بيان

اهي ڳاڻاٽي مطابق ارڙهن فرض آهن. پر انهن ارڙهن مان پندرهين ۽ سورهين نمبر فرضن ۾ عالمن جو اختلاف آهي. مون اهي به انهيءَ عدد ۾ شمار ڪيا آهن. جيڪڏهن اهي حساب ۾ نه لکبا ته ليکي ۽ حساب ۾ فرضن جو عدد سورنهن ٿيندو.

(1) پهريون فرض حيض ۽ نفاس واري عورت لاءِ نماز کان پاسو ڪرڻ آهي. فرض نماز هجي يا نفل. شڪر جي سجدي کان پڻ پاسو ڪرڻ گهرجي ۽ تلاوت جي سجدي کان پڻ.



(2) روزن کان پاسو ڪرڻ، فرض هجن يا نفل.

(3) اهڙي زال سان، حيض ۽ نفاس وقت، جماع کان پاسو ڪرڻ.

(4) انهيءَ زال کي اهڙي شيءِ کان پاسو ڪرڻ گهرجي، جيڪا جماع جي حڪم ۾ آهي. جيئن مڙس جو ڪيس اگهاڙيءَ حالت ۾ نهائينءَ هيٺ گوڏن تائين ڇهڻ.

(5) حيض ۽ نفاس واريءَ عورت مٿان فرض آهي ته حيض، جيڪڏهن ڏهن ڏينهن کان اڳ ختم ٿيو آهي ته غسل کان اڳ جماع ۽ ان جي حڪم ۾ شامل عمل کان پاسو ڪري ۽ نفاس، جيڪڏهن چاليهن ڏينهن کان گهٽ ۾ ختم ٿيو آهي، ته غسل کان اڳ جماع ۽ ان جي حڪم ۾ شامل عمل کان پاسو ڪري.

پر جيڪڏهن ڪا عورت نماز جي پنجن فرضن جي آخري وقت ۾ پاڪ ٿي، پوءِ اهو ٿورڙو هجي يا گهڻو، جيئن اهو آخري وقت ايترو هجي جو غسل ۽ تڪبير تحريمه تي سگهي ۽ ان عورت مٿان اهو آخري وقت گذري ويو، ته ان صورت ۾ جماع ۽ ان جي حڪم ۾ شامل عمل غسل کان اڳ ان عورت لاءِ جائز آهي. جيڪڏهن اهو آخري وقت ٿورڙو آهي، جيئن اِهي به ڪم نه ڪري سگهي جيڪي مٿي گذريا ته ان صورت ۾ انهيءَ عورت مٿان غسل کان اڳ جماع ڪرڻ حرام آهي.

(6) حيض ۽ نفاس واري عورت جڏهن عادت کان اڳ پاڪ ٿي، جڏهن ته ان جي عادت مقرر آهي. ته ان کي جماع ۽ ان جي حڪم ۾ شامل عمل کان پاسو ڪرڻ گهرجي. حيض واري عورت، جيڪا ڏهن ڏينهن کان اڳ پاڪ ٿي آهي ۽ نفاس واري عورت چاليهن ڏينهن

کان اڳ پاڪ ٿي آهي ته جيستائين عادت جا ڏينهن پورا ٿين تيستائين جماع ۽ ان جي حڪم ۾ شامل عملن کان پاسو ڪندي.

(7) اهڙين زالن کي قرآن پڙهڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي. چو نه هڪ آيت جيترو پڙهن، يا چو نه ياد پڙهن. تڏهن به حرام آهي.

(8) اهڙين زالن کي مصحف کان پاسو ڪرڻ گهرجي. ان کي ڪڻڻ کان پڻ پاسو ڪرڻ گهرجي. پر جي غلاف مصحف کان ڌار آهي ته ان سان ڪڻڻ ۽ ڇهڻ جائز آهي.

(9) اهڙي شيءِ ڪڻڻ ۽ ان کي ڇهڻ کان پاسو ڪرڻ جنهن ۾ قرآن جي هڪ آيت لکيل آهي اها آيت ٻئي ڪلام سان جيڪڏهن گڏ آهي ته پوءِ علماءَ چون ٿا ته ان جو ڪڻڻ جائز آهي.

(10) مسجد ۾ داخل ٿيڻ کان پاسو ڪرڻ فرض آهي، جيڪڏهن زالون اهڙي جاءِ ۾ داخل ٿين جتي عيد نماز پڙهجي ٿي يا جنازي نماز ته ڪتاب لکن ٿا ته ان ۾ ڪوبه حرج ڪونهي.

(11) انهن ٻن زالن لاءِ فرض روزن جي قضا فرض آهي، جيڪي ان دوران ڪائنن نڪري ويا آهن. پر انهن مٿان نمازن جي قضا ڪانهي، جيڪي ڪائنن نڪري ويون آهن. اهي ڪريم جا ڪرم ۽ آگي جون مهربانيون آهن.

(12) انهن ٻن زالن تي فرض آهي ته اهو روزو قضا ڪن، جنهن ۾ ڪين حيض يا نفاس ظاهر ٿيو.

(13) حيض ۽ نفاس واريءَ عورت لاءِ فرض آهي ته ان روزي کي قضا ڪري، جنهن ۾ پرهه ڦٽڻ کان سج لهڻ تائين ڪنهن به وقت اها



پاڪا ٿي آهي. پر قضا جو اهو شرط لکيو اٿن ته پاڪائيءَ کان پوءِ ايترو وقت ڪيس مليو جنهن ۾ اها غسل ڪري سگهي. تڪبير تحريمه جي وسعت نه ئي هجي.

(14) حيض ۽ نفاس واريءَ زال تي انهن نمازن جو قضا ڪرڻ فرض آهي، جن نمازن جي آخري وقتن ۾ اهي پاڪ ٿين ٿيون. چو نه ٿورو وقت ئي هجي، جنهن ۾ صرف تڪبير تحريمه تي قدرت آهي، ته به قضا فرض آهي.

جيڪڏهن عورتن جو حيض ۽ نفاس اڪثر مدت تي پورو ٿيو هوندو، جيڪا انهن جي مدت مقرر آهي، تنهن مطابق يا نفاس ۽ حيض اڪثر مدت مان ٿورڙي وقت ۾ پورو ٿيو، ته ان صورت ۾ آخري وقت ايترو گهرجي جنهن ۾ غسل ۽ تڪبير تحريمه جي گنجائش هجي. پر انهن زالن تي رب وٽان انهن نمازن جو قضا ڪرڻ فرض ناهي، جن ۾ حيض ۽ نفاس ظاهر ٿيو، ۽ انهن تي پڻ قضا ڪرڻ فرض ناهي جن جو اهو طريقو آهي ته ڪنهن فرض دوران ڪين حيض يا نفاس اچي ويو ۽ ان وقت ۾ ڪائنن حيض يا نفاس جي ڪري فرض رهجي ويو.

(15) انهن حيض ۽ نفاس وارين زالن مٿان، ان نفل نماز جو قضا ڪرڻ فرض آهي، جنهن جي شروع ڪرڻ کان پوءِ ڪين حيض يا نفاس اچي ويو، اهو ئي صحيح قول آهي، ڪتاب لکن ٿا.

پَهِٽا = داخل ٿيڻ. پَهِنِ = داخل ٿين. ”پَهِٽن منجهه پهِي“ ۾ پهڻ جي معنيٰ پٽر ۽ پِهِي ’پ‘ ۽ ’هه‘ جي زير سان داخل ٿيڻ جي معنيٰ ۾ آهي پر هتي ’پ‘ جي زبر ۽ ’هه‘ جي زير سان

(16) انهن زالن تي اهو روزو قضا ڪرڻ فرض آهي، جنهن کي شروع ڪرڻ کان پوءِ حيض يا نفاس ظاهر ٿي پين. صحيح قول اهو آهي ۽ فتويٰ به ان تي آهي؛ پر پندرهون ۽ سورهون فرض جيڪو آهي، تن ۾ عالمن اندر اختلاف آهن، جيڪي دين جا باني آهن، ته نفل نماز ۽ نفل روزي جو شروع ڪري ڀڃڻ جي صورت ۾ قضا ڪن عالمن چيو آهي، ته واجب آهي، ڪن چيو آهي ته فرض آهي.

(17) حيض ۽ نفاس واريءَ عورت جي مٿان ڪعبي جي طواف کان پاسو ڪرڻ فرض آهي. طواف نفلي هجي يا فرضي. پر جي ڪا اهڙي زال ڪعبي جو طواف ڪري، ته ان جو طواف صحيح چئبو، ظاهر ائين آهي پر انهيءَ سبب جي ڪري ڪين ان جو گناهه ٿيندو. يعني غسل کان سواءِ طواف ڪري فرض ڇڏڻ جو گناهه. پوءِ اهو طواف حج جو هجي يا ڪو ٻيو هجي. جيڪڏهن اهڙو طواف حج لاءِ عرفات ۾ بيهڻ کان پوءِ ڪيائون ته اهڙيون عورتون ان سببان حج کان فارغ ٿي وينديون. پر گناهه جي سببان ان تي اٺ يا ڍڳي جو ڪهڻ واجب ٿيندو. جنبيءَ جو به شريعت موجب اهوئي حڪم آهي، جهڙو هنن ٻن زالن جو شريعت موجب حڪم بيان ٿيو.

(18) انهن زالن تي اعتڪاف ۾ ويهڻ کان پاسو ڪرڻ فرض آهي، جيڪڏهن ڪا پاڪ عورت اعتڪاف ۾ اچي ويني، ان کان پوءِ ان کي حيض يا نفاس اچي ظاهر ٿي پيو، ان جو اعتڪاف ڀڃي پوندو، جيڪڏهن واجب هوندو، ته ڪتابن ۾ اهڙن ماڳن جو ذڪر



به ٿيل آهي جن ۾ تڙ واري مرد، حيض واريءَ ۽ نفاس واريءَ عورت تي غسل واجب آهي، جيئن نماز جو ارادو ڪرڻ يا ان جهڙو ڪو ٻيو ڪم جنهن جو غسل کان سواءِ ڪرڻ جائز ناهي؛ پر اسان انهن کي هن تفصيل ۾ ذڪر نه ڪيو. جو ان جو مٿئين ڪلام ۾، غسل جي فرضن جي ذڪر ۾ بيان گذري چڪو آهي.

## فصل ستون

### پاڪائيءَ سان تعلق رکندڙ فرضن جي بيان ۾

هن فصل ۾ مون ڪوهن جي پاڪائيءَ سان تعلق رکندڙ فرض شامل ڪيا آهن. اهي حدث، جيڪي شريعت موجب وضوءَ جا ڀڃندڙ آهن، تن کان پاڻ کي وضوءَ جي ذريعي پاڪ ڪرڻ فرض آهي، ۽ پڻ غسل ذريعي پاڪ ڪرڻ پڻ فرض آهي. پر وضو ۽ غسل فرض تڏهن آهي، جڏهن پاڻي موجود هجي. نه ته ٻنهي جي قائم مقام تيمم کي چون ٿا. تيمم ڪرڻ فرض ٿيندو، جيڪڏهن پاڻي موجود ناهي ته نماز لاءِ، جسم، ڪپڙن ۽ جڳهه جو پاڪ ڪرڻ پڻ فرض آهي، پر اهو تڏهن جڏهن انهن ۾ پليتي مانع قدر جيتري هجي. مانع قدر جو بيان اهو آهي ته مغلظ پليتي درهم کان وڌيڪ هجي ۽ مخفف پليتي نمازيءَ جي ڪپڙي تي چوٿين پتيءَ کان وڌيڪ هجي ۽ پڻ نمازيءَ تي هيءُ امر فرض چون ٿا ته نماز جي حالت ۾ پليتي نه ڪٽي، جيتوڻيڪ اها پليتي جسم تي نه به هجي. ڪپڙي تي ۽ نماز واريءَ جاءِ تي نه به هجي. مثال جيڪڏهن ڪو نمازي نماز پڙهي، ۽ سندس مٿو ان ڇت سان لڳي ٿو يا ان تنبوءَ سان لڳي ٿو جيڪو پليت آهي. ته ان جي نماز هرگز درست

نہ ٿيندي. ان ڪان پوءِ مؤمنو! ٻڌو ۽ هيٺئين سان هنڌايو تہ پاڪائيءَ سان تعلق رکندڙ فرض ڳاڻيٽو ڪرڻ سان چوئيتاليھ ٿيا.

(1) انهن مان پهريون سڀاجهڙؤ! ٻڌو! اهو آهي تہ جيڪا شيءِ حقيقي پليتيءَ سان پليت ٿي ۽ اها شيءِ شين منجهان هجي تہ ان کي ان جڳهہ تان ڌوئڻ فرض آهي جنهن جڳهہ تي پليتي موجود آهي. ۽ اها پليتي قدر مانع جيتري آهي يعني درهم ڪان وڌيڪ (يا چوٿين حصي ڪپڙي ڪان وڌيڪ) ٻڌي ياد ڪجان.

(2) ٻيو فرض اهو آهي تہ اهڙي پليتي مطلق پاڪ پاڻيءَ سان ڌوئجي يا مقيد سان، جيئن گلاب، گدري يا چاهينءَ جو پاڻي يا جيئن بادرنگ جو پاڻي مقيد آهي يا اُهي پاڻي جيڪي ميون مان ڪيجن يا ترڪارين/ ڀاڄين مان ڪيجن. تہ بہ اها پليتي انهن سان ڌوئڻ درست آهي. يا اهڙي ڪنهن پٽڙيءَ شيءِ سان جيڪا پليتيءَ جو بنياد ختم ڪري، جيڪو نپوڙڻ سان نپوڙجي. جيئن سرڪو ۽ ان جهڙيون شيون چون ٿا. پر ان پليتيءَ جو ڪير جهڙي قسم جي شيءِ سان لاهڻ درست ناهي. نہ تيل ۽ گهہ سان پليتي ڌوئڻ جڳائي ۽ پڻ اهڙيون ٻيون شيون، جيڪي انهن وانگر سٽيون آهن. تن جو پڻ اهوئي حڪم آهي.

(3) ٽيو فرض اهو آهي تہ جيڪي شيون ذڪر ٿيون، جيڪي شريعت جي حڪم سان پليتي لاهن ٿيون، سي پاڻ پنهنجي ذات ۾ پاڪ هجن. اهي پاڻ مستعمل هجن يا ٻيو ڪجهہ دين جا عالم مستعمل پاڻيءَ کي پاڪ چون ٿا.



پر اهو حڪمي پليتيءَ: حدث ۽ جنابت کي ماڳهين پاڪ ڪندڙ ڪونهي؛ پر حقيقي پليتي جنهن جو نالو آهي، ان کي پاڪ ڪندڙ آهي. انهيءَ روايت تي عالمن جي فتويٰ آهي. جيڪڏهن ڪو شخص پليت پاڻيءَ سان ڌوئي، حقيقي پليتيءَ يا حڪمي پليتيءَ کي، تہ اها پليتي بنهہ ختم ڪانہ ٿيندي؛ ڪتابن جي صحيح قول مطابق. پر ڪن عالمن هن طرح بيان فرمايو آهي، تہ جيڪڏهن ماڻهو پليت پاڻيءَ سان ڌوئي يا پليت شيءِ سان ڌوئي، ڪنهن پليتيءَ کي، تہ ان جو حڪم اهو آهي، تہ پهرين پليت شيءِ جو حڪم هليو ويندو ۽ ٻي پليتي جو حڪم باقي رهجي ويندو. جيڪڏهن اهڙي پليتي، جيڪا مغلظ آهي، تنهن کي اهڙي پليتيءَ سان ڌوئي جا خفيف آهي. جيئن ڇيڻو يا پاخانو آهي، ان کي حفيف پليتي جيئن انسان، ڍڳي يا ٻين جانورن جي پيشاب سان ڌوئي، جن جو کائڻ شريعت ۾ حلال آهي، تہ پوئين قول مطابق مغلظ پليتيءَ جو حڪم نہ رهندو، جڏهن تہ خفيف پليتيءَ جو حڪم ان ۾ رهجي ويندو. پر پهريون قول وڌيڪ صحيح ۽ معتبر آهي. جنهن تي ماڻهن فتويٰ ڏني آهي. ڪتاب امداد الفتاح ان طرح لکيو آهي ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ اهو ذڪر آهي.

(4) پليت جاءِ جو ڌوئڻ اهڙي شيءِ ڪان جا پليت آهي، ايستائين جو پليتيءَ جو عين ۽ اثر زائل ٿي وڃي. ۽ پڻ بوءِ ۽ رنگ جو اثر زائل ٿي وڃي. جيڪڏهن اها پليتي 'مرئي' هوندي، جيڪا ڌوئڻ ڪان اڳ ڏسڻ ۾ اچي. برابر آهي تہ: اها جسم کي لڳي يا ڪپڙي کي يا ان جهڙي ڪنهن شيءِ کي ۽ اها تغاري يا ٿالهہ ۾ ڌوئي يا

ان کي ننڍي حوض ۾ ڌوئي، يا وهندڙ پاڻيءَ ۾ ڌوئي يا اهڙي وڏي حوض ۾ ڌوئي جنهن جو وهندڙ پاڻيءَ جو حڪم آهي. پر جيڪڏهن پليتيءَ جو اثر زائل ڪرڻ ڏکيو ٿي پئي، جيئن اثر وڃائڻ ڪنهن ٻي شيءِ جو محتاج ٿئي، جيڪا پاڻيءَ کان سواءِ ڪا ٻي آهي، ته ان صورت ۾ اثر وڃائڻ ماڳهين فرض ناهي.

(5) فرض آهي ٽي پيرا ڌوئڻ ۽ ٽئي پيرا ڌوئي ان سان گڏ نپوڙڻ اهڙيءَ طرح جو ان ۾ پنهنجي پوري سگهه ڪم آڻجي. انهيءَ سگهه ۾ جيڪو نپوڙيندڙ آهي، شريعت ۾ ان جي سگهه کي اعتبار آهي. اهو مسئلو ان صورت ۾ آهي جڏهن اها شيءِ، جيڪا نپوڙجي ٿي، سا سگهاري هجي ۽ هيءُ مسئلو ان صورت ۾ آهي جڏهن پليتي ’غير مرئي‘ هجي، يعني جيڪا ڏسندڙ کي ماڳهين ڏسڻ ۾ نه ٿي اچي ۽ پڻ اها ڪپڙي کي رسي ۽ ان جهڙي ڪنهن اهڙيءَ شيءِ کي رسي جيڪا نپوڙجي سگهي.

(6) فرض آهي ٽي پيرا ڌوئڻ ۽ ٽئي پيرا ڌوئي نپوڙڻ، ايتري قوت سان، جيڪا اها شيءِ برداشت ڪري سگهي جيڪا نپوڙجي ٿي. اهو ان صورت ۾ جڏهن اها شيءِ جيڪا نپوڙجي ٿي سا ضعيف ۽ نازڪ آهي.

(7) فرض آهي، ٽي پيرا صرف ڌوئڻ، ان ۾ نپوڙڻ فرض ڪونهي. سو ان صورت ۾ آهي، جڏهن پليت شيءِ جيڪا پاڪ ڪرڻي آهي، سان اهڙي آهي، جو نپوڙجي نه ٿي سگهي، جيئن: ماٺوءَ جو جسم، ڪاني، نڪر ۽ پڪي سر، جڏهن انهن کي مرئي پليتي،



جيڪا ڏسڻ ۾ اچڻ واري آهي، سا لڳي آهي. انهن شين کي ’مرئي‘ پليتي لڳي آهي، ته ان جو حڪم اهو آهي، جيڪو چوٿين فرض ۾ گذريو، ته ان جو اثر ۽ وجود وڃائبو. جيڪڏهن ان جو اثر وڃائڻ ڏکيو نه هوندو ته: پر ان ستين فرض جو حڪم تڏهن ٿا چون جڏهن اها شيءِ جنهن کي پليتي لڳي آهي، سا چوهندڙ ۽ پليتيءَ کي پيئندڙ نه هجي.

(8) فرض اهو آهي ته جيڪڏهن، اها شيءِ جنهن کي پليتي لڳي آهي، سا اهڙين شين منجهان آهي، جيڪا پليتيءَ کي چوهندڙ آهي، جيئن: نڪر، پڪي سر يا ڪاني، جيڪي نيون هجن، استعمال نه ٿيون هجن ۽ زمين ۾ فرش نه ٿيون هجن ته انهن کي پورا ٽي پيرا ڌوئڻ فرض آهي، ۽ ٽي پيرا انهن کي سڪائڻ فرض آهي.

سني = پيشاب. ڪيڻ = ڪائڻ. انترها = ان طرح.

جيئن انهن مان ٽمڻ ۽ ڦڙهو ڦڙهو وهڻ بند ٿي وڃي ۽ اهو ان جو هر پيري سان سڪائڻ شريعت ۾ نپوڙڻ جي جڳهه تي آهي. سگهو اهڙي سر جو بيان ايندو، جيڪا زمين ۾ کوڙي فرش ڪئي وئي آهي. پر هيءُ سڀ حڪم جيڪي گذريا، سي سڀ تڏهن آهن، جڏهن اهي تغاريءَ يا ڪنهن ٻي اهڙي شيءِ منجهان ڌوئي.

(9) پر جي انهن شين کي وهندڙ پاڻيءَ منجهان ٿو ڌوئي، يا ڪنهن اهڙي پاڻيءَ منجهان ٿو ڌوئي جنهن جو حڪم وهندڙ پاڻيءَ وارو آهي. جيئن: وڏو حوض ڏهه ٻاءِ ڏهه وارو. يا جيئن انهن مٿان گهڻو پاڻي اوتي ٿو، ته ان صورت ۾ ان جي حڪم جو تفصيل هيءُ آهي

ته جيڪڏهن پاليتي ’مرئي‘ آهي، ته ان جو عين وجود وڃائڻ ۽ پڻ
اثر وڃائڻ فرض آهي. جيڪڏهن اهو سولو هجي ته؛ پر جيڪڏهن
اثر وڃائڻ ڏکيو ٿئي ته اهڙي وقت ۾ اثر وڃائڻ معاف آهي: انهيءَ
صورت ۾ ٽي ڀيرا ڌوئڻ فرض ناهي. نه ئي نپوڙڻ ان ۾ فرض
چون ٿا، نه ئي ٽي ڀيرا نپوڙڻ فرض چون ٿا، اهڙي شيءِ ۾ جيڪا
نپوڙجي سگهي ٿي ۽ نڪوئي اهڙي شيءِ جو سڪائڻ فرص ٿا
چون جيڪا نپوڙڻ جوڳي ناهي. توڙي اها چوسيندڙ هجي توڙي
نه هجي. پر هيءُ سڀ حڪم ان صورت ۾ آهن جڏهن ماڻهو
پليتيءَ جو هنڌ سڃاڻي، ته هيءُ هنڌ آهي جنهن کي هيءَ پليتي
لڳي آهي، يا هيءُ جسم آهي جنهن کي پليتي لڳي آهي.

(10) پر جيڪڏهن پليتيءَ جو ماڳ ماڳهين مقرر ناهي ته ان صورت ۾
فرض هن طرح ٿا عالم لکن ته اهڙيءَ شيءِ منجهان ان جو ڪو
هڪ پلو ڌوئي، سوچي پوءِ ڌوئي يا سوچڻ کان اڳي ئي ڌوئي
ڇڏي.

(11) ٻارهين فرض جو بيان هيءُ آهي ته جيڪڏهن موزو، جتي ۽ ڪل،
جيڪا وارن کان بنا آهي، پليت ٿي پيا ته ان صورت ۾ انهن کي

ڪرڪٽا = جتي. ڪاٿلي = پاخانو.

اهڙي شيءِ سان مهٽڻ فرض آهي. جنهن سان اثر پليتيءَ جو
وڃائجي وڃي. جيڪڏهن پليتي جسم واري آهي. جيئن ڇيٽو يا
پاخانو ماڻهوءَ جو.

(12) فرض چون ٿا ته موزي جتيءَ جي قسم جي شيءِ جو اهڙي صورت



۾ ڌوئڻ فرض آهي جڏهن انهن کي اهڙي پليتي لڳي جنهن کي
جسم ڪونهي، جيڪا پتڙي آهي، جيئن! پيشاب يا شراب.

(13) فرض آهي، اهڙي ڪل جو ڌوئڻ، جيڪا گهٽن وارن واري آهي. سا
جڏهن پليت ٿئي ته آڳي جي حڪم سان ڌوئڻ سان پاڪ ٿي ويندي.

(14) اهي شيون جيڪي سخت آهن، جيئن آئينو، ڪائو، تراڙ، هڏو،
ڪاني، سون جا پٽ، رپئي جا پٽ، جن تي چٽ چٽيل نه هجن، سي
جڏهن پليت ٿين، ته اهي ٽن طريقن مان ڪنهن هڪ سان پاڪ
ٿينديون. جيئن ڪو انهن کي اهڙيءَ طرح اگهي جو انهن تان
پليتيءَ جو اثر وڃائجي وڃي. يا ڪو انهن کي اهڙيءَ طرح ڌوئي
جو انهن جو اثر وڃائجي وڃي يا انهن کي باھ ۾ ساڙي ته انهن
ٽنهي طريقن سان مٿيون شيون پاڪ ٿي وينديون. پليتي، سڪي
هجي، سائي هجي، سنهي هجي يا ٿلهي (پيشاب هجي يا پاخانو).

(15) فرض اهو مشهور آهي ته مٽ، جيڪو زمين ۾ لڳايل آهي، جنهن
کي ماڻهن وضوءَ جي پاڻيءَ لاءِ کوڙيو آهي. سو پليت ٿئي يا ان
جو پاڻي پليت ٿئي، ته ان کي پاڪ ڪرڻ جو هيءُ حڪم آهي ته
ان کي پليت پاڻيءَ کان صاف ڪجي. ان ڪانپوءِ ان کي ٽي ڀيرا
ڌوئجي پاڪ پاڻيءَ سان ۽ گهٽي ڪوشش سان ۽ هر ڀيري ان مان
اهو پاڻي ڪيجي جنهن سان ان کي ڌوئجي ته اهو مٽ عالم چون
ٿا ته پاڪ ٿي ويندو. انهيءَ مٽ جي پاڪائيءَ لاءِ اهو شرط بنهه
ڪونهي ته پاڪائيءَ لاءِ اهو مٽ زمين مان اکوڙي ڪيجي.

(16) فرض آهي ته ٽنهي طريقن مان ڪو هڪ اختيار ڪجي، جڏهن ڪا

زمين ڪنهن پليتيءَ سان پليت ٿئي. هڪ ته اها زمين سڪي وڃي ۽ پليتيءَ جو اثر هليو وڃيس، سج جي تهَ تي سڪي يا هوا تي، هر صورت ۾ اهڙي زمين نماز لاءِ پاڪ ٿي ويندي: ان زمين تي نماز پڙهي سگهبي: پر ان زمين تي، سڪڻ کان پوءِ تيمم شريعت ۾ بنهه درست نه ٿيندو. ٻيو طريقو اهو ته ان کي ٽي پيرا ڌوئي. ٽيو طريقو اهو ته زمين کي اکوڙي ته جيئن ان جي پليتي وڃي هلي. ان ۾ جيستائين پليتي آهي تيستائين اکوڙي ۽ ان هنڌان پليت مٽيءَ کي ڪڍي ڦٽي ڪري، ان مان ڪجهه به باقي نه رهي، ان کان پوءِ اتي پاڪ مٽي وجهي، ته جيئن ان زمين مان پليتيءَ جو اثر هليو وڃي.

(17) فرض آهي ته جيڪڏهن اهڙيءَ شيءِ پليت ٿي جيڪا زمين ۾ کتل آهي. ماڻهوءَ جي کوڙيل هجي يا اصلوئن کتل هجي. جيئن: پڪي سر يا پٿر، جيڪي زمين ۾ کتل آهن يا ڪي وڻ ۽ گاهه جي قسم جون شيون پليت ٿيون يا ڪانا ۽ ڪانيون، جيڪي زمين ۾ کتل آهن. يا ٿوئا، جيڪي ڇتين ۾ وجهجن ٿا، سي پليت ٿين يا جيئن ديواريون يا دريون ۽ در جيڪي گهرن ۾ جڙيل هجن. يا اهڙي قسم جون ٻيون شيون هجن ته انهن جي پاڪائيءَ لاءِ مٿين ٻن ڳالهين مان هڪ ڳالهه فرض ٿيندي. سڪائڻ جي صورت ۾ پليتيءَ جو اثر وڃي هليو، ڌوئڻ جي صورت ۾ انهن کي ٽي دفعا ڌوئجي.

(18) فرض جو بيان هيءُ آهي ته جيڪڏهن سرون ۽ پٿر زمين ۾ کتل



نه هوندا. اهي پنهنجي جاءِ تان ڪٽي سگهجن ٿا، ۽ وڻ يا ٻوٽا زمين مان وڍي ڌار ڪيا ويا آهن. يا در ۽ ديوارون زمين تي ڪري پيون آهن يا اهي در اصلوئن زمين تي رکيل آهن ته ان صورت ۾ انهن جي پاڪائيءَ جو شرط هيءُ آهي ته انهن کي پورا ٽي پيرا ڌوئجي. اهي شيون هن صورت ۾ سڪائڻ سان بنهه پاڪ نه ٿينديون. بحر جي مصنف پنهنجي ڪتاب ۾ چيو آهي ته پڪي سر يا ان جهڙيون ٻيون شيون زمين ۾ کتل سڪڻ جي سببان پاڪ ٿيون ان کان پوءِ انهن کي پنهنجي جاءِ تان ڪڍيو ويو ۽ زمين کان ماڳهين ڌار ٿيا ته ان صورت ۾ انهن شين جي ڦري پليت ٿيڻ ۾ عالمن جو اختلاف آهي، جيڪي دين جا باني آهن. ڪن عالمن چيو آهي ته انهن جو حڪم اهو آهي ته اهي شيون ان وقت ڦري پليت ٿينديون، جڏهن زمين کان ڇڄي ڌار ٿينديون: پر صحيح قول ڪتابن منجهان هيءُ ٿا لکن ته اهي شيون پاڪ ٿيڻ کان پوءِ موٽي پليت نه ٿينديون. توڙي زمين کان ماڳهين جدا ٿي وڃن.

(19) فرض هيءُ آهي ته جيڪڏهن مني ڪَپڙي کي لڳي ڪپڙو نئون هجي يا تمام پراڻو هجي. ان ۾ ڇتي لڳل هجي يا ڇتي لڳل نه هجي. يا اها جسم يا موزي کي لڳي پر سڪي هجي آلي نه هجي ته ان صورت ۾ ان جي پاڪائيءَ لاءِ ٻن شين مان هڪڙي شيءِ فرض آهي، انهن ٻن شين جو بيان ڪجي ٿو. هڪ ته منيءَ کي مهٽجي ايستائين جو مني رهڙجي وڃي. يا ان کي ڌوئي ان کي لاهي ڇڏجي. منيءَ جو اثر ڌوئڻ يا مهٽڻ ٻنهي کان پوءِ جيڪڏهن

رهجي وڃي، تہ بہ اهو ڪپڙو بنا شڪ شبهي جي پاڪ ٿي ويندو، اهو اثر پاڪائيءَ ۾ خلل ڪونہ ڪندو.

(20) فرض آهي تہ اها مني جيڪا ڪپڙي کي لڳي آهي يا جسم کي لڳي آهي يا موزن کي لڳي آهي، سا جيڪڏهن آلي آهي تہ ان جي پاڪائيءَ جي لاءِ فرض اهو ٿا چون تہ ان کي ڌوئڻ کان سواءِ ٻي ڪابہ واٽ ڪانهي. انهن ٻن فرضن ۾ منيءَ ۾ اهو ڪوبہ فرق ڪونهي تہ اها زالن جي هجي يا مڙسن جي. مڙس جي گهاٽي يا پتڙي بيماريءَ سببان هجي يا بنا بيماريءَ جي هجي، انسان جي هجي يا حيوان جي.

(21) فرض آهي، تہ جهڙو حڪم انسانن جي منيءَ جو آهي، جيئن گذريو، تهڙو ٻين منيئَ جو آهي، جيڪي حيوانن مان انسانن کان سواءِ پيدا ٿين ٿيون، ان جو تفصيل بہ ساڳيو آهي، جهڙو بيان ٿيو.

(22) فرض آهي تہ جيڪڏهن اهڙي ڪل پليت ٿي جيڪا رنگيل ناهي يا اها ڪل هجي اهڙي حيوان جي، جيڪو مؤمن شرطن هيٺ ڪنو تہ ان جي پاڪائي ٻن شين مان هڪ شيءِ سان فرض آهي، ٻن شين جو ذڪر ڪجي ٿو. هڪ تہ ان کي سولي طريقي سان ڌوئجي جنهن ۾ نپوڙڻ ماڳهين ممڪن ڪونهي، ٻيو تہ ان کي رڱي، جيستائين اها پليتي وڃي هلي. حقيقي طور ان کي رڱي يا حڪمي طور. حقيقي رڱڻ ان کي چئجي جنهن ۾ ڪل تي اهڙين دوائن مان ڪا دوا ايستائين وجهي، جيڪي رڱڻ لاءِ مقرر آهن، جيستائين آلاڻ ۽ چڪناهٽ نڪري وڃي. جيئن: بلوط جي وڻ جا



پن، جيئن ڪاري زمين ۽ شت، شت نالو آهي هڪ اهڙي گاهہ جو جنهن جي بوءِ سُرهي آهي. چڪڻ ۾ ڪڙو آهي، ان سان رڱجي يا جيئن لوڻ ٿيو يا ٻبر جا پن ٿيا. يا اهڙيون ٻيون شيون جن سان رڱجي سگهجي. دباغت حڪميءَ جو بيان هيءُ آهي، تہ مؤمن مٽيءَ کي ورائي ڪل مٿان ڪٽي وجهي يا اها ڪل ڪٽي مؤمن مٽيءَ مٿان وجهي يا تنهن ڪل کي سج جي تڙڪي تي وجهي يا انهيءَ ڪل کي ماڳهين واءَ تي وجهي. پر انهن ڪمن سان ڪل جي گندگي ۽ ڪِن وڃڻ گهرجي. جيڪڏهن اها ڪل بنا ڪنهن دوا جي سڪائي، بنا سج جي تڙڪي جي ۽ بنا هوا لڳڻ جي ۽ انهيءَ ڪل کي مٽيءَ کان بنا سڪائي تہ اها ڪل الله جي امر موجب پاڪ نہ چئبي. ان طرح بحر ۾ مذڪور آهي.

(23) فرض آهي تہ جيڪڏهن اها ڪل جا پليت آهي، تنهن کي رڱيو بنهہ نہ ويو آهي جيئن مردار جي ڪل، تہ ان جي پاڪائيءَ جو هيءُ امر آهي، تہ ان کي ائين دباغت ڪجي يعني رڱجي، جيئن بيان ڪيو اٿم. اها ڪل ڌوئڻ سان پاڪ نہ ٿيندي توڙي ٽي پيرا ڌوئجي. ان طرح معراج الدرايہ ۾ مذڪور آهي.

(24) فرض آهي تہ جيڪڏهن ڪپڙو اهڙي رنگ سان رڱيو ويو جيڪو پليت هو يا ڪپڙو پليت نير يعني گليءَ سان رڱيو ويو تہ ان صورت ۾ ان جي پاڪائيءَ جو فرض اهو ٿا چون تہ ان ڪپڙي کي پورا ٽي پيرا ڌوئجي، ان طرح لکيو آهي، ڪتاب سراج الوهاج، در مختار، فتح المبين، فتاوي سراجي، ظهيري، تاتارخاني ۽

فتاوي غياثيءَ ۾ ۽ ٻين ڪتابن ۾؛ پر اهڙي ڪپڙي کي ٽي ڀيرا پورا نپوڙڻ به گهرجي اها ڳالهه اولي ۽ بهتر آهي ڪتاب لکن ٿا. ان ڪپڙي کي ايستائين ڌوئجي جيستائين ان مان صاف پاڻي نڪري. ان طرح ڪتاب در مختار لکيو آهي ۽ فتح المبين ۾ پڻ اهو ذڪر آهي. ۽ پڻ ننڍي شرح منيه ۾ پڻ ان طرح آندو اٿس. نجاستن جي بحث جي پڄاڻيءَ تي انهيءَ کي آندائين.

(25) فرض هن طرح آهي ته جيڪڏهن ماکي، کير، گهه پگھريل پليت ٿيو، ته انهن جي پاڪائيءَ جو، عالم اهو شرط ٿا چون، ته انهن مان جيڪا شيءِ پليت ٿي آهي تنهن ۾ ڪجهه پاڻي اوتجي. ان کان پوءِ ان شيءِ کي ان پاڻيءَ ۾ ٽهڪائجي يعني اوٻارجي. ايستائين جو پاڻي باقي نه رهي، باقي اها شيءِ، جيتري هئي، اوتري بچي، ائين ٽي ڀيرا ٿيو ته اها شيءِ پاڪ ٿي ويندي. پر تيل ۽ گهه، جيڪو پگھريل ۽ رڌل ناهي، ته انهيءَ صورت ۾ انهن ٻنهي ۾ ٽهڪائڻ جي صفت شرط ناهي. انهن ٻنهي ۾ هيءَ ڳالهه ڪافي آهي، ته پاڻيءَ تي ٽي ڀيرا پورا مٿاهان ٿين، ته ان کان پوءِ ان پاڻيءَ منجهان اهو گهه يا تيل ڪڍجي. البته ٻين شين ۾ ٽهڪائڻ شرط چون ٿا. اهي شيون پورا ٽي ڀيرا ٽهڪائجن. ڪتاب جامع الرموز ۾ هن

گندي رتي رنگ سي = ڪپڙو رنگ سان رڱيو ويو

طرح اشارو آهي ته انهن شين ۾ پاڻي ايترو مقدار وجهجي، جو اهو انهن شين جي پنجين پتي ٿئي.

(26) فرض آهي، ته جيڪڏهن اهو گهه، جنهن ۾ پليتي پئي آهي، سو



ٻڌل ۽ ڏاڍو آهي، پٽڙو بنهه ناهي ته ان صورت ۾ انهن جي پاڪائيءَ لاءِ ايترو ڪافي آهي ته پليتيءَ وارو پاسو تاڪيد سان ڪوري ڪڍجي. ۽ ان مان پليتيءَ کي ڪڍي ڦٽو ڪجي. باقي جيڪو گهه بچيو سو کائبو. جيڪڏهن ان کي اڳئين طريقي سان پاڪ ڪبو ته به اهو شريعت جي حڪم سان پاڪ ٿي ويندو.

(27) فرض آهي، ته جيڪڏهن ڪچو گوشت پليت ٿيو، حلال هجي توڙي حرام، ته ان جو شرط اهو آهي، ته انهيءَ گوشت کي پورا ٽي ڀيرا ڌوئجي؛ پر جيڪڏهن اهو گوشت حلال جي قسم جو آهي ته ان جو کائڻ جائز آهي، پاڪ ٿي وڃڻ کان پوءِ.

(28) فرض آهي ته جيڪڏهن گوشت ۾ رڌڻ مهل پليتي پئي، گوشت ٽهڪڻ کان پوءِ اچي پئي، ته ان صورت ۾ ان جي پاڪائيءَ جو حڪم هيءُ آهي ته اهو گوشت پورا ٽي ڀيرا ڌوئجي؛ ان کان پوءِ اهو گوشت پاڪ ٿي ويندو. ان جو کائڻ جائز آهي. جيڪڏهن گوشت حلال جانور جو آهي؛ پر رهو پاڪ نه چئبو، عالم چون ٿا.

(29) فرض آهي ته جيڪڏهن گوشت ۾ رڌڻ وقت پليتي پئي؛ پر ٽهڪڻ کان اڳ ۾ اچي پئي، ان کان پوءِ اهو گوشت پليتيءَ سان گڏ ٽهڪيو ته ان صورت ۾ گوشت ۽ رهو ٻئي پاڪ ڪو نه ٿيندا. اهو امام اعظم جو قول آهي، الله مٿس رحمت ڪري. انهيءَ قول تي عالمن جي فتويٰ آهي؛ پر امام ابو يوسف هن طرح چيو آهي ته اهو گوشت ٽي ڀيرا ڌوئبو ۽ هر ڀيري ان کي سڪائبو، ته ان طرح اهو گوشت پاڪ ٿي ويندو.

(30) فرض آهي تہ جيڪڏهن ڪوهہ ۾ حيوانن ڪان سواءِ ڪا پليت شيءِ

وگھرؤ = پگھريل

* شايد مطلب اهو آهي تہ گھہ ۽ تيل ۾ پاڻي وجهجي، ٿي پيرا، ان سان جيڪا پليتي مٿي ٿي بيهي سا ڪڍي ڦٽي ڪجي، ان ڪان پوءِ پاڻيءَ مان گھہ ۽ تيل ڪڍي ونجي.

پئجي وئي، تہ ان جي پاڪائيءَ جو شرط هيءُ آهي، تہ ان ڪوهہ مان سڄو پاڻي ڪڍجي، پر اهو ان صورت ۾ جڏهن ڪوهہ جو جر وهندڙ نہ هجي.

(31) فرض اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪوهہ ۾ ڪو حيوان جو ڍور مئو هوندو جنهن ۾ مولي رت خلقيو آهي ۽ اهو ڪتي يا ٻڪريءَ جيترو هجي، ان جو جسم انهن جي بنهہ برابر هجي، تہ ان جي پاڪائيءَ لاءِ اهو امر فرض ٿا چون، تہ ان ڪوهہ منجهان مڙئي پاڻي ڪڍي ڇڏجي؛ پر اهو ان صورت ۾ آهي، جڏهن ڪوهہ جو پاڻي اڻ ڪٽ نہ هجي.

(32) فرض اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪوهہ منجهان ڪو جيئرو ڍور ڪڍيائون جنهن ڍور ۾ رت ظاهر ۽ نروار آهي. اهڙن ڍورن منجهان آهي جن جي اوبر پليت آهي ۽ اهڙي ڍور جو وات پڻ پاڻيءَ تي رسيو آهي، تہ اهڙي صورت ۾ اهو ڪوهہ جنهن ۾ هيءُ پيا آهن، تنهن جي پاڪائيءَ جو شرط هن امر کي چيو اٿن تہ ان ڪوهہ منجهان سڄو پاڻي ڪڍجي، جيڪڏهن اهو ڪوهہ اڻ ڪٽ نہ هجي؛ پر انهيءَ حڪم منجها سوئر جي قسم کي ڌار ڪيو اٿن،



ان جو هن ڪان پوءِ بيان ٿيندو.

(33) فرض اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪوهہ منجهان ڪو جيئرو سوئر نڪتو. يا ان کي جيئرو ان ڪوهہ منجهان ڪڍيائون. ڪوهہ جي پاڻيءَ کي ان سور جو وات رسيو يا نہ رسيو، ان صورت ۾ ان جي پاڪائيءَ جو فرض هيءُ آهي، تہ اهڙي ڪوهہ منجهان سڄو پاڻي ڪڍجي؛ جيڪڏهن ڪوهہ جو پاڻي اڻ ڪٽ ناهي.

(34) فرض آهي تہ جيڪڏهن اهڙو ڪوهہ پليت ٿيو، جنهن جو پاڻي اڻ ڪٽ ناهي تہ ان صورت ۾ مٿيون جيڪي چار صورتون آهن، جيڪي مٿي گذريون، تن جو شريعت ۾ هيءُ حڪم مقرر ٿيو آهي، تہ انهن جي پاڪائيءَ لاءِ فرض آهي، تہ انهن مان ايترو پاڻي ڪڍجي جيترو پليتيءَ پوڻ وقت موجود هو. ان ۾ پليتيءَ ڪان پوءِ جيڪو پاڻي ٻيو وڌيو آهي، سو پاڻي پاڪ آهي، ان جو ڪڍڻ فرض ناهي.

(35) فرض اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪوهہ ۾ ڪو جيئرو حيوان مئو، جنهن ۾ رت هجي ۽ ڪبوتر، ٻلي ۽ ڪڪڙ جي مقدار جو جسم هجيس تہ ان جي پاڪائيءَ جو شرط اهو ٿا چون تہ ان مان چاليهہ دلا/ ڏول سڄا ڪڍجن.

(36) فرض اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪوهہ ۾ جيئرو حيوان مئو، جنهن ۾ ظاهر ظهور رت هجي. پر جسم ۾ اهو جهرڪيءَ جهڙو هجي يا ڪئي جهڙو هجي تہ ان جي پاڪائيءَ جو شرط اهو ٿا چون تہ انهيءَ ڪوهہ منجهان سڄا ويهہ ڏول ڪڍيا. پر هيءَ مڙئي حڪم تڏهن

چئبا جڏهن حيوان نہ ڦاٽو آهي نہ ڇنو آهي.

(37) فرض اهو آهي تہ جيڪڏهن حيوان کوهہ ۾ مئو ۽ پوءِ ان مان نڪتو، پر ڦاٽي ۽ ڇڃي پوءِ نڪتو، تہ ان صورت ۾ پاڪائيءَ جو اهو حڪم آهي، تہ ان کوهہ منجهان سڄو پاڻي ڪڍجي، پر اهو تڏهن جڏهن کوهہ جو پاڻي اڻ کٽ نہ هجي. حيوان اهو ننڍڙو هجي توڙي وڏڙو، جيڪو الله جل جلال جي حڪم سان مئو.

(38) فرض اهو آهي تہ جيڪڏهن مئل حيوان ڦاٽو يا ڇنو ۽ اهڙي کوهہ مان نڪتو جيڪو اڻ کٽ جاري ۽ وهندڙ آهي تہ ان صورت ۾ ان جي پاڪائيءَ جو فرض هيءُ آهي، تہ ان کوهہ منجهان اهو سڄو پاڻي ڪڍجي، جيڪو پليتيءَ پوڻ وقت موجود هو.

(39) فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن ڪپهہ پليت ٿي، ڪنهن بہ پليتيءَ سان، تہ ان جي پاڪائيءَ جو شرط ٻن شين مان هڪ آهي، جن جو بيان ڪجي ٿو. هڪ تہ ان ڪپهہ کي ڌوئجي، تہ بہ اها پاڪ ٿي ويندي. سڄي ڪپهہ پليت هجي، توڻي گهڻي پليت ٿوري پاڪ يا

پيدا = ظاهر. نڱئو = نڪتو. ڏهل = ڏول - دلا.

ٿوري پاڪ گهڻي پليت هجي. هر صورت ۾ پاڪ ٿي ويندي. ٻيو اهو تہ ڪپهہ کي پاڪائيءَ لاءِ پڃجي پر پڃڻ سان پاڪائيءَ جو شرط اهو آهي، تہ پاڪ پليت کان گهڻي هجي. ۽ ان جي پڃڻ سان پليتيءَ جو اثر هليو وڃي، تہ اها ڪپهہ شريعت جي حڪم سان پاڪ ٿي ويندي. جيڪڏهن پليت ڪپهہ گهڻي ۽ پاڪ ٿوري آهي يا پاڪ پليت جي بنهہ برابر آهي يا سڄي ڪپهہ پليت آهي يا بنهہ



ڪانهي، تہ اهڙي ڪپهہ پڃڻ سان بنهہ پاڪ نہ ٿيندي. سواءِ ان جي تہ ان کي ڌوئجي.

(40) فرض جو بيان اهو آهي تہ ڪٽڪ، جَوَ يا ڪي ٻيا اَنَ، جيڪي ان جهڙا الله پيدا ڪيا آهن. جن کي ڳڏهن، ڍڳن يا اهڙي قسم جي ٻين حيوانن سان ڳاهجي ۽ ڳاهيندي جيڪڏهن اَنَ سان ڇيڻو ڳڏجي ويو يا ڳاهڻ وقت ان ۾ پيشاب ڪيائون، تہ ان جي پاڪائي جو فرض ٻن شين مان هڪ آهي، جن جو ذڪر ڪندس. هڪ تہ انهيءَ ڪٽڪ کي ورهائبو، ورهائڻ جي طريقي تي انهيءَ کي ڌار ڌار ڪبو. ان جهڙا ٻيا اَنَ بہ ان طرح ورهائبا. ٻيو اهو تہ انهن کي ڌوئبو تڏهن بہ پاڪ ٿيندا.

(41) فرض آهي تہ جيڪڏهن ڪني يا ڪوزو (ڪؤنرو) اهڙيءَ مٽيءَ منجهان ٺهيا هجن، جيڪا پليت آهي يا اهڙو ڪو ٻيو ٺڪر جو ٿانوَ هجي تہ ان جي پاڪائيءَ جو فرض اهو آهي تہ اها مٽي ڦري ٺڪر ٿئي تہ اهي سڀ ٿانوَ پاڪ ٿي ويندا.

(42) فرض جو بيان هيءُ آهي تہ جيڪڏهن ڪو مؤمن پائئي تہ شراب پاڪ ٿئي تہ ان جي پاڪائيءَ جو فرض اهو ٿا چون تہ اهو شراب ڦري سرڪو ٿئي تہ ان صورت ۾ پاڪ ٿي ويندو.

(43) فرض اهو آهي تہ جيڪڏهن ڪو ڇيٽي جي پاڪائي گهري تہ اهڙي جي حق ۾ فرض اهو آهي تہ ان کي ساڙي ڇارُ ڪبو تہ اهو ساڙڻ پنيان پاڪ ٿي پوندو.

(44) فرض جو بيان اهو آهي تہ جيڪڏهن تنور پليت ٿيو، پليت پاڻيءَ

سان يا ماڻهوءَ ان ۾ پيشاب ڪيو، اهو ماڻهو وڏو هجي يا ننڍو ۽ ان مان پاڻي ۾ پيشاب اچا نہ سڪو آهي تہ ان جي پاڪائيءَ جو عالم اهو فرض ٿا لکن، تہ تنور ۾ باھ ٻارجي. جيستائين باھ سان آلاڻ سڪي وڃي، تہ اهو تنور الله جي حڪم سان پاڪ ٿي ويندو، ان کان پوءِ جيڪڏهن ان ۾ ماني پچائجي تہ اها ماني پاڪ آهي ۽ ان جو کائڻ حلال آهي، جيئن تنور پاڪ آهي، تيئن ماني پڻ پاڪ آهي.

## فصل انون

### استنجا جا فرض

هي سيئي چار فرض آهن، جن جو بيان هيٺ ڏجي ٿو.

(1) فرض جو بيان اهو آهي، تہ پيشاب ڪرڻ پويان پنهنجي پاڪائي ڪري، ايستائين وضو درست نہ چئبو جيستائين ڦڙن جي ٽمڻ کان تسلي نہ ٿئي. ان طرح امداد الفتاح ۾ آهي.

(2) فرض اهو آهي تہ استنجاءِ جي جڳھ، جتان ڦڙو ڪري ٿو، تنهن کي پٿر يا پاڪ پاڻيءَ سان پاڪ ڪرڻ فرض آهي. استجا توڙي پيشاب کان هجي يا پاخاني کان هجي.

(3) فرض اهو آهي تہ جڏهن پاڪ پاڻيءَ سان استنجا ڪري تہ ان جو اهو فرض آهي تہ پاڻيءَ سان پليتيءَ جي بوءِ وڃائي، ان جڳھ جي بوءِ جنهن جو استنجا ڪري رهيو آهي، ۽ پڻ پنهنجي آڱرين جي جڏهن انهن سان استنجا ڪئي هجي: پر جيڪڏهن ماڻهو لاچار



ڳيهون = ڪٽڪ. هلرڪن جن کي = جن کي ڳاهن. چيڻ = چيٽو. باسڻ = نڪر جو ٽانڍ. ڪانمڻ

هجي، جو بوءِ ماڳهين وڃي ئي نہ ٿي، تہ ان هنڌ بوءِ وڃائڻ معاف آهي، ماڻهو انهيءَ مسئلي کان گهڻو غافل آهن، جيڪي سچا مؤمن آهن سي هيءُ هانءَ ۾ هنڊائن ان طرح ڪتاب اشباھ لکيو آهي.

(4) فرض اهو آهي تہ جيڪڏهن پليتي، جيڪا نڪرڻ جي جڳھ تان نڪتي آهي، سا ان جڳھ کان ٻاهر ٽپي آهي، جتان نڪتي آهي، سا جيڪڏهن درهم جي مقدار کان وڌيڪ ٻاهر طرف وڌيل آهي، تہ اهڙي صورت ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ ان پليتيءَ کي پاڪ پاڻيءَ سان ڌوئي. جيڪڏهن اها پليتي، جيڪا ان جڳھ ۽ ماڳ کي لڳي آهي، سا پوري درهم جيتري آهي، تہ ان جو ڌوئڻ واجب ٿا چون. جيڪڏهن درهم کان ٿوري آهي تہ ان جو حڪم اهو آهي تہ ان جو ڌوئڻ سنت آهي، ڪن عالمن چيو آهي تہ ڌوئڻ مستحب آهي دين جا مسئلا ٻڌي دل ۾ سانڍجو.

## فصل نائون

### نماز جا فرض

ان ۾ بہ سؤ اٺتيھ فرض آهن. جن جو هن فصل ۾ بيان ايندو ۽ ان تنبيھ ۾ جيڪا هن فصل پويان ايندي، مؤمنو! ٿن فرضن جو بيان ٻڌو.

(1) فرض اهو آهي، تہ مڙني مؤمن سونهارا جيڪي عاقل ۽ بالغ آهن، تن تي پنج نمازون فرض آهن.

پر شهر بلغار جي مؤمنن تي سمهڻيءَ جو وقت فرض ناهي ۽

پڻ وتر واجب ناهي: سال جي انهن راتين ۾ جن ۾ شفق وقت ئي پرهه ڦٽي ٿي. شهر بلغار ۾ راتيون تمام ننڍيون ٿين ٿيون، ان ڪري بلغار وارن تي سمهڻيءَ جي قضا بہ ڪانهي. جڏهن اهڙيون ننڍيون راتيون هجن. انهيءَ قول تي وڏن امامن فتويٰ ڏني آهي. جهڙوڪ: شمس الائمہ حلوائيءَ، امام بقالي، برهان الائمہ جيڪو وڏو هو. جهڙوڪ وافي ۽ ڪنز جو صاحب ۽ ٻيا علماءَ. عالم شرنبلاليءَ امداد الفتاح ۾ ۽ ابن امير الحاج شرح منيہ ۾ چيو آهي تہ هيءُ قول صحيح، محڪم ۽ مضبوط چئبو ۽ ڪن عالمن فرمايو آهي، الله رحمت ڪرين، تہ انهن ٻن نمازن جي قضا فرض آهي، ان قول کي فتح القدير واري قوي سڏيو آهي.

(2) انهن فرضن مان ٻيو فرض آهي تہ نماز جمعي جي الله وٽان فرض آهي، انهن مڙني مؤمنن تي جيڪي عاقل بالغ آهن. جيڪڏهن اهي شرط موجود هوندا جيڪي جمعي جي نماز جا آهن، جن جو يارهين فصل ۾ بيان ٿيندو.

(3) انهن فرضن مان ٽيون فرض اهو آهي تہ بلغار وارن مٿان چار نمازون فرض آهن. اهڙين راتين ۾ جن جو بيان گذريو. انهن تي نہ سمهڻي آهي نہ وتر. پر نماز جا هيءُ فرض ٻن قسمن جا آهن، هڪڙا فرض خارجي جيڪي نماز کان ٻاهر آهن، ٻيا فرض داخلي آهن، جيڪي نماز ۾ داخل آهن. انهن ٻنهي نوعن مان هر هڪ نوع جو ذڪر الڳ الڳ بيان ڪريان ٿو.



## نوع پهريون

### نماز جا ٻاهريان فرض

مؤمن موچارا ٻڌي ياد ڪجان تہ ٻاهريان فرض مڙئي اٺ آهن. انهن جي قول مطابق، جن اهو چيو آهي تہ تڪبير تحريمہ شرط آهي. اها رڪن ناهي، امام اعظم کان منقول صحيح قول اهوئي آهي ۽ اهو ٻين قولن کان مشهور بہ آهي. هاڻي مؤمنو! ان جو تفصيل ٻڌو، تہ ٻاهريان فرض جيتوڻيڪ اٺ آهن. پر اسان جي ڳاٽاٽي موجب، جيڪو اسان هن رسالي ۾ ڪيو آهي، ٽيانوي فرض ٿين ٿا، انهن جو بيان ٻڌو. سواءِ انهن فرضن جي جيڪي انهيءَ نوع جا آهن: پر انهن جو هن فصل

ڪارهہ = يارهين

کان اڳ بيان ٿيو آهي، جيڪو، ڳاٽاٽي موجب نائون فصل آهي. هاڻي مؤمنو! ٽيانوي فرضن جو بيان ٻڌو! انهن فرضن مان پنجاسي فرض، جن جو انهن سان تعلق آهي، سي مشهور آهن. هن فصل جي منڍ ۾ جيڪي ٽي فرض گذريا، سي جيڪڏهن هنن ٽيانوي فرضن سان گڏجن تہ ليکي ۾ ڇهانوي فرض ٿي پوندا. هاڻي مؤمن انهن جو تفصيل هڪ ٻئي پويان ٻڌندو وڃ.

-1 انن فرضن مان پهريون فرض آهي جسم پليتيءَ کان پاڪ ڪرڻ: پر ان پهرئين فرض ۾ پورا ٽي فرض آهن.

(1) انهن ٽن فرضن مان پهريون فرض سڀاجهو! ٻڌو: تہ جسم کي حڪميءَ پليتيءَ کان پاڪ ڪري. وضو هجي توڙي جنابت،

حيض هجي توڙي نفاس. جيڪڏهن ان صورت ۾ جسم مان تر جيترو مقدار به ڌوئڻ ۾ نه آيو ته اهو جسم بنهه پاڪ نه ٿيندو.

(2) ٻيو فرض ٽن فرضن مان آهي جسم کي حقيقي پليتيءَ کان پاڪ ڪرڻ: جيڪڏهن اها پليتي غليظ هجي. پر جيڪڏهن پليتي خفيف آهي، ته جيڪڏهن چوٿون ڀاڱو جسم جو يا ڪپڙي جو پليت ٿيو، ته ان چوٿين ڀاڱي جو ڌوئڻ فرض آهي.

(3) انهن مان ٽيون فرض سڀاجهڙؤ! اهو آهي ته نماز پڙهندڙ نماز جي حالت ۾ پنهنجي مٿان پليتي کڻندڙ نه هجي. توڙي اها پليتي جسم تي هجي يا جڳهه تي، ڪپڙي ۾ هجي يا ڪنهن ٻيءَ شيءِ تي. جيڪڏهن ڪو شخص اهڙي طريقي سان نماز پڙهي ٿو جو ان جو مٿو پليت ڇت کي لڳي ٿو، پليت تنبوءَ کي مٿو لڳي يا اهڙو شيشو ان شخص کنيو، جنهن ۾ پيشاب آهي يا اهڙو شيشو کنيائين جنهن ۾ شراب آهي، ته ان صورت ۾ اهڙي شخص جي نماز درست نه چئبي.

-2 انن ٻاهرين فرضن مان ٻيو فرض اهو آهي ته ڪپڙا پاڪ هجن.

-3 انن فرضن مان آهي جڳهه جي پاڪائي، جنهن ۾ الله ڪارڻ نماز پڙهي ٿو. پر ڪپڙي يا جڳهه جي پاڪائي اهڙي پليتيءَ کان ضروري آهي. جنهن جو نالو آهي حقيقي پليتي. حقيقي پليتيءَ مان به جيڪڏهن غليظ پليتي درهم کان مٿي آهي، جيڪڏهن حفيف آهي ته چوٿين پتي نمازيءَ جي ڪپڙي جي نماز کان مانع آهي. اهو امام اعظم کان صحيح قول منقول آهي. امام محمد



کان پڻ اهو ئي قول صحيح منقول آهي ۽ پڻ ڪيترائي فرض ستين فصل ۾ گذري چڪا آهن جيڪي جسم ۾ ڪپڙي جي پاڪائيءَ سان متعلق آهن. ۽ جيڪي جڳهه جي پاڪائيءَ سان متعلق پڻ آهن. پر سڀاجها تون گهٽي يقين سان ٻڌ ته جڳهه جي پاڪائيءَ جا چار فرض آهن.

(1) پهريون فرض آهي ان جڳهه جي، مانع پليتيءَ کان پاڪائي، جنهن ۾ سجدي وقت پيشاني رکجي.

(2) ٻيو فرض آهي ان جڳهه جي، مانع پليتيءَ کان پاڪائي، جتي نماز پڙهندڙ پير رکي. ان فرض تي پڻ عالمن جو اتفاق آهي: پر عالمن، جيڪي دين جا باني آهن، گوڏن رکڻ واريءَ جاءِ جي پاڪ هئڻ ۾ اختلاف رکيو آهي ۽ سجدي ۾ هٿن رکڻ واريءَ جاءِ ۾ اختلاف ڪيو آهي پر صحيح قول ڪتابن ۾ اهو ئا چون ته مؤمن نمازي سجدي جي وقت گوڏا ۽ هٿ جنهن زمين تي رکي ٿو يا اهڙيءَ شيءِ تي رکي ٿو جنهن جو زمين وارو حڪم آهي ته انهن جڳهين جي پاڪائي پڻ فرض آهي. ان ڪري جيڪڏهن گوڏا ۽ هٿ اهڙيءَ جاءِ تي رکيائين جيڪا ايترو مقدار پليت آهي، جيترو مقدار نماز کان مانع آهي ته ان صورت ۾ نماز جائز نه ٿيندي. جيڪڏهن نمازيءَ سجدي ۾ گوڏا ۽ هٿڙا ماڳهين زمين تي نه رکيا ته انهن جي جاءِ جي پاڪائي پڻ فرض ناهي.

(3) فرض انهن مان آهي نمازيءَ جو اهو يقين ڪرڻ ته جسم پليتيءَ کان پاڪ آهي. حڪمي پليتي هجي يا حقيقي. پر ان کي جڳهه جي

باري ۾ حقيقي پليتيءَ کان پاڪ هئڻ جو يقين هجي ۽ ڪپڙي جي باري ۾ به پاڪائيءَ جو يقين هجي، جنهن ۾ نماز پڙهي ٿو ته اهو به حقيقي پليتيءَ کان پاڪ هجي. جيڪڏهن مؤمن مصليءَ کي غالب گمان هجي ته هيءُ ئي شيون پاڪ آهن ته اهو يقين ٿيو، پر جيڪڏهن ڪنهن شخص اهڙي يقين سان نماز پڙهي يا اهڙي غالب گمان سان نماز پڙهي ته سندس ڪپڙو پليت آهي ته اها نماز شريعت جي حڪم موجب درست نه ٿيندي، توڙي پوءِ يقين ٿئيس ته پهريون يقين خطا هو. پر جي مؤمن مصلي نماز پڙهي؛ پر يقين ٿو پائي يا غالب گمان ٿو رکي، ته نماز بنا وضوءَ جي ٿو پڙهان يا جنابت جي حالت ۾ ٿو پڙهان؛ پر پوءِ ظاهر ٿيس، ته وضوءَ سان پڙهي اٿم يا جنابت بنهه ڪانه هئي، ته اها نماز شرع جي حڪم موجب درست نه ٿي. ان طرح اشباهه ۾ مصنف لکيو آهي، سگهو پويون نوع هن جي پڇاڙي ٿيڻ کان پوءِ ايندو: انهن فرضن مان ڇهين فرض ۾، جيڪي اٺ فرض نماز جا پهريان آهن.

(4) چوٿون فرض اهو آهي ته جيڪڏهن اهڙو شخص ڪا اهڙي شئي نه ٿو لهي جنهن سان حقيقي پليتي لاهي، جيڪا جسم تي لڳي آهي يا ڪپڙي تي لڳي آهي، جيڪا نماز کان مانع مقدار جيتري آهي ۽ ٻيو ڪپڙو ڪيس ماڳهين ميسر ئي ڪونهي يا اها شيءِ ڪانئس بنهه گهڻو پري آهي ڪوهه جي مقدار جيتري يا ان کان به پري يا وٽس پاڪ پاڻي موجود هجي پر اهو پاڻي ڪپائڻ سان اڃ مرڻ جو خوف اٿس. يا اها شئي دشمن جي ڊپ کان لهي نه ٿو



سگهي يا ڦاڙيندڙ جانور جي ڊپ کان نه ٿو لهي سگهي. يا ان شخص کي ايتري پئسي تي قدرت ڪانهي جيتري ۾ پاڻي وڪڻن ٿا، يا ان کي ڏول پاڻي ڪڍڻ لاءِ ميسر ناهي. يا ان جهڙو ڪو ٻيو سبب پاڻي نه لهڻ جو آهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته هو نماز اهڙي وقت ۾ پڙهي ڇڏي، اهڙي مانع پليتيءَ سان جيڪا ماڳهين ڇڏي نه ٿي ته ان مڙس مٿان اها نماز موٽائڻ به لازم ڪانهي توڙي فارغ ٿيڻ کان پوءِ اها شيءِ ملي به وڃيس، جيڪا پليتيءَ کي لاهي ٿي ۽ ان کي محو ڪري ٿي ڇڏي، وقت اڃا هجي توڙي گذري ويو هجي. مٿي ان شخص جو حڪم گذريو جيڪو پليتي حڪميءَ کي لاهيندڙ ڪا شيءِ نه ٿو لهي، تيمم جي فصل جي آخر ۾ ان جو بيان ڪيو اٿم. ان کي اتي ڏسي وٺجو. ان کي فاقد الطهورين جو مسئلو چون ٿا. جيئن پاڪ ۽ پاڪ ڪندڙ پاڻي ماڳهين نه ٿو ملي ۽ پڻ اهڙي شيءِ به نه ملي جنهن سان تيمم ڪري سگهي. پر هيءُ ٽيو ۽ چوٿون فرض جيڪي مذڪور ٿيا، سي جيئن جاءِ جي پاڪائيءَ سان تعلق رکن ٿا تيئن جسم جي پاڪائيءَ سان تعلق رکن ٿا ۽ پڻ ڪپڙي جي پاڪائيءَ سان به انهن جو تعلق آهي ان ڪري ظاهر جي لحاظ کان اهي به فرض ٿيا، پر حقيقت ۾ اهي ڇهه فرض آهن، پر جڏهن اهي ڇهه فرص ٻن پهرين فرضن سان ڳڏياسين جيڪي مٿي گذريا، جاءِ جي پاڪائيءَ جي فرضن ۾ ۽ پڻ ٽي فرض اهي ڳڏياسين جيڪي جسم جي پاڪائيءَ جا گذريا ته اهي ڪل ٻارنهن فرض ٿيا.

4- انن ٻاهرين فرضن منجهان چوٿون فرض آهي، نماز ۾ اوگهڙ کي ڍڪڻ ۽ پڻ نماز کان ٻاهر اوگهڙ ڍڪڻ. پر انهن ٻنهي اوگهڙ جي ڍڪڻ وارن عملن ۾ وڏا فرق آهن. عالمن ڪتابن ۾ انهن جا تفصيل لکيا آهن؛ پر ان فرض سان تعلق رکندڙ ست فرض چون ٿا. انهن جو بيان ٻڌو.

(1) انهن فرضن مان پهريون فرض اهو آهي، تہ اهو ڍڪيندڙ اهڙي صفت وارو هجي، جو ان مان اها جڳهہ ڏسڻ ۾ نہ اچي، جيڪا ان جي هيٺان ڍڪي وئي آهي. اهو ڍڪيندڙ توريءَ جي قسم جو هجي يا وڻ جي پنن يا مٽيءَ جي قسم جو هجي. جيڪڏهن ڍڪيندڙ اهڙو آهي. جنهن مان تنهن هيٺان ڍڪيل عضوا ڏسجن ٿا. جيئن سنهو ڪپڙو ڍڪيائين، جنهن ۾ ڪوبہ ڍڪ ڪونهي يا جسم تي شيشو شوق مان ڍڪيائين يا صاف پاڻي ۾ وڃي بيٺو جنهن مان اوگهڙ ڏسجي ٿي پئي تہ انهن مڙني صورتن ۾ نماز درست نہ ٿيندي.

(2) ٻيو فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن اگهاڙو ماڻهو ڪپڙو ماڳهين ڪونہ ٿو لهي، سواءِ اهڙي ڪپڙي جي، جنهن جو چوٿون حصو پاڪ آهي يا چوٿين حصي کان وڌيڪ پاڪ آهي، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ اهو ڪپڙو ڍڪي نماز پڙهي؛ ان صورت ۾ اگهاڙو ٿي نماز پڙهڻ درست نہ ٿيندي. جيڪڏهن اهڙو ڪپڙو نہ ٿو لهي جيڪو چوٿائيءَ کان گهٽ پاڪ آهي ۽ ان جا پورا ٽي پاڱا پليت آهن، تہ ان صورت ۾ نمازي مرضيءَ وارو آهي؛ جيڪڏهن



ان ڪپڙي ۾ نماز پڙهي تہ بہ جائز آهي؛ پر جي اگهاڙي حالت ۾ نماز پڙهي، تہ اها بہ درست ٿي.

(1) فرض آهي تہ جيڪڏهن ڪو پاڪ ڪپڙو تہ لهي ٿو، پر اهو اوگهڙ جو ٿورو مقدار ڍڪي ٿو، تہ ان تي اوگهڙ ڍڪڻ فرض آهي، ٿورڙو قدر ئي چو نہ ڍڪي.

(2) فرض انهن مان اهو آهي، تہ جيڪڏهن اهڙو ڪپڙو لهي ٿو جيڪو ٻنهہ سنهڙو آهي، اڳ ۽ پٺ واري صرف اوگهڙ ڍڪجي سگهي ٿي، تہ ان صورت ۾ انهن ٻن ماڳن جو ڍڪڻ پهريائين فرض آهي، جيڪڏهن انهن ٻن کان بچي تہ پوءِ ٻي اوگهڙ ڍڪجي.

(3) فرض آهي تہ جيڪڏهن نماز لاءِ ڪپڙو ناهي تہ ان لاءِ ڪپڙو وٺڻ فرض آهي؛ پر ان صورت ۾ جڏهن مالڪ اهو ڪپڙو پوري ناڻي ۾ وڪڻن ٿا؛ پر جيڪڏهن قيمت جي حساب کان مالڪ مهانگي ٿو وڪڻي تہ جيڪڏهن وٽس قيمت موجود ڪانهي ۽ مالڪ اهو

ڪارهَہ = يارنهن. توري = ڪجيءَ جي پنن يا ڪل جي پنن مان نهيل تڏا ۽ توريون. ٿو بڪجي = ڏسجي ٿو. ججهيرو = وڌيڪ. وچوٿي = چوٿون حصو.

مهانگو ٿو وڪڻي، قيمت ۾ گهٽو مهانگو ٿو وڪڻي، تہ ان صورت ۾ اهو نماز اگهاڙو پڙهي، ان تي ڪپڙو وٺڻ فرض ڪونهي.

(4) فرض ڪتاب اهو ٿا لکن، تہ جيڪڏهن نمازي اهڙي شيءِ نہ ٿو لهي، جيڪا اوگهڙ ڍڪي، تہ اهو شخص اگهاڙو نماز پڙهي؛ ان تي نماز موٽائڻ لازم بہ نہ ٿا چون. ان طرح امداد الفتاح ۾ مذڪور

آهي: توڙي نماز جي وقت ۾ نماز پڙهي پوري ڪرڻ کان پوءِ ڪپڙو ملي وڃي. اگهاڙي مٿان اهو مستحب آهي ته نماز ويهي اشارن سان پڙهي، پر اهو مؤمن تي واجب نه چئبو. تنهن ڪري جيڪڏهن بيني اشارن سان نماز تو پڙهي، رڪوع ۽ سجدي لاءِ اشارا تو ڪري يا بيهي رڪوع ۽ سجدي سان نماز تو پڙهي، ٻنهي صورتن ۾ ان جي نماز درست ٿيندي. الله جي حڪم سان.

(5) فرض هيءُ آهي، ته نمازيءَ جي اوگهڙ ڪلڻ ۽ ظاهر ٿيڻ نه گهرجي. اهي عضوا جيڪي، اوگهڙ ۾ شمار ٿين ٿا، انهن جي چوٿين پتيءَ جيتري اوگهڙ نه ڪلڻ گهرجي. جيڪڏهن اوگهڙ واري عضوي جي چوٿين پتي ظاهر ٿي پئي ۽ اهڙيءَ اوگهڙ سان رڪن جيترو وقت گذري ويو، يا ان جو ڪجهه حصو گذريو ته ان صورت ۾ نماز پڇي پوندي.

-5 فرض انن ٻاهرين فرضن مان آهي قبلي سامهون ٿيڻ. ان سان تعلق رکندڙ ٻارنهن فرض آهن: بلڪ ليکي ۾ پندرهن فرض ٿين ٿا.

(1) پهريون فرض انهن مان اهو آهي ته جيڪڏهن ماڻهو مڪي مبارڪ جو رهاڪو هجي، ڪعبي کي ڏسي ۽ مشاهدو ڪري تو يا مديني شريف جي رهندڙن منجهان آهي ۽ مسجد نبويءَ ۾ نماز تو پڙهي. جنهن جو قبلو وحيءَ سان ثابت آهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون ته عين ڪعبي جي سامهون ٿي بيهي.

(2) فرض اهو آهي ته جيڪي ماڻهو مڪي جا رهاڪو آهن، پر نماز



مهل ڪعبو ڏسن نه ٿا يا مديني جا رهاڪو آهن پر مسجد نبويءَ کان ٻاهر نماز ٿا پڙهن يا اهي ماڻهو بين جڳهين تي رهن ٿا، ته انهن جي حق ۾ فرض اهو آهي، ته ڪعبي جي طرف جي سامهون ٿي بيهن.

(3) فرض اهو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن شخص کي قبلي جي طرف ۾ شڪ ٿي پيو آهي، ڪو بيو اهڙو به ڪو نه تو مليس جنهن کان پڇي سگهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، ته دل ۾ قبلي جي طرف جي باري ۾ سوچي، غالب گمان ۾ جنهن پاسي قبلو سمجهي، ان پاسي سامهون ٿي نماز ۾ بيهي: توڙي ماڳهين ڪائنس خطا ڇو نه ٿي وڃي (ته به سندس نماز درست ٿي ويندي) جيڪڏهن سوچي قبلي جو پاسو مقرر ڪري نماز پڙهيائين ۽ پڙهي فارغ ٿيو، ته سندس نماز درست ٿيندي: توڙي نماز کان پوءِ ڄاڻي وٺي ته خطا ٿي اٿم: پل ۾ قبلو وساري وينو آهيان، ته جيڪا نماز پڙهيائين سا نه موٽائيندو. جيڪڏهن ڪنهن شخص تي قبلي جي جهت مشڪوڪ ٿي پئي، ان کان پوءِ دل ۾ سوچيائين ۽ ڪنهن طرف ڏانهن سندس سوچ بيني، ان کان پوءِ جنهن پاسي ڏانهن سوچ بيني آهي، سو ڇڏي ٻئي پاسي نماز پڙهيائين، ته ان جي شريعت موجب نماز نه ٿيندي، توڙي قبلي جو ان طرف هئڻ معلوم ٿيس، ڪنهن طريقي سان يا نه ٿيس (يعني پوءِ توڙي معلوم ٿئيس ته ان طرف قبلو هو يا نه ٿئي) پڻ جيڪڏهن ڪنهن تي قبلي جو پاسو مشڪوڪ ٿيو ۽ ان باري ۾ سوچڻ کان سواءِ نماز پڙهيائين، ته

ان جي نماز درست نہ ٿيندي؛ پر جيڪڏهن فارغ ٿيڻ کان پوءِ
ڄاڻي تہ قبلي ڏانهن مهڙ هئي، نماز قبلي ڏانهن منهن ڪري
پڙهي اٿم، تہ ان صورت ۾ ان نماز جو موٽائڻ فرض ناهي. ان تي
عالمن جو اتفاق آهي. جيڪڏهن نمازيءَ وچ نماز ۾ ڄاتو تہ قبلي
جي بلڪل سامهون آهيان يا سامهون هٽڻ يا نہ هٽڻ نہ ڄاتائين، نہ
وچ نماز ۾ نہ ان کان پوءِ، تہ انهن مڙني صورتن ۾ نماز ناجائز
ٿيندي، اها نماز موٽائي ورائي پڙهبي. جيڪڏهن ڪنهن تي قبلو
مشڪوڪ نہ ٿيو، ان ۾ ڪيس ڪوبہ شڪ نہ پيو، بنا فڪر جي اها
نماز پڙهي ڇڏيائين، تہ اها نماز شرع جي حڪم سان جائز ٿيندي،
جيڪڏهن بنهہ شڪ ناهي تہ سوچڻ فرض ڪونهي. پر جيڪڏهن
انهن صورتن ۾ وچ نماز ۾ ڄاتائين يا فارغ ٿي پوءِ ڄاتائين، تہ
قبلي ۾ ڀلجي ويو آهيان، تہ ان تي نماز موٽائڻ واجب ٿيندي.
جيڪڏهن ڪنهن شخص تي قبلو مشڪوڪ ٿي پيو ۽ دل ۾ ان
باري ۾ سوچيائين؛ پر دل مان ڪنهن بہ پاسي لاءِ تسلي نہ ٿي تہ
ان صورت ۾ نماز پورا چار ڀيرا پڙهي، هر پاسي هڪ ڀيرو نماز
پڙهي. اڪثر عالمن جو اهو قول آهي. عالم گهٽو احتياط ان ۾
ٿا چون. ڪن دين جي باني عالمن چيو آهي تہ اهڙو مؤمن مرضيءَ
وارو آهي، هڪ ڀيرو نماز جنهن پاسي گهري پڙهي ڇڏي، تہ اها
نماز بنا دهرائڻ جي درست ٿي ويندي. ڪن عالمن چيو آهي تہ نماز
۾ ايستائين تاخير ڪري جيستائين شڪ آهي پر هن کان اڳ
جيڪو ذڪر گذريو، تہ جڏهن شڪ شبهو ٿئي، تہ فڪر ڪرڻ



فرض آهي، سو سڀ تڏهن آهي، جڏهن اتي ان مهل ڪوبہ اهڙو
ڪونهي، جنهن کان قبلي جي باري ۾ پڇي وٺي.

(1) فرض هيءُ آهي، تہ قبلو بنهہ مشتبهہ هجي، پر اتي جو ڪو ماڻهو
اتي موجود آهي، جنهن کان قبلي جو طرف پڇي سگهجي، تہ ان
صورت ۾ ان مٿان اهو فرض آهي، تہ ان ماڻهوءَ کان پڇي وٺي.
۽ پڇي اهو طرف معين ڪري؛ ان لاءِ سوچڻ ۽ غور ڪرڻ بنهہ
درست ناهي، جو دل ۾ سوچي قبلي جو طرف معين ڪري.
جيڪڏهن موجود ماڻهوءَ کان قبلي جو طرف نہ پڇيائين دل ۾

گڏجي پئي = مشڪوڪ ٿي.

سوچي نماز پڙهيائين، تہ اها نماز شريعت موجب درست نہ ٿي؛
پر جيڪڏهن دل ۾ يقين جي طور تي ڄاتائين، تہ ان جي نماز
شريعت جي حڪم سان درست ٿي.

(2) فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن ڪنهن نمازيءَ کي قبلي ۾ ڪن ڪن
شهرن ۾ ڀل ٿئي ٿي؛ پر ان شهر ۾ محرابن کي سامهون ڏسي
ٿو، تہ ان شخص لاءِ اهو فرض آهي، تہ محرابن جي تابع ٿي، انهن
مطابق نماز پڙهي. ان صورت ۾ دل ۾ فڪر ڪري ان مطابق نماز
پڙهڻ بنهہ جائز ناهي. ان طرح ڪتاب لکن ٿا.

(3) فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن اُپ ۾ ڪو ڪڪر ۽ غبار نہ آهي؛ پر
مؤمن کي قبلي جو طرف سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي، ان لاءِ اهو ممڪن
آهي، تہ اپ مان تارن جي ذريعي قبلي جو طرف معلوم ڪري،
تہ ان جي حق ۾ عالم فرض اهو ٿا چون، تہ اهو تارن ذريعي قبلو

پروڙي، ان مان جيڪو قبلي جو طرف معلوم ٿئي، تنهن طرف منهن ڪري نماز پڙهي؛ ان صورت ۾ سندس اها نماز درست ٿيندي.

(4) فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ڪنهن قبلي جي جهت بابت سوچ ۽ فڪر ڪيو، ان ڪان پوءِ ان طرف نماز پڙهيائين، ان ڪان پوءِ نماز ۾ مٿس ظاهر ٿيو، ته پاڻ غلط آهي ۽ ڪيس يقين ٿئي ته قبلو ٻئي طرف آهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته وچ نماز ۾ قبلي ڏانهن ڦري وڃي، جيڪو مٿس يقين جي طور ظاهر ٿيو آهي.

(5) فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ڪو ڪنهن جانور تي فرض ٿو پڙهي، ڪنهن شرعي عذر سببان، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته سڄي نماز ۾ قبلي جي سامهون ٿئي. منڍ نماز ڪان آخر تائين.

(6) فرض آهي جانور کي قبلي طرف ڪري ٻيهارڻ، فرض نماز ۾ منڍ ڪان آخر تائين.

پر جيڪڏهن اهو نمازيءَ لاءِ ماڳهين ممڪن نه هجي ته سڄي نماز ۾ منڍ ڪان پڇاڙي تائين ائين ڪري يا ممڪن اٿس پر ڏڄي ٿو، ته ان طرح ساٿي نڪري ويندو. ماڳهين وري هٿ ئي نه ايندو. نقصان ٿيندو، ته ان تي جانور کي جهلي قبلي ڏانهن ٻيهارڻ فرض ناهي. انين ۽ نائين فرض ڪان هيءُ جدا آهن. پر فرض ان جي حق ۾ اهو ٿا چون ته ان پاسي مهڙ ڪري جنهن پاسي جانور جي مهڙ آهي ۽ جي نماز نفل يا سنت ٿو پڙهي ۽ ڪنهن جانور تي ادا ٿو ڪري، پڻ شهر ڪان ايترو



پري آهي جيترو پري نڪرڻ تي مسافر تي قصر نماز پڙهڻ درست آهي، ته ان تي جانور کي جهلي ٻيهارڻ فرض ڪونهي، نه ئي ان تي قبلي ڏانهن ٻيهڻ فرض آهي، نه تڪبير تحريمه وقت نه پوءِ، توڙي ان وقت نمازيءَ کي عذر هجي يا بنا عذر جي ائين ٿو ڪري. ان نفل ۽ سنت پڙهندڙ تي هيءُ فرض چون ٿا، ته اها سنت ۽ نفل جانور جي طرف واري پاسي منهن ڪري پڙهي، جيڪڏهن سنت يا نفل ڪنهن شهر ۾ ٿو پڙهي يا ڪنهن ننڍي ڳوٺ ۾ ٿو پڙهي؛ پر ڪنهن جانور تي ادا ٿو ڪري ته اهو نفل ۽ سنت ماڳهين درست نه ٿيندو. امام اعظم رحمت الله جو اهو قول آهي. مٿي هن ڪان اڳ جيڪو ذڪر ٿيو، ته جيڪو نمازي جانور تي فرض ٿو پڙهي، ان طرح ڪنهن عذر جي ڪري اها ٿو پڙهي. يا جانور تي فرض نماز ٿو پڙهي عذر سببان پڙهي يا بنا عذر جي پڙهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته منهن جانور جي طرف ڏانهن ڦيرائي. جنهن طرف جانور جو منهن آهي ان پاسي منهن ڪرڻ فرض آهي. ان طرف ڪان سواءِ نمازيءَ جي نماز درست ناهي. تنهن ڪري جيڪڏهن ان صورت ۾ نماز ۾ ڪنهن ٻئي پاسي منهن ڪري نماز ٿو پڙهي، جيڪا جانور جي طرف جي مخالف طرف ۾ آهي، ته اها نماز شريعت موجب درست نه چئبي. ان طرح بحرالرائق ۾ اهو مسئلو لکيل آهي؛ پر جي پوءِ ظاهر ٿيو نمازيءَ آڏو، ته قبلي جي سامهون هيس؛ پر دل ۾ اهو خيال نه آندو، ته اها نماز به ان صورت ۾ درست ٿي. ان طرح علامه عينيءَ لکيو آهي، جيڪو بخاريءَ جو شارح آهي.

(7) فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن مؤمن ٻيڙيءَ ۾ نماز پڙهي ٿو، ته ان

تي قبلي جي سامهون ٿيڻ فرض آهي، شروع وقت ۾ هجي يا ان
کان پوءِ هجي، جتي ٻيڙي قبلي کان ڦري ٿي، اتي نمازيءَ تي
قبلي ڏانهن ڦرڻ فرض آهي، ان ۾ نه اڻ ڄاڻائي ڪري نه دير ڪري،
فرض پڙهي، سنت پڙهي يا نفل. جيئن ئي قبلي جي مهڙ ڪيس
ميسر ٿئي، ته قبلي جي طرف سامهون ٿئي.

(8) فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن اهڙيءَ نماز ۾ قبلي سامهون ٿيڻ
ممڪن نه هجي، ڪنهن مرض يا دشمن جي سببان يا ڪنهن
ڦاڙيندڙ جانور جي سببان يا اهڙي ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري،
ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته جيڪا جهت ڪيس ميسر
ٿئي، تنهن ڏانهن منهن ڪري پڙهي. ٻيڙيءَ ۾ هجي جانور تي
هجي يا زمين تي پڙهي.

(9) فرض آهي ته جيڪڏهن ڪو مؤمن ڪنهن ٻيڙيءَ ۾ نماز ٿو پڙهي
يا ڪنهن ٻي جڳهه تي ٿو پڙهي، پر جيڪڏهن رڪوع سجدي سان
ٿو پڙهي ته اها نماز قبلي ڏانهن منهن ڪري پڙهڻ ماڳهين ممڪن
ڪانهي. پر جيڪڏهن اها اشاري سان ٿو پڙهي ته قبلي ڏانهن
منهن ڪرڻ ممڪن ٿئي ٿو، ته ان جي حق ۾ فرض اهو آهي ته نماز
قبلي ڏانهن منهن ڪري اشاري سان پڙهي. اهڙيءَ صورت ۾
رڪوع سجدو ڇڏي ڏئي. صحيح قول اهو آهي. ڪن عالمن الله
رحمت ڪرين، فرمايو آهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو آهي ته
رڪوع سجدي سان بغير قبلي جي نماز پڙهي. پر عالم چون ٿا
ته هيءُ قول ضعيف آهي، جيڪڏهن مؤمن ڪا نماز هلندڙ ٻيڙيءَ



۾ پڙهن ٿا، جيڪا دريا ۾ هلي رهي آهي، ته انهن جي حق ۾ بيهي
پڙهڻ فرض ناهي. ڪو عذر هجيس يا نه هجيس. اهو امام اعظم
جو قول آهي. ڪتاب لکن ٿا، پر صاحبين جو قول اهو آهي ته اها
نماز بيهي پڙهندو، ان کي ويهڻ نه گهرجي. ان جاءِ تي بيهڻ فرض
آهي. پر جي بيهي نه ٿو سگهي ته ان صورت ۾ ويهي پڙهڻ ان
لاءِ درست آهي. امام ابو يوسف ۽ امام محمد جو اهو قول آهي،
جن کي عالم سونهارا صاحبين چون ٿا.

(10) فرض اهو آهي ته جيڪڏهن ڪو شخص ٻيڙيءَ ۾ نماز ٿو پڙهي
پر اها ٻيڙي هلندڙ ناهي، ڪنهن جڳهه تي ٻڌل آهي، پر اها ٻيڙي
درياهه ڪنڌيءَ تي ٻڌل هجي ۽ ان جو ڪو پاسو زمين تي جهمي
بيٺل به هجي ته اهڙي نماز ۾ فرض اهو آهي ته اها نماز مؤمن
بيهي پڙهي. جيڪڏهن بيهي پڙهڻ جي قدرت جي هوندي ويهي
پڙهيائين، ته ان جي نماز درست نه ٿيندي؛ پر اهڙيءَ صورت ۾
ماڳهين اهو فرض نه چئبو، ته ٻيڙيءَ کان ٻاهر نڪري نماز پڙهن.
ان هنڌ ٻيڙيءَ مان نڪرڻ ماڳهين فرض ناهي. عالمن جو ان حڪم
تي اتفاق آهي.

(11) فرض اهو آهي ته جيڪڏهن اها ٻيڙيءَ درياهه ڪنڌيءَ تي ٻڌل
هجي؛ پر ان جو ڪو به حصو زمين تي بيٺل ناهي. پاڻيءَ تي
زمين کان پري بيٺي آهي ۽ ڪنڌيءَ تي نڪرڻ ۾ ڪو به نقصان
ڪونهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، ته ٻيڙيءَ مان ٻاهر
نڪري اچي ۽ ڪنڌيءَ تي اچي نماز پڙهي. اهو ئي صحيح قول

آهي ۽ مختار بہ آهي. ايستائين جو ان ۾ نماز پڙهڻ درست ٿي ڪانہ ٿيندي. ٻيهي پڙهي يا ويهي پڙهي، پر ڪن عالمن، خدا رحمت ڪرين فرمايو آهي، تہ انهيءَ ٻيڙيءَ ۾ نماز پڙهڻ جو حڪم اهو ئي آهي، جيڪو ان ٻيڙيءَ جو حڪم آهي، جيڪا زمين تي بيٺل آهي، جنهن جو حڪم مٿي گذريو؛ پر ڪتاب لکن ٿا تہ اهو ضعيف قول آهي.

(12) فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن ٻيڙي ڪنڌيءَ تي پاڻيءَ جي مٿان بيٺل آهي، ان جو ڪوبہ حصو زمين سان لڳل ناهي؛ پر ٻيڙيءَ مان نڪرڻ ماڳهين وڏي مشڪل ڪان سواءِ ممڪن ڪونهي، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ نماز ٻيڙيءَ ۾ اندر ئي پڙهي، پر ٻيهي پڙهي، اها نماز ويهي بنهہ نہ پڙهي. ان ۾ عالمن جو بنهہ اختلاف ڪونهي؛ پر جيڪا ٻيڙي وچ درياهہ ۾ ٻڌل آهي، هوا جي سببان تمام گهڻو چري ٿي، تہ ان ٻيڙيءَ جو حڪم اهو ٿا چون جيڪو درياهہ ۾ هلندڙ ٻيڙيءَ جو آهي، جنهن جو حڪم مٿي گذريو. ان ۾ ويهي نماز پڙهڻ درست آهي، ڪو عذر هجيس توڙي نہ هجيس. امام اعظم جو قول اهو آهي، صاحبين جي قول مطابق ان جو حڪم اهو آهي، تہ جيڪڏهن ڪو عذر ناهي تہ ٻيهي پڙهڻ فرض آهي؛ پر عذر جي صورت ۾ ويهي پڙهڻ جائز آهي. جيڪڏهن ٻيڙي وچ درياهہ ۾ ٻڌل بيٺي آهي؛ پر اها وچ ۾ چري ڪونہ ٿي البتہ واءُ تورو گهڻو ان کي چوري ٿو، تہ ان ٻيڙيءَ جو علماءَ حڪم اهو ٿا چون، جيڪو مٿي ڪنڌيءَ تي ٻڌل ٻيڙيءَ جو گذريو، جنهن مان نڪرڻ ممڪن نہ ٿو هجي، ان ٻيڙيءَ ۾ بيهي نماز درست آهي، بيهڻ جي قدرت سان، ويهي درست ناهي. اهو مسئلو ڪتاب بحر ۾ آهي ۽ پڻ امداد الفتاح ۾ ۽ درمختار ۾.

پانه = پري



6- فرض ٻاهرين فرضن مان جيڪو چون ٿا سو وقت آهي. ان سان چار ٻيا فرض متعلق آهن؛ انهن ٽن فرضن کان سواءِ جيڪي مٿي گذريا.

(1) انهن مان پهريون فرض اهو آهي، تہ پنج نمازون ۽ جمعي جي نماز، پنهنجي وقت ۾ پڙهي وڃي. تنهن ڪري ٻن نمازن جو گڏ پڙهڻ درست نہ ٿيندو، جو هڪ وقت ۾ بہ نمازون گڏي پڙهي، پر چون ٿا تہ حاجين ڪي اهو جائز آهي، تہ اڳينءَ ۽ وچينءَ (عصر ۽ ظهر) ڪي حج واري ڏينهن عرفات جي ميدان ۾ گڏي پڙهن. ان گڏي پڙهڻ جو نالو "جمع تقديم" آهي ان جو طريقو هيءُ آهي، تہ وچين نماز وقت کان اڳ ۽ عرفات کان موٽڻ کان اڳي مزدلفي ۾ پڙهجي. سانجهيءَ ۽ سومهڻي جو وقت سومهڻيءَ مهل گڏي پڙهجي. اهو ڏهين ذوالحج جي رات جو ڪرڻ جو ڪم آهي، مزدلفي جي مقام تي، حاجين سونهارن لاءِ. ان جمع جو نالو آهي جمع تاخير. جنهن ۾ سانجهي نماز ۾ تاخير ٿي، پنهنجي وقت بجاءِ سومهڻيءَ جي وقت ۾ پڙهجي ٿي. اهو امام اعظم جو قول آهي.

اهڪس = ڏڪيائيءَ سان. واءَ = هوا.

(2) فرض اهو آهي، ته وقت جي داخل ٿيڻ جو يقيني علم ٿئي يا وقت داخل ٿيڻ جو غالب گمان ٿئي. تانته جي وقت جي دخول ۾ شڪ هجي، نه غالب گمان هجي، نه يقين، تنهن باوجود فرض ٿو پڙهي، ته ان صورت ۾ فرض درست نه ٿيندو: اهو موٽائي پڙهڻو پوندو. ڪتاب قاضي خان ۾ هن طرح مذڪور آهي، ته جڏهن پنجن نمازن مان ڪا نماز پڙهي ۽ سندس گمان ۾ غالب اهو هجي، ته وقت کان اڳي پڙهي اٿم. تنهن کان پوءِ ظاهر ٿيس، ته نماز پوري وقت تي پڙهي اٿم، ته ان جي اها نماز ماڳهين درست ڪانه ٿيندي بلڪ اهڙي شخص جي ايمان ۾ به خوف آهي. قاضي خان جي عبارت هتي پوري ٿي. پڻ شڪ مهل به نماز درست نه ٿيندي. جيڪڏهن وقت ۾ شڪ هجيس، تڏهن به نماز پڙهيائين، پوءِ ظاهر ٿيس، ته نماز جو وقت نماز جي ادا ڪرڻ کان اڳي داخل ٿي چڪو هو، ته ان صورت ۾ به نماز درست ڪانه ٿيندي. ان طرح شرنبلالي شرح وهباني ۾ فرمايو آهي. پڻ شرح منيه ۾ اهڙو بيان آهي، ته جيڪڏهن ڪنهن کي پرهه ڦٽڻ ۾ شڪ پيو، ان شڪ هوندي به

پهڻ سندي وقتا = وقت جو داخل ٿيڻ. سو واري وارئيندو = اهو ورائي پڙهندو وري

ركعتون سنت پڙهيائين، صبح جي مشهور ۽ معلوم سنت: پر شڪ باقي اٿس، ختم نه ٿيو اٿس، ته ٻه رڪعتون صبح جي سنت جون نه پڙهي. عالمن جو ان ڳالهه تي پورو اتفاق آهي. شرح منيه جي عبارت پوري ٿي يا اها سنت پڙهيائين، جيڪا جمعي جي نماز اڳيان آهي، پر ان کي سج جي زوال ۾ اجا شڪ آهي ته ان صورت



۾ اها سنت درست نه ٿيندي.

(3) انهن مان فرض جيڪو آهي تنهن جو بيان هيءُ آهي ته نمازون، فرض هجن، واجب هجن، ادا هجن يا قضا هجن، وتر هجي، باس جي نماز هجي يا وقت ڪراهت کان مطلق باس هجي، ڪراهت جي وقت جو قيد نه لڳايائين، توڙي طواف پويان پڙهجندڙ ٻه رڪعتون هجن، توڙي تلاوت جو سجدو هجي: پر ان ۾ آيت اهڙي وقت پڙهيائين جو ٽن وقتن مان ڪو هڪ وقت هو، توڙي سجدو سهو جوئي هجي، ته اهو فرض آهي، ته اهڙن ٽن وقتن ۾ نه پڙهي، جن ۾ اهي شرع شريف ۾ منع ٿيل آهن. انهن ٽن وقتن مان هڪڙو وقت اهو ٿا چون، ته سج اڀري، جيستائين نيزي کي رسي. ٻيو زوال جي اڳ کان ظهر جي وقت تائين ٿيون وقت اهو آهي جنهن ۾ سج لهڻ کي ويجهو ٿيڻ وقت ڳاڙهو يا هيڊو ٿي وڃي. پر انهن نمازن کان ساڳئي ڏينهن جي وچين (عصر) نماز مستثنيٰ آهي. علماء لکن ٿا. وچين (عصر) جي نماز سج جي هيڊائيءَ توڙي ڳاڙهائيءَ وقت به پڙهڻ گهرجي. ان کي ڇڏڻ بنهه نه گهرجي. پر اهڙي نماز منافقن جي نماز آهي، جيڪا ايستائين بنا عذر جي دير ڪئي وڃي. البته جيڪڏهن وچينءَ نماز کان سواءِ ان وقت ڪا ٻي فرض نماز ٿو پڙهي يا ڪا واجب نماز ٿو پڙهي جن جو بيان ڪيم، ته اها نماز درست نه ڇٽبي ۽ ذمي کان اصل نه لهندي. اهو فرض ۽ واجب ورائي پڙهڻو پوندو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن ڪنهن کان ظهر جي ڪا نماز وئي هلي اها سج جي

ڳاڙهائيءَ کان پوءِ قضا ڪيائين ان ڏينهن جي قضا ڪري توڙي بئي ڏينهن جي، ته ان تان قضا نه لهندي ورائي پڙهڻي پوندي. جيڪڏهن جنهن ماڻهوءَ کان نماز وئي آهي ان نماز شروع ڪئي. ڪامل وقت ۾ قضا ڪري رهيو آهي؛ پر ان قضا جي وچ ۾ انهن ٽن وقتن مان ڪو هڪ اچي ويو، ته ان صورت ۾ جيڪڏهن قضا ڪندڙ جي آخري قاعدي جي مقدار جيترو ويهڻ کان اڳ انهن ٽن وقتن مان ڪو وقت داخل ٿيو ته اها نماز پڇي پوندي، اها صحيح قضا نه ٿي. ان مسئلي تي عالمن جو اتفاق آهي. اهو امام اعظم ۽ امام ابو يوسف جو قول آهي ۽ امام محمد جو قول پڻ ان طرح آهي. پر جيڪڏهن تشهد جي مقدار جيترو ويهڻ کان پوءِ سلام کان اڳ انهن ٽن وقتن مان ڪو وقت داخل ٿيو ته امام اعظم وٽ ان جي نماز پڇي پوندي ۽ صاحبين چون ٿا ته نه پڳي.

(4) چوٿون فرض انهن مان مؤمن ٻڌو، پر اهو صبح جي نماز سان خاص آهي، ته صبح جي نماز ڪنهن اهڙي طريقي سان پڙهي، جو سج اڀرڻ سان وقت نڪري ويو، سلام ڏئي اجا فارغ ئي نه ٿيو هو جو سج اڀريو ۽ وقت نڪري ويو يا اهو شخص وچ نماز ۾ آهي جو سج اڀري ويس، ته ان جي نماز پڇي پوندي صحيح نه ٿيندي. جمع نماز ۾ اهو فرض ٿا چون، ته جمعي جي نماز اڳينءَ يعني ظهر جي وقت ۾ پڙهجي. جيڪڏهن ظهر جو وقت جمعي نماز ۾ سلام کان اڳ نڪري ويو، ته اها نماز الله جي حڪم سان پڇي پئي. ۽ پڻ عيد نماز ۾ فرض اهو ٿا چون، ته اها اهڙي وقت



۾ پڙهجي جو نماز ۾ سلام کان اڳ زوال نه ٿي وڃي. جيڪڏهن عيد نماز اندر سلام کان اڳ زوال ٿي ويو، ته اها نماز پڇي پوندي؛ پر انهن ٽن نمازن کان سواءِ ٻيون نمازون، جيئن: وچينءَ جي نماز يا ٻي ڪا نماز آهي، ته اهي سندن وقت نڪرڻ سان ٻنهه نه پڇنديون. جيڪڏهن انهن نمازن جي وچ ۾ انهن جو وقت نڪري ويو، ته انهن جي نماز نه پڇندي. اها ادا چئبي. ۽ اها قضا به ٻنهه نه چئبي. ان طرح ڪتاب امداد الفتاح ۾ لکيل آهي ۽ پڻ ڪتاب تلويح ۾ ان طرح لکيل آهي ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ ان طرح ذڪر آهي. مٿئين ڪلام ۾ ٽي ٻيا فرض به گذريا جيڪي وقتن جي مسئلي سان متعلق آهن. اهي نائين فصل جي منڍ ۾ بيان ڪيا اٿم. جنهن ۾ اهي فرض لکياسين جيڪي نماز سان متعلق هئا ان سان گڏ هي ٽي فرض ٻڌي ياد ڪجان! هڪ اهو، ته پنجن نمازن جي فرضيت اهڙن مڪلفن جي مٿان واجب آهي. جيڪي ملڪ بلغاريه کان سواءِ ٻين ملڪن جا رهواسي آهن ۽ پڻ پنج فرض بلغياريا وارن تي فرض آهن؛ پر اهڙن ڏينهن ۾ جيڪي گهڻو ننڍڙا نه هجن. ٻيو فرض اهو ته بلغاريه وارن جي مٿان اهڙن ڏينهن ۾ چار نمازون فرض آهن؛ جڏهن ڏينهن گهڻا ننڍڙا هجن، جن ڏينهن ۾ انهن کي سومهڻيءَ نماز جو وقت نه ٿو لڀي. ٽيون، نماز جمعي جي فرض آهي.

**تنبيهه:**

تنبيهه سونهاري، جيڪا مؤمنن کي ڪن ڏئي ٻڌڻ گهرجي، هن

جڳهه تي ان جو بيان ڪريان ٿو، ته ٻانگ ۽ تڪبير ٻئي سنتون مؤڪده آهن. پر انهن ۾ پورا ٻه فرض آهن.

(1) فرض ٻانگ ۽ تڪبير ۾ اهو آهي، ته پنجن نمازن ۽ جمع جي نماز ۾ چوڻ وارو ٻانگو مسلمان هجي.

(2) فرض انهن مان اهو آهي، ته اهو ٻانگو عقل وارو هجي. ان ڪري ڪافر جي ٻانگ بنهه درست نه چئبي، ۽ پڻ تڪبير ڪافر جي صحيح نه چئبي، ۽ پڻ ٻانگ ۽ تڪبير ٻئي ”معتوهه“ طرفان به درست نه چئبيون، ۽ اهڙي ٻار ڪان به اهي ٻئي درست نه چئبيون، جنهن کي عقل ماڳهين نصيب ئي ڪونهي. شريعت ۾ ’معتوهه‘ ان کي چئبو آهي. جنهن جا ڪم ۽ ڳالهيون مخلوط هجن. ڪڏهن سياڻن سيبتن جهڙا ڪم ڪري ته ڪڏهن وري چرين جهڙا.

7- فرض نماز جي ٻاهرين فرضن منجهان هيءُ آهي، ته نماز جي نيت اڳ ۾ شروع ڪري اصل ۾ ته نيت دل جي معتبر آهي. پر نيت ۾ ايڪيهه فرض آهن.

(1) فرض انهن مان اهو آهي، ته نمازي جيڪو نماز پڙهي ٿو، سو اهو ڄاڻي، ته فرض نماز پڙهي رهيو آهيان. جيڪڏهن اهڙو نمازي ان ڪان جاهل هجي جو ڪنهن نماز جي فرضيت ئي نه ڄاڻي؛ پر سيني فرضن کي پنهنجي وقتن تي پڙهي ٿو، ته ان جون اهي نمازون الله جي حڪم سان درست نه چئبيون.

(2) فرض انهن مان جيڪو آهي، تنهن جو بيان اهو آهي، ته جيڪڏهن ان صورت ۾ ڪيترائي ورهيه نمازون پڙهيون اٿس ته اهي سڀ



جو سڀ قضا ڪري؛ سواءِ اهڙين نمازن جي جيڪي امام جي پنيان پڙهيون اٿس؛ جن ۾ امام جي نيت جهڙي نيت ڪئي اٿس، ته اها قضا نه ڪندو، اها صحيح ٿي ويندي.

(3) فرض انهن مان آهي، ته جيڪڏهن ڪو شخص اهو ڄاڻي ٿو، ته ڪي نمازون فرض آهن، ته ڪي ماڳهين فرض ڪونهن، پر ان ڪي فرض ۽ نفل وچ ۾ تميز ڪرڻ جي سگهه ڪانهي، ته اهڙي ماڻهوءَ جي حق ۾ نيت اها فرض آهي، ته پنهنجي عمر ۾ جيڪا به نماز پڙهي، سا فرض نماز ڪري نيت ڪري. تنهن ڪري جيڪڏهن ڪنهن نماز ۾ فرض جي نيت نه ڪندو، ته سندس نماز بنهه ڪانه ٿيندي.

(4) فرض انهن مان اهو آهي، ته جيڪڏهن ڪيترائي ورهيه اهي نمازون فرض جي نيت ڪرڻ ڪان بنا پڙهي ٿو، ته ان تي انهن نمازن جي قضا ڪرڻ فرض آهي. علماءِ چون ٿا ته انهن کي ورائي پڙهي. پر اها نماز بنهه قضا نه ڪندو جنهن ۾ ڪنهن امام جي پنيان بيٺو هجي. جيڪڏهن ان ۾ اها نيت نه ڪري جيڪا امام جي نيت آهي. ان طرح هيءُ مسئلو ڪتاب لکن ٿا.

(5) فرض اهو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن کي اهو يقين هجي، ته سڀ نمازون فرض آهن يا ان جي غالب گمان ۾ اهو آهي، ته مڙئي نمازون فرض آهن، ڪابه نفل نماز ڪانهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته هر فرض ۾ فرض جي نيت ڪري. جيڪڏهن ڪنهن نماز ۾ فرض جي نيت ڇڏي ڏنائين، ته اها نماز درست نه

ٿي؛ پر جي اهو ڪنهن امام جي پنيان لڳو، اهڙي نيت ڪيائين جهڙي امام جي آهي، ته اها نماز بنا شڪ جي درست چئبي.

(6) فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ڪو شخص فرض نماز کي فرض ۽ واجب کي واجب ڄاڻي ٿو ۽ سُنت کي سنت ڄاڻي ٿو؛ پر اهو نماز جا فرض ماڳهين ڪونه ٿو ڄاڻي، نماز ۾ جيڪي فرض آهن، انهن جي ڪيس ڪا خبر ئي ڪانهي، ته اهڙي ماڻهوءَ جي حق ۾ فرض اهو آهي، ته نماز ۾ جيڪي اندر فرض آهن، انهن کي ڄاڻي، پر جيڪڏهن اهي فرض نه ٿو ڄاڻي؛ پر نمازون پڙهي ٿو، علم کان بنا انهن کي ادا ڪري ٿو، ته ان نماز جي درست هئڻ ۾ اختلاف آهي؛ پر صحيح قول اهو آهي ته نماز درست آهي. ان طرح بحرالراق ۽ درمختار ۾ آهي ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ ان جو بيان آهي. پر ان تي فرض ڇڏڻ جو گناهه رهجي ويندو. فرض جو ڄاڻڻ پڻ فرض آهي.

(7) ان کان پوءِ مؤمن کي ڄاڻڻ گهرجي ته هن کان اڳ جيڪو بيان گذريو اهو ڄاڻڻ جي فرضيت جي باري ۾، ته اسان تي سيئي نمازون فرض ٿيون آهن. اهو ڄاڻڻ ان نيت کان ٻاهر آهي، جيڪا نيت نماز جي شرط طور فرض آهي. نيت جي معنيٰ اها ٿا چون، ته خاص الله لاءِ عبادت جو ارادو ڪجي، نمازي مؤمن کي اها نيت خالص بنائڻ گهرجي. توڙي اها عبادت نماز جو قسم هجي، توڙي نماز جو قسم نه ئي هجي. انهيءَ تي عالمن هيءُ مسئلا اڏيا آهن. انهن جو بيان دل جي ڪنن سان ٻڌو! ته جيڪڏهن ڪو پنهنجي



علم سان ڪفر کي ڄاڻي، ته اهو شخص ان سبب جي ڪري ڪافر نه ٿيندو ۽ جيڪڏهن هڪ مدت کان پوءِ ڪفر جي نيت ڪيائين، ته اهڙيءَ نيت جي ڪري اهو ڪافر ٿي ويندو. ان طرح در مختار ۾ لکيل آهي. سڀڪو اها ڳالهه ورائي به ڄاڻي ڇڏي ته نماز فرض هجي، واجب هجي، سنت هجي، نفل هجي، جنازي جي نماز هجي، توڙي تلاوت جو سجدو هجي، توڙي شڪر جا سجدا هجن، سڀ ڪنهن عبادت ۾ نيت فرض آهي، ڪابه عبادت نيت کان سواءِ جائز ناهي، پر اسلام ۾ نيت فرض نه ٿا چون، جڏهن ڪافر ڪفر کان پوءِ اسلام ۾ آيو ۽ پڻ اهي عبادتون جيڪي وسيلو آهن، مقصود عبادتون ماڳهين ڪونهن، انهن ۾ نيت هرگز شرط ناهي. جهڙوڪ: وضو، غسل ۽ موزن جي مسح، ڦٽ مٿان ٻڌل ڪانئين جي مسح، ڏک مٿان ٻڌل ڇيڙيءَ جي مسح، بانگ، تڪبير، اوگهڙ ڍڪڻ، پليتي پاڪ ڪرڻ، خفيف ڇو نه هجي يا اهڙي قسم جون ٻيون شيون، جيڪي پڻ وسيلي جي قسم جون آهن، تيمم ان کان مستثنيٰ آهي، ان ۾ نيت فرض آهي.

(8) فرض اهو آهي، ته فرض يا واجب نماز جو متعين ڪرڻ فرض آهي. جهڙوڪ: پنهنجي نمازن ۾ چوي "ظهر جي نماز"، "عصر جي نماز" ۽ وتر کي پڻ نيت ۾ متعين ڪري ۽ پڻ عيدن جي نماز کي به متعين ڪري ۽ ٻاس جي نماز ۾ به ائين ڪري. يعني نذر معين ڪري ۽ اهو نفل متعين ڪري، جنهن جي قضا واجب هئي، جيڪو نفل شروع ڪري پڇي وڌو اٿائين. پڻ تلاوت جي سجدي

جو تعين ڪري ۽ اهڙين ٻين شين ۾ به فرض آهي، ته نيت سان انهن کي متعين ڪري.

(9) فرض تن مان اهو آهي، ته نيت خالص الله ڪارڻ ڪري. نيت ۾ اهو چوي، ته خالص الله لاءِ هن فرض کي سندس وقت ۾ پڙهان ٿو. جيڪڏهن فرضن ۾ ماڳهين اها نيت نه ڪيائين، ته خالص الله ڪارڻ ادا ڪيان ٿو، خالص الله ڪارڻ قضا ڪيان ٿو، ته اهو فرض نه ٿيندو اهو نفل ٿيندو. ان طرح خلاصه لکيو آهي ان اصل ڪتاب مان ان کي نقل ڪيو آهي، جنهن کي امام محمد رضي الله، امام اعظم جو مذهب بيان ڪرڻ لاءِ جوڙيو آهي. پڻ ان طرح ڪتاب محيط لکيو آهي، جنهن کي ”محيط بُرهاني“ چون ٿا. پڻ فتاوي تاتارخانيه ۾ اهو مذڪور آهي. فتاوي پورانيءَ ۾ پڻ اهو مذڪور آهي ۽ شرح منيه ۾ پڻ اهو لکيل آهي، جيڪو ابن امير الحاج تصنيف ڪيو آهي، پڻ هيءُ مسئلو فتاوي قاضي خان ۾ به آهي. شرح وقايه جي گهڻو مشهور حاشيه ۾ پڻ اهو مسئلو آهي، جيڪو حاشيو شيخ الاسلام جو آهي ۽ پڻ خزانة المفتيين ۽ عالمگيريءَ توڙي ٻين ڪتابن ۾ به مذڪور آهي. عالمگيريءَ ۽ خزانه المفتيين ۾ آهي ته جيئن ڪابه فرض نماز، اهڙي نيت، ته خالص الله لاءِ پڙهان ٿو.“ کان سواءِ صحيح نه ٿيندي، تيئن واجب نماز ۾ پڻ اها نيت ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن واجب نماز ۾ اها نيت ڪري نه پڙهيائين، ته اها واجب نماز ڦري نفل ٿي ويندي. ان طرح اها نيت ٻن قسمن ۾ فرض ٿئي ٿي، واجب نماز ۽ فرض نماز ۾؛



پر ڪتاب درمختيار ۾ هن طرح لکيل آهي، ته فرض نماز ۽ سنت نماز ۾ اهڙي نيت ماڳهين فرض ڪانهي.

(10) فرض اهو آهي ته فرضن ۾ انهن جي فرضيت جي نيت رکڻ فرض آهي. ان طرح ڪتاب اشباه لکيو آهي. ان ڪتاب نهايه مان ان کي نقل ڪيو آهي. غايت ڪان پڻ اهو نقل ڪيو اٿائين، جيڪي ٻئي هدايه جا شرح مشهور آهن. پڻ ان کي مجتبيٰ مان نقل ڪيو اٿائين، جيڪو قدوريءَ جو مشهور ۽ معلوم شرح آهي. پڻ مجتبيٰ ۾ اهڙي روايت آهي، ته ظهر نماز جي نيت ۽ عصر نماز جي نيت مؤمن کي نيت جي فرضيت کان ڪافي آهي؛ پر ڪتاب فتح القدير باب الوتر ۾ هن طرح لکيل آهي، ته جيڪڏهن نمازي نيت معين ڪري فرض نمازن ۾، ته اڳين نماز يا وچين نماز ادا ٿو ڪريان، ته اهڙي معين نيت ڪافي آهي، اهڙي وقت ۾ فرضيت جي نيت جو ٻنهه احتياج ڪونهي. پر جي نمازي کو جاهل ۽ ابوجهه هجي اڳئين ۽ وچين نماز جي فرضيت نه ٿو ڄاڻي، ته ان صورت ۾ صرف اڳئينءَ ۽ وچينءَ جي نيت ڪافي ناهي. فتح القدير جي عبارت پوري ٿي. پڻ ڪن عالمن، جيڪي دين جا باني آهن، تن چيو آهي، ته پنجن فرضن ۾ اهو فرض ڄاڻج، ته نيت ۾ هن طرح لفظ چئي ته اڄوڪي ڏينهن جي اڳين نماز پڙهان ٿو يا اها نماز ٿو پڙهان جيڪا هن وقت کان اڳئين وقت جي آهي ۽ اڄوڪي ڏينهن جي وچين نماز پڙهان ٿو يا وچين نماز هن وقت واري پڙهان ٿو. ان طرح ادا ۽ قضا نماز ۾ فرق ٿي ويندو، پر

ڪتابن ۾ وڌيڪ صحيح قول اهو ٿا چون، ته اهڙي نيت بنهه فرض ڪانهي. وقت جو اچڻ ادا جو دليل آهي. فتح القدير ۾ هيءُ مسئلو انهيءَ طرح آهي ۽ پڻ ان طرح درمختار ۾ لکيل آهي. ان ڪري صاحب اشباهه فرمايو آهي، ته ادا ۽ قضا جي نيت بنهه شرط ڪانهي؛ پر جي نمازي مؤمن وقت گذرڻ کان پوءِ غالب گمان ۾ نيت ڪري، ته اڄين يا وچين هن وقت جي پڙهان ٿو، ته اها نماز هرگز درست نه ٿيندي. ان صورت ۾ اهڙي نيت ڪم نه ايندي، صحيح قول علماءَ لکن ٿا، ته اهو آهي. هي مسئلو فتح القدير ۾ لکيل آهي ۽ پڻ درمختار ۾ اهو واقع ٿيو آهي ۽ جيڪڏهن مؤمن نمازيءَ کي شڪ پيو آهي، ته هن نماز جو وقت ويو يا اجا آهي پر هن کان اڳ ۾ نيت ڪري، ته هن وقت جي وچينءَ جو قصد ڪيو اٿس، ان صورت ۾ جيئن ئي اهو شڪ ويس ته اها نماز درست ۽ صحيح ٿيندي، پر جيڪڏهن پوءِ ظاهر ٿيو ته وقت کان پوءِ پڙهيم؛ پر ان نيت سان پڙهيائين جيڪا ذڪر ٿي، ته اها نماز درست نه ٿيندي. صحيح قول اهو آهي ۽ صواب جي قريب آهي. ان طرح شرح منيه ۾ واقع ٿيو آهي. جيڪا ابن امير الحاج تصنيف ڪئي آهي.

(11) فرض سنت ۽ نفل ۾ اهو آهي، ته ٻن امرن مان هڪ امر انهن ۾ فرض آهي. يا ته نفل يا سنت جو تعين ڪري يا شروع وقت متعلق نيت ڪري، بنا ڪنهن قيد جي اهو چئي، ته نماز جي نيت ڪريان ٿو. پر هيءُ ڳالهه بنهه فرض ڪانهي ته اهو تعين ڪري ته سنت



مؤڪده ٿو پڙهان يا سنت مستحبہ. اهو تعين پڻ فرض نه چئبو، ته سنت فجر جي ٿو پڙهان يا ظهر جي ٿو پڙهان. اهو قصد پڻ فرض ڪونهي، ته اڳين سنت ٿو پڙهان يا پوئين. سنت ۽ نفل ان صورت ۾ به درست ٿي ويندا جڏهن ماڳهين تن جي مخالف نيت ڪري جيئن انهن ۾ ظهر جي فرض جي نيت ڪري؛ پر اها نيت اڳئينءَ جو فرض پڙهڻ کان پوءِ ڪري يا سنت نفلن ۾ عشاء جي نيت ٿو ڪري. پر اها عشاء جي فرض کان پوءِ جيڪو صحيح پڙهي چڪو هجي، ته ان صورت ۾ پويون نفل مخالف نتيجي باوجود صحيح ٿيس. يا وري نيت ڪري فرض آخر ظهر جي، جمعي جي ڏينهن فرض کان پوءِ، اهو فرض آخر ظهر، شڪ جي سببان ٿو پڙهي، جيڪو ڪيس جمعي جي نماز ۾ پيو، ته ان صورت ۾ جيڪڏهن نماز جمعي جي درست ٿي ۽ ان مٿان اڳين نماز جي قضا واجب ڪانهي ته اها آخر ظهر خالص نفل ٿي ويندي. پر جيڪڏهن اها جمعي جي نماز ماڳهين ٿيس ئي ڪانه، ته اها نماز اڳينءَ جو فرض ٿي ويندي. جيڪڏهن جمعي جي نماز ته درست ٿيس پر مٿس ڪا قضا رهيل هئي، ته اها نماز اها رهيل نماز ٿي ويندي. يعني اها آخر ظهر انهيءَ قضا جي جاءِ تي ٿي ويندي، جيڪا ڪانئس قضا ٿيل آهي. اهڙي جاءِ تي ائين ٿيندو، جتي جمعي جي نماز بنا شڪ شبهي جي درست آهي، پر جي ان آخر ظهر مان سندس نيت اها آهي، ته جمعي نماز کان پوءِ ظهر جي سنت ٿو پڙهان يا وچينءَ جي سنت ٿو پڙهان، ته اها سنت جمعي جي سنت ٿي ويندي. توڙي

نيت مخالف سان چو نہ پڙهي، ان طرح عالم سونهارا فرمائن ٿا.

(12) فرض انهن مان جيڪو آهي، تنهن جو بيان هيءُ آهي، تہ نيت ۾ اهو فرض آهي، تہ تڪبير تحريمہ کان پوءِ اها نيت نہ ڪري. جيڪڏهن ڪنهن تڪبير تحريمہ کان پوءِ نماز جي نيت ڪئي، تہ اها نماز درست نہ ٿي. اها نماز الله جي حڪم سان ورائي پڙهي. صحيح قول ۾ ظاهر مذهب اهو آهي. اها فرض نماز هجي توڙي نفل. تحريمہ کان پوءِ نيت ۾ گهڻي تاخير ڪري توڙي ٿوري.

(13) فرض جنازي نماز ۾ آهي تہ نماز رب لاءِ ۾ دعا ميت لاءِ جي نيت ڪري.

(14) فرض ان مقتديٰ لاءِ آهي، جيڪو نماز امام جي پٺيان ٿو پڙهي، تہ اهو اقتدا جي نيت ڪري. هيءُ انهن فرضن کان وڌيڪ آهي، جيڪي مٿي گذريا. مقتديءَ لاءِ تعين جي نيت ڪافي ناهي، جيئن نماز پڙهڻ وقت فرض جو تعين ڪري. ظهر جي نيت ڪري يا عصر جي نيت ڪري ۽ پڻ مقتديءَ لاءِ سنت جي نيت ڪرڻ بہ ڪافي ناهي، نہ ئي ان ڪي نفل جي نيت ڪافي آهي، نہ ڪي سنت ۽ نفل ۾ ان لاءِ مطلق نيت ئي ڪافي آهي. جيڪڏهن اهي نمازون امام جي پٺيان ٿو پڙهي. انهن ۾ سهڻي اقتدا ٿو ڪري تہ بنانيت اقتداء جي اها نماز صحيح ناهي، توڙي ان نماز ۾ اقتدا ٿو ڪري جنهن ۾ رڪوع ۽ سجدو آهي. توڙي جنازي نماز ٿو پڙهي. امام جي پٺيان، توڙي سجدي تلاوت جي اقتدا ڪري. پر مفتاح الصلواة ۾ ان طرح مذڪور آهي، جنهن ڪي بحرالرائق کان نقل



ڪيو اٿس تہ جنازي نماز ۾ امام جي پٺيان نماز پڙهندڙ لاءِ اقتدا جي نيت جي حاجت ڪانهي. پر مفتاح جو هيءُ قول صحيح قولن جي قسم مان ناهي. پڻ اهو مسئلو بحرالرائق ۾ بہ ڳولي ڏٺو جنهن ۾ اهو مون ڪي نہ لڌو. پر ان تيرهين فرض مان ٻہ ماڳ مستثنيٰ آهن، هڪڙي جمعي جي نماز ۽ ٻي عيد جي نماز. انهن ۾ اقتدا جي نيت فرض ناهي. جيئن تہ جمعي جي نماز ۽ عيد جي نماز امام کان سواءِ درست ئي ڪونہ ٿئي، اهي امام جي ئي پٺيان پڙهبيون آهن. اڪيلي اهي پڙهبيون ئي ناهن. شرح منيہ ۾ اهڙو بيان آهي تہ استثناءَ جو قول ان جو مختار آهي ۽ پڻ ذخيري واري اهو قول آندو آهي. قاضي خان پڻ ان ڪي آندو آهي.

(15) فرض انهن مان اهو آهي، تہ نماز جي نيت يقين سان ڪري. فرض نماز هجي توڙي نفل. ان ڪري جيڪو شخص نماز جي نيت ۾ شڪ ڪري اهڙي قسم جي شڪ سان نماز جي نيت ڪري، تہ ظهر جو فرض يا نفل يا سنت ٿو پڙهان، نيت وقت انهن مان ڪنهن جو تعين نہ ڪري، تہ ان صورت ۾ اها نماز هرگز صحيح نہ ٿيندي. نہ فرض ادا ٿيندو نہ نفل، بحرالرائق ۾ ان طرح مذڪور آهي.

(16) فرض انهن مان اهو آهي تہ نيت ۽ تڪبير تحريمہ وچ ۾ ڪو ڌاريون فاصلو نہ اچڻ گهرجي. جيئن کائڻ، پيئڻ، ڳالهائڻ، وچ ۾ ڪنهن شيءَ جو ڪٽڻ، ڪنهن شيءَ جو وڪڻڻ، يا اهڙيون ٻيون شيون وچ ۾ نہ اچن. جيڪڏهن اهڙيون شيون نيت ۽ تحريمہ جي وچ تي اچي ويون، تہ اها نيت معتبر نہ ٿيندي، اها نماز موٽائڻي

پوندي. پر ان فرض کان بہ شيون مستثنيٰ آهن هڪ وضو ڪرڻ ۽ ٻيو مسجد ڏانهن هلڻ. جي اهي بہ شيون نيت ۽ تحريمہ جي وچ ۾ پيدا ٿيون يا انهن شين مان ڪا هڪ پيدا ٿي، تہ اهو فاصلو اجنبي نہ چئبو. ان ڪري انهن ٻن کان اڳ ڪيل نيت معتبر چئبي، ان طرح بحرالرائق ۾ مذڪور آهي ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ ان جو ذڪر آهي.

(17) فرض مقتديءَ جي نيت ۾ اهو آهي تہ مقتدي امام جي مخالفت نہ ڪري. نيت ڪري، نماز جو جڏهن تعين ڪري، تہ ان ۾ امام جي مخالفت نہ ڪري. جيڪڏهن امام اڄوڪي ظهر جي ادا ڪرڻ جي نيت ڪئي ۽ ان امام جي پنيان مقتديءَ اقتدا ڪندي ظهر جي قضا جي نيت ڪئي، جيڪا ڪانئس اڳئين ڏينهن رهجي وئي يا امام نيت ڪئي ظهر جي ۽ مقتديءَ ان جي اقتدا ۾ يقين سان وچينءَ نماز جي نيت ڪري ڇڏي تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ علماءَ چون ٿا تہ اها مقتديءَ جي نماز درست نہ ٿي. تنهن ڪري امام قاضي خان پنهنجي فتويٰ ۾ اهڙو ڪلام فرمايو آهي ۽ پڻ فتاوي خلاصي ۾ اهڙي روايت آهي، تہ جيڪڏهن امام ڪو فرض ٿو پڙهي يا وتر يا نفل ٿو پڙهي، تراويحن کان سواءِ ٻيا جيڪي نفل آهن ۽ مقتديءَ ان جي پنيان اها نيت ڪئي تہ تراويحون ٿو پڙهان، اقتدا جي طريقي تي، تہ انهن مسئلن ۾ عالمن جو اختلاف آهي، پر پڙهي پروڙڻ کان پوءِ اصح قول هيءُ ٿيو، تہ اهڙي مقتديءَ جون تراويحون درست نہ ٿيون. سندس اهڙي اقتدا صحيح نہ ٿي.



قاضي خان جي ۽ خلاصي جي عبارت پوري ٿي. پر ان اصح قول مطابق مقتديءَ جي نماز ٻيو نفل چئبي تراويحون نہ ٿيندي. ان طرح ڪتاب جواهر الفتاوي لکيو آهي ۽ ٻين ڪتابن پڻ لکيو آهي.

(18) فرض اهو آهي، تہ امام مٿان اها نيت ڪرڻ فرض آهي، تہ جيڪي منهنجي پنيان نماز پڙهن ٿا آءٌ تن جو امام آهيان. ۽ اهي منهنجي پنيان اقتدا جي طور تي نماز پڙهن ٿا. ان صورت ۾ جيڪڏهن امام پنهنجي پُٺيان بيٺل زالن جي نيت نہ ڪري، تہ زالن جي نماز ماڳهين صحيح نہ ٿيندي. امام ڪا عيد يا جمعي جي نماز ٿو پڙهي، سندس پنيان انهن نمازن مان ڪا نماز زالون پڙهي رهيون آهن، تہ ان صورت ۾ زالن جي امامت جي نيت ڪرڻ فرض آهي. ڪن اهڙي وقت ۾ زالن جي امامت جي نيت فرض فرمائي آهي ۽ ڪن عالمن فرمايو آهي، الله رحمت ڪرين، تہ اها نيت فرض بنہ ناهي؛ پر گهڻن عالمن جو پهريون قول آهي، جيڪو قولن مان صحيح پڻ آهي. ان طرح بحرالرائق ۾ بيان آهي. جيڪڏهن امام امامت وقت نيت ڪئي، تہ فلاڻيءَ جو امام آهيان، جيڪا ڪا مخصوص زال آهي، پر امام جي اقتدا ڪنهن ٻيءَ عورت ڪئي، تہ ان ٻي عورت جي نماز بنہ درست نہ ٿيندي. امامت معين جي نيت جو اهو اثر آهي. ۽ پڻ هيءُ مسئلو دل سان ٻڌو، تہ جي ڪنهن امام مڙني زالن جي امامت جي نيت ڪئي؛ پر فلاڻي عورت کان سواءِ، تہ ان فلاڻيءَ جو آءٌ امام ناهيان، تہ ان

مسئلي جو حڪم اهو تا چون ته ان فلاڻيءَ جي ان امام جي پنيان نماز درست نه ٿيندي.

(19) فرض اقتدا جي نيت جو فرض آهي ته اصل نماز ۾ يقين ڪري. ان ڪري جيڪڏهن ڪو امام جي پنيان اچي پهتو، جڏهن امام التحيات يا دعا پڙهي رهيو آهي پر ان کي خبر ڪانهي ته ڪهڙو قاعدو آهي پهريون آهي يا پويون، پر ان مقتديءَ نيت ڪئي ته جي هيءُ پهريون قاعدو آهي امام جو ته هن امام جي پنيان لڳس. پر جي پويون قاعدو آهي، ته هن جي پنيان بنهه ناهيان، ته ان صورت ۾ اهڙي اقتدا درست نه چئبي. ان جي نماز صحيح نه ٿيندي، پڻ جي ڪنهن امام کي امامت ڪندي ڏٺو، پر شڪ پيس ته ڪهڙي نماز آهي، جيڪا هيءُ پڙهي رهيو آهي، سومهڻيءَ جو فرض آهي؟ يا تراويحون آهن. ان صورت ۾ مقتدي ان امام پنيان نيت ڪئي، ته جيڪڏهن نماز سومهڻي ادا ٿو ڪري، ته سندس مقتدي آهيان سندس پنيان ٿيس؛ پر جيڪڏهن امام تراويحون ٿو پڙهي ته منهنجي سندس پنيان اقتدا ڪانهي، ته ان صورت ۾ ان مقتديءَ جي نماز ماڳهين صحيح نه ٿيندي نه تراويحن جي نماز نه عشاء جي نماز؛ پر جيڪڏهن ان مقتدي يقين جي طور تي پڪ سان اصل نماز جي نيت ڪئي. پر ان نماز جي وصف ۾ ڪيس شڪ رهيو، جنهن ڪري اهڙي اقتدا وقت نيت ڪيائين، ته جيڪڏهن هن امام مون کي عشاء پڙهائي، ته عشاء ۾ سندس اقتدا ڪيم؛ پر جي امام تراويحون ٿو پڙهي، ته تراويحن جي نيت ڪيم، ته



ان صورت ۾ جڏهن اهو ظاهر ٿيو ته امام سومهڻي ٿي پڙهي، ته مقتدي جي نماز سومهڻيءَ جي درست ٿي. جيڪڏهن اهو ظاهر ٿيو، ته تراويحون ٿي پڙهيائين، ته مقتدي جون تراويحون ٿينديون. جيڪڏهن ڪو امام کي قعدي جي وقت اچي مليو، جنهن پنجن فرضن مان ڪو فرض ٿي پڙهيو، ان جي پنيان نيت ڪيائين، ته جيڪڏهن امام جو قاعدو پهريون آهي، ته سندس پنيان لڳس، هن ئي فرض ۾؛ پر جي امام پوئين قاعدي ۾ آهي، ته سندس پنيان نفل جي نيت سان بيٺس، ته اهڙيءَ صورت ۾ سندس اهو فرض درست نه ٿيندو. بلڪ اهو نفل ٿي ويندو. ان طرح خلاصه ۾ اهو لکيل آهي ۽ امداد الفتاح ۾ پڻ اها ڳالهه لکيل آهي. هيءُ مسئلو پڻ ٻڌو، جيڪو گهڻو عجيب آهي، ته قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ جي نيت ڪنهن تي به بنهه فرض ڪانهي؛ پر مؤمن تي اهو فرض آهي ته قبلي کان منهن ڦيرڻ جي نيت پڻ بنهه نه ڪري. تنهن ڪري جيڪڏهن ڪو مؤمن يمن جي طرف کان قبلي ڏانهن منهن ٿو ڪري، پر نيت اها ٿو ڪري ته نماز بيت المقدس ڏانهن منهن ڪري ٿو پڙهان، ته شرع جي حڪم مطابق اها نماز صحيح نه ٿي. ان طرح شرح منيه ۾ ذڪر ٿيو آهي.

(20) فرض اهو آهي، ته قبلي کان پاسو نه ڪرڻ جي نيت ڪري جنهن جو اڳيئين ڪلام ۾ بيان ڪيم.

(21) فرض نيت جي فرضن مان آهي مقتديءَ جي حق ۾، ته جڏهن ڪنهن نمازيءَ تي تڪبير تحريمه کان پوءِ اهو گمان غالب ٿيو،

ته امام جي تڪبير کان اڳي تڪبير چئي اٿم، ته ان صوت ۾ فرض اهو آهي، ته تڪبير تحريمه ورائي چئي. توڙي پهرين نيت بحال ئي رکي. پر هن فرض جو تڪبير تحريمه جي فرضن سان گڏ ذڪر ڪرڻ وڌيڪ مناسب آهي، تنهن ڪري هن کان پنيان ئي تحريمه جي فرضن ۾ هن فرض جو ذڪر ڪندس، پر ان کي ڳاڻيٽي ۾ شامل ڪونه ڪندس.

(22) فرض اهو آهي، ته نمازي نيت وقت هڪ ئي نيت ۾ گڏ، ٻه فرض نمازون يا ٻه واجب نمازون شامل نه ڪري. جيڪڏهن ٻه نمازون فرض يا ٻه نمازون واجب گڏ نيت ڪيائين، ته ان مسئلي جي جواب ۾ وڏو تفصيل آهي، ته يا انهن ٻن مان ڪو هڪ غالب هجي، ته ان صورت ۾ نيت غالب طرف بابت ٿي ويندي. جيئن هڪ اها نماز نيتيائين، جيڪا نمازيءَ کان نڪري وئي آهي، جنهن جو وقت نڪري ويو آهي ۽ ٻي ان ۾ وقتي نماز جي نيت ڪيائين، اهڙي نيت وچينءَ جي وقت ۾ ڪيائين ته نيت ڪيم ظهر جي جيڪا مون کان نڪري وئي آهي ۽ پڻ ان سان گڏ هيءَ وچين نماز جي نيت ٿو ڪريان، ته انهن ٻن نماز ۾ فائت نماز غالب آهي، ۽ ان جي نيت معتبر ٿي ويندي. پر هيءُ حڪم تڏهن آهي، جڏهن نمازي صاحب ترتيب هجي ۽ وچين نماز جو وقت وسيع هجي، جنهن ۾ وچينءَ ۽ اڳينءَ جو پڙهڻ ممڪن هجي. پر جيڪڏهن ان کان گهٽيون نمازون ويون آهن، جنهن ڪري اهڙي نمازيءَ کان ترتيب لهي وئي آهي يا وچينءَ جو وقت تمام سوڙهو



آهي، جنهن ۾ نماز هڪڙي جو امڪان آهي، ان ۾ ٻه نمازون ٻنهي نه ماپنديون ته انهن ٻنهي صورتن ۾ هيءُ حڪم آهي ته جي اڳين ۽ وچين هڪ نيت ۾ گڏيائين، ته ان صورت ۾ وچينءَ جي نماز درست ٿي ۽ اها نماز وئي جا صحيح نه هئي. وقت جي سببان وقتي نماز غالب آهي. ويل نماز کان وقتي نمازن کي قوت آهي، پر جي هڪ نيت ۾ اهڙي طريقي سان نيت ڪيائين ته ”پڙهان ٿو هيءُ فرض نماز ۽ هيءَ جنازي جي نماز“ هن نيت ۾ ٻه نمازون گڏ ٿو ڪري ته ان صورت ۾ فرض نماز صحيح ٿيندي، اهو فرض جنازي نماز کان غالب آهي. ان جي قوت فرض کان مٿي ڪانهي. پر جيڪڏهن ڪو شخص پوريون ٻه فوت ٿيل نمازون هڪ نيت ۾ گڏ ٿو نيتي، پر اهي وقتي وقت ۾ قضا نه ٿو ڪري جيئن سج اڀرڻ ۽ زوال وقت ظهر ۽ عصر جي قضا جي نيت ٿو ڪري؛ پر مٿس قضا نمازن جي ترتيب نه رهي آهي، ته ان صورت ۾ اڳين نماز سندس درست ٿيندي. ان جي وچين نماز شريعت جي حڪم موجب صحيح نه ٿيندي. پهرين ويل نماز پوئينءَ ويل تي غالب آهي؛ پر جيڪڏهن ويل نمازن جي ترتيب مٿانئس لٿل آهي، ڪانئس گهٽيون نمازون قضا ٿي ويون آهن، اهي غير وقت وقتيءَ ۾ قضا ٿو ڪري، تڏهن اها نماز نه اڳين ٿيندي نه وچين. ان طرح بحر ۽ امداد الفتاح ۾ آهي ۽ پڻ ٻين ڪتابن ۾ اهو ذڪر آهي، پر جي ڪو نمازي شخص ٻن سنت مؤڪد نمازن جي گڏ نيت ٿو ڪري يا ٻن مستحب نمازن جي نيت ٿو ڪري يا هڪڙي سنت ۽

ٻي نفل هجي. پوئين قسم جو مثال اهو ٿا چون جيئن اڳينءَ جي سنت ۽ نماز تسبيح کي هڪ نيت ۾ جمع ڪري ٿو، ته انهن ٽن صورتن ۾ ٻن نمازن مان اها نماز صحيح آهي جيڪا نيت ۾ گڏيائين، پر جي فرض نماز ۽ نفل نماز کي هڪ نيت ۾ گڏيائين، ته اها نماز فرض ٿي ويندي، ان جو نفل صحيح نه ٿيندو، اهو قول امام ابو يوسف جو آهي. جڏهن ته امام محمد چيو آهي، ته اها نه نفل چئبي نه فرض چئبي. پر هيءَ صورت ان حڪم کان مستثنيٰ آهي. جيڪڏهن نمازي جنازي جي نماز نيتي ٿو ۽ ان سان گڏ هڪ ٻئي نيت ۾ نفل جي نماز نيتي ٿو، ته اهڙيءَ صورت ۾ حڪم هيءُ آهي، ته اها نماز نفل ٿيندي، شريعت جي حڪم سان. جنازي جي نماز بنهه درست نه ٿيندي، ان مسئلي تي عالمن جو اجماع آهي، ان طرح بحرالرائق ۾ مذڪور آهي ۽ امداد الفتاح ۾ ان طرح لکيو آهي.

8- فرض ٻارهين فرضن مان آهي تڪبير تحريمه، جنهن سان پڙهڻ وقت نماز شروع ڪجي. ان کان سواءِ نماز ۾ هرگز داخل نه ٿجي. پر ان تڪبير ۾ عالمن جو اختلاف آهي ته اها شروع جي تڪبير (تڪبير افتتاح) شرط جي قسم مان آهي يا نماز جو رڪن آهي. پر صحيح قول عالم اهو ٿا چون ته تڪبير تحريمه شريعت ۾ شرط آهي. جيئن هن ڪلام کان اڳ ۾ لکي چڪو آهيان. پر هيءُ اختلاف ان تڪبير ۾ آهي جيڪا انهن نمازن جي تحريم آهي، جيڪي جنازي نماز کان سواءِ آهن. جنازي نماز ۾ هيءَ تڪبير رڪن چئبي. مڙني



پلارن علمائن جو قول اهو آهي. هاڻي تڪبير جا فرض ٻڌو! جيڪي ليکي شماري ۾ ستاويهه آهن. انهن مان سترهن فرضن ۾ ڪوبه اختلاف ڪونهي. جڏهن ته انهن مان ڏهن فرضن ۾ عالمن جو اختلاف آهي.

(1) فرض انهن مان اهو ٿا چون ته تڪبير ۾ اهڙا لفظ چوڻ فرض آهي جن ۾ رب جي خالص تعظيم موجود هجي.

(2) فرض اهو آهي ته اها تڪبير "مرڪب تام" جي قسم مان هجي. اهو جملو متبدا خبر مان مرڪب هجي يا فعل ۽ فاعل مان مرڪب هجي. پهرئين قسم جو مثال: الله اڪبر، الله اجل، الله اعظم، الرحمان اڪبر، الرحمان اجل، الرحمان ڪبيرا ۽ ٻئي قسم جو مثال آهي 'جل الله' ڪبرالله ۽ تبارڪ الله. جيڪڏهن جملو ان طرح نه هوندو. جيئن نماز صرف لفظ الله سان شروع ڪيائين يا ماڳهين اڪبر سان شروع ڪيائين، ته ان نماز جو شروع ڪرڻ درست نه ٿيندو. هيءُ پويون قول امام اعظم جو قول آهي، عربيءَ ۾ جنهن کي ظاهر روايت چون ٿا. ان طرح بحرالرائق ۾ مذڪور آهي. پڻ هيءُ قول مختار ۽ پسند ڪيل آهي. درمختار ۾ ان طرح بيان آهي. جيڪڏهن مقتدي نماز جي شروع وقت امام جي پٺيان الله جو لفظ چوي. يا امام سان گڏ چوي پر اڪبر امام کان اڳ چيائين يا مقتدي امام کي رڪوع وقت پهتو ان امام جي پٺيان الله چيائين، اهو نالو بيهڻ وقت چيائين، پر اڪبر رڪوع ۾ اندر چيائين ته مقتديءَ جي اها نماز بنهه صحيح نه ٿيندي، ان طرح

ڪتاب درمختار لکيو آهي. پر لفظ "الله اڪبر" جو خاص واجب آهي، تنهن ڪري جيڪڏهن ڪنهن نماز جي شروعات وقت لفظ الله اجل جو تڪبير تحريمه طور چيو يا الرحمٰن اڪبر، چيو ته اهڙي نماز جو اهو شروع صحيح آهي؛ پر اهڙي نماز مڪروهه تحريمي ٿيندي، الله اڪبر جو لفظ ڇڏڻ جي ڪري.

(3) فرض انهن مان اهو آهي ته تڪبير ۾ خالص ذڪر شامل هئڻ گهرجي. ان ۾ دعا وغيره جو مفهوم شامل نه ڪيل هجي. نه ته نماز ماڳهين شروع ڪانه چئبي. جيڪڏهن تڪبير وقت اللهم اغفرلي وغيره جهڙا لفظ چيائين، يا اهڙو ڪو ٻيو لفظ چيائين، ۽ ان کي تڪبير جي عيوض چيائين ته اها نماز هرگز درست نه چئبي.

(4) فرض جيڪو انهن مان آهي تنهن جو بيان هيءُ آهي، ته اهو ذڪر لفظ بسم الله يا سڄي بسم الله نه هجي. جيڪڏهن ڪو نمازي شخص نماز شروع ڪرڻ وقت بسم الله سونهاري چوندو ته سندس نماز ماڳهين صحيح نه ٿيندي. اهو صحيح ۽ پسند ڪيل قول آهي.

(5) فرض تن مان اهو آهي ته تڪبير تحريمه وقت اهو قصد ڪري ته هيءَ نماز خالص الله لاءِ شروع ٿو ڪريان. جيڪڏهن انهيءَ تڪبير سان تعجب يا ڇڪ جي جواب جو ارادو ڪيائين يا ان مان بانگ جي متابعت ڪرڻ سندس ارادو آهي ته ان سان نماز ۾ شروع صحيح نه ٿيو. پر جيڪڏهن ڪو مقتدي مرد رڪوع وقت



امام کي پهتو پهرين تڪبير مان رڪوع جي تڪبير جي نيت ڪيائين ان ۾ ٻي ڪابه نيت ماڳهين نه ڪيائين ته اها تڪبير جيڪا رڪوع جي ڪري پڙهي وئي سا پهرين تڪبير لاءِ ڪافي آهي. اهڙيءَ تڪبير سان نماز جو شروع صحيح ٿيو.

(6) فرض اهڙي شخص جي باري ۾ آهي جيڪو تڪبير تحريمه پڙهڻ جي ماڳهين سگهه ئي نه ٿو رکي جيئن گونگو يا اهو ماڻهو جيڪو ماڳهين قرآن پڙهڻ ئي نه ڄاڻي، ته اهو پنهنجي زبان ۽ پنهنجي چپن کي چوري. اهو قول صحيح ۽ درست آهي، ڪتابن موجب مفتيٰ به قول آهي. ان طرح ڪتاب اشباه ۾ واقع ٿيو آهي ۽ پڻ درمختار ۾ انهيءَ لکيو آهي ته گونگي ۽ اميءَ تي نماز ۾ قرآن پڙهڻ وقت چپ ۽ زبان چورڻ فرض ناهي. ان تي اهو ڪتاب لکن ٿا ته فرض ناهي اهو قول ٻين قولن کان صحيح آهي.

(7) فرض اهو آهي ته تڪبير تحريمه قيام ۾ چوڻ گهرجي. يا اهڙي وقت چوڻ گهرجي جڏهن ماڻهو رڪوع کان بيهڻ کي وڌيڪ ويجهو هجي. جيڪڏهن نمازي شروع وقت لفظ الله بيهڻ وقت ۽ اڪبر رڪوع جي حالت ۾ چئي يا قيام جي پيٺ ۾ رڪوع کي ويجهي هئڻ وقت چئي يا الله جو ڪجهه حصو قيام جي حالت ۾ ۽ ڪجهه اهڙي وقت ٿو چئي جڏهن قيام کي رڪوع کان ويجهو هو، پر ڪجهه ٻيو رڪوع ۾ اندر وڃي چيائين پڻ اڪبر اهڙي طريقي سان چيائين جو ڪجهه حصو ۽ لفظ اڪبر رڪوع جي ويجهي حالت ۾ چائين ته انهن مڙني صورتن ۾ حڪم اهو آهي

تہ اهڙي نمازيءَ جو شروع صحيح نہ ٿيو. پر هيءُ ستون فرض انهن نمازن ۾ آهي، جن کي بيٺي شروع ٿو ڪري.

(8) فرض اهو آهي تہ تڪبير تحريمہ قعود ۾ چوڻ گهرجي، ان صورت ۾ جڏهن ويهڻ کي قيام جو حڪم هجي. پر هيءُ اٺون فرض انهن نمازن ۾ آهي، جيڪي ويهي شروع ڪري ٿو، ۽ انهن ۾ ويهڻ جائز هجي. جيڪڏهن ڪو مؤمن شروع وقت ويني لفظ الله جو چوي يا ان جو ڪجهہ حصو چوي ۽ اڪبر يا الله جو ڪجهہ حصو رڪوع جي حد کي پهچڻ وقت وجي چئي تہ انهن مڙني صورتن ۾ علماء چون تہ نماز جو شروع صحيح نہ ٿيو. اها نماز ورائي درست ڪري پڙهڻي پوندي. هنن انن فرضن تي عالمن جو اتفاق آهي پر ڪن عالمن 9 ٻيا فرض چيا آهن. جن ۾ عالمن جا وڏا اختلاف تا چون. ڪن چيو آهي تہ اهي تڪبير جا فرض آهن، پر وڌيڪ صحيح قول ڪتابن ۾ اهو تا چون تہ اهي نو ماڳهين فرض ئي ناهن. هاڻي اهي نو ئي فرض بيان ڪيان ٿو ٻڌي انهن کي اي مؤمن ياد رکج.

(9) فرض، پر نون فرضن مان پهريون فرض، جنهن لاءِ چون تا تہ پنجن نمازن ۾ فرض آهي، جيڪي پنهنجي وقتن ۾ ادا ٿيون ڪجن تہ اها تڪبير تحريمہ ان وقت چوي جڏهن نماز جو وقت داخل ٿئي. جيڪڏهن تڪبير تحريمہ وقت کان اڳي چئي ٿو ۽ باقي نماز وقت اندر ٿو پڙهي تہ اها نماز ماڳهين درست نہ ٿيندي.

(10) فرض هيءُ امر آهي تہ نمازي اهو يقين جي طور ڄاڻي تہ جيڪا



نماز پڙهان ٿو تنهن جو وقت داخل ٿي چڪو آهي ۽ اهو تحريم جي وقت ڄاڻي جيڪا تحريم پنجن وقتن لاءِ ٿو چوي جن کي وقتن جي اندر ٿو پڙهي.

(11) فرض اهو آهي تہ جسم پاڪ هجي حقيقي پليتيءَ کان، اها غليظ هجي توڙي خفيف، پر اها حقيقي پليتي ايتري مقدار ۾ هجي جيڪا نماز جي درستيءَ لاءِ مانع هجي. پر اهڙي پاڪائي تحريم جي وقت هئڻ گهرجي.

(12) فرض اهو آهي تہ تڪبير تحريمہ وقت جسم حڪمي پليتيءَ کان پاڪ هجي. حدث اصغر هجي توڙي اڪبر، بي وضو هئڻ حدث اصغر آهي، حدث اڪبر ان کي چئبو جنهن تي غسل واجب آهن.

(13) فرض اهو آهي تہ ان پليتيءَ کان ڪپڙا پاڪ رکجن، جنهن کي ماٺهو حقيقي پليتي چون ٿا. توڙي اها غليظ هجي توڙي خفيف، جيڪا پليتي ايتري مقدار جي هجي جيڪا نماز کان مانع آهي. اها پاڪائي پڻ تحريم جي وقت هئڻ گهرجي.

(14) فرض اهو آهي تہ نماز جي جاءِ پاڪ هجي. جتي مؤمن نماز پڙهي ٿو. اها جاءِ حقيقي پليتيءَ کان پاڪ هجي، پر اها پليتي مانع مقدار جيتري هجي. اها پاڪائي بہ تحريم جي وقت هئڻ گهرجي.

(15) فرض اهو آهي تہ تحريم وقت قبلي جي سامهون هئڻ گهرجي.

(16) فرض اهو آهي تہ تحريم وقت نمازيءَ کي اوگهڙ ڍڪڻ گهرجي. جيڪا اوگهڙ نماز کان مانع هجي.

(17) فرض اهو آهي تہ نمازي تڪبير تحريمہ وقت قدر مانع جيتري

پليتي ڪٽندڙ نہ هجي. توڙي اها نماز جي جاءِ تي هجي توڙي
ڪپڙي تي يا ڪنهن ٻي شيءِ تي هجي. ان طرح شرنبلالي شرح
منظومي ۾ نو فرض پٽرا ڪيا ۽ ٻين ڪتابن پڻ اهي نو فرض
آندا آهن. ان قول مطابق انهن ڳالهين مان جيڪڏهن ڪا رهجي
وئي، تہ ان قول مطابق اها نماز صحيح نہ ٿيندي. پر شرح منيۃ
المصلي ۾ آهي، جنهن ڪي ماٺهو ننڍو شرح چون ٿا تہ هيءُ
سونهارا نو فرض جيڪي بيان ٿيا، جن ڪي نائين فرض ڪان
شروع ڪيم، انهن جي سترهين فرض تي پڇاڙي ٿئي ٿي، اهي
نو فرض فرض آهن. انهن عالمن جي قول مطابق جيڪي تڪبير
تحريم ڪي رڪن مڃين ٿا شرط نہ. پر جن عالمن فرمايو آهي تہ
تڪبير تحريم شرط آهي؛ رڪن ناهي؛ تن مطابق انهن نون
فرضن مان ڪو هڪ بہ ڪنهن نمازيءَ تي تحريم وقت فرض
ناهي. اهو قول وڌيڪ صحيح آهي. ان ڪري جيڪڏهن اهي فرض
نمازيءَ ۾ موجود نہ ٿيا، اهي نوَ ئي مذڪوره فرض تحريم وقت
ظاهر نہ هيا پر اهو سڀ فارغ ٿيڻ ڪان پوءِ لڌو تحريم ڪان فارع
ٿيڻ ڪان پوءِ اهي مڙئي فرض ظاهر ٿيا، تہ ان نمازي جي نماز
درست ٿي. ان قول مطابق ان ۾ ڪو بہ فساد ڪونهيءَ فتويٰ ان تي
آهي.

(18) هاڻي وري تحريم جا جيڪي ٻيا فرض آهن. جن تي عالمن جو ٻنهہ
اتفاق آهي، سي بيان ڪريان ٿو.

(19) فرض انهن مان اهو آهي، تہ تڪبير تحريمہ اهڙي طريقي سان



چئي جو پنهنجي ڪنن سان ٻڌڻ ۾ اچي، جيڪڏهن نمازي گونگو
ناهي تہ. جيڪڏهن تڪبير دل ۾ چيائين، زبان سان ماڳهين نہ
چيائين يا زبان سان چوي ٿو، پر ان ڪي پنهنجي ڪنن سان نہ
ٻڌائين، گونگو بہ ڪونهي، تہ انهن ٻن صورتن ۾ علماءَ چون ٿا
تہ نماز جو شروع صحيح ڪونهي.

(20) فرض اهو آهي تہ تحريم جي وقت لفظ الله جي اڳيان الف زائد
داخل نہ ڪري، ۽ الله شروع وقت ”ءَ اَلله اذن لڪم“ جي طريقي
تي نہ چوي، جيڪڏهن تڪبير ۾ اهو زائد الف چيائين ان جي
نماز ماڳهين شروع نہ ٿيندي.

(21) فرض انهن مان اهو آهي تہ همزي ۽ ڪاف جي وچ ۾ اڪبر ۾ الف
ڪي داخل نہ ڪري جيئن ”آڪبر“ چوي تہ اهو غلط آهي.

(22) فرض اهو آهي تہ اڪبر جي ٻي ۽ ري جي وچ ۾ الف داخل نہ
ڪري، جيڪڏهن تڪبير ۾ انهن ٻنهي الفن مان ڪو هڪ الف
داخل ڪيائين يا ٻئي الف داخل ڪيائين تہ ان نماز جو شروع ٻنهہ
صحيح نہ ٿيندو. پر جي انهن ٽن الفن مان ڪو هڪ الف نماز ۾
انتقال جي تڪبيرن ۾ داخل ڪيائين، تہ اها نماز پڇي پوندي ۽
نماز درست نہ چئبي. اهو مشائخن منجهان گهڻن جو قول آهي ۽
ڪتاب لکن ٿا، تہ اهو وڌيڪ صحيح قول آهي. ان تي مضبوطيءَ
سان عمل ڪجي.

(23) فرض تحريم جي فرضن مان جيڪو آهي سو انتقال جي تڪبيرن
جو بہ فرض آهي. اهو هيءُ تہ تڪبيرون چوندي لام ۽ هي جي وچ

۾ جيڪو سونهارو الف آهي، سو لاهي نہ ڇڏي. ۽ تڪبير ۾ الَھ جو لفظ نہ چوي. جيڪو لفظ الله مان اهو لفظ لاهي ڇڏيندو يا تحريم ۾ ائين ڪندو، تہ ان نماز جو شروع صحيح نہ ٿيندو. جيڪڏهن انتقال جي تڪبيرن ۾ ائين ڪندو، تہ ان جي نماز ائين ڪرڻ سان پچي پوندي. تفسير بيضاويءَ ۾ ان طرح مذڪور آهي، جنهن جو نالو انوار التنزلِ آهي ۽ پڻ اهو مسئلو مخدوم عبدالحڪيم بہ لکيو آهي. ان تفسير جي حاشيي ۾ اهو آندو اٿائين ۽ پڻ اهو مسئلو شهاب خفاجي حاشيہ تفسير بيضاوي ۾ لکيو آهي. ٻئي عالم حنفي مذهب جا آهن. جن جو مٿي ذڪر ڪيم.

(24) فرض اهو آهي تہ لفظ الله مان "ھ" ڪي لاهي نہ ڇڏي جو تڪبير ۾ پلارو لفظ الله "اللا" ڪري چوي، جيڪڏهن ائين لفظ الله منجهان "ھ" ساڪن لاهيندو تہ ان جو حڪم اهو آهي جيڪو الف لاهڻ جي باري ۾ مون لکيو آهي. ان طرح علامہ شرنبلالي شرح منظومي ۾، جيڪو منظومو ابن وهبان جي تصنيف آهي، لکيو آهي پر ان ۾ اهو اختلاف نقل ڪيو اٿائين تہ جي تڪبير تحريم ۾ ائين ڪيائين تہ نماز جو شروع صحيح ٿيو. اهو بعض عالمن جو قول آهي. پر ڪن عالمن جيڪي دين جا باني آهن، فرمايو آهي تہ اهڙي نماز جو شروع درست نہ ٿيندو. جيڪڏهن ڪنهن ٻي تڪبير ۾ ائين ڪيائين تہ ان صورت ۾ بہ عالمن جو اختلاف آهي، ڪن عالمن فرمايو آهي تہ اها نماز پچي پئي ۽ ڪن ٻين



عالمن فرمايو آهي، تہ ان فعل سان نماز نہ پڄندي... پر انهن ٻن قولن مان ڪنهن جي ترجيح نہ لکي اٿن. تڏهن ٽي هيءُ انهن فرضن مان ڏهون فرض آهي، جيڪي ڏهہ ٽي فرض اختلافي آهن. ان طرح هيءُ ڏهون فرض نائين سان گڏيو جيڪي نو فرض اڳئين ڪلام ۾ گذريا. پر پنج اڳيان فرض هن ٽيويهن فرضن مان، اهي سڀ ماڳهين اهڙي قسم منجهان آهن جن ۾ اختلاف آهي.

(25) هاڻي باقي ٻيا فرض ٻڌو، جن تي پڻ عالمن جو اتفاق آهي.

(26) فرض انهن مان اهو ٿا چون تہ تحريم ۾ جملو اسميو آڻي. تڪبير وقت الله اڪبر الله اجل چوي يا اهڙو ڪو ٻيو لفظ تڪبير وقت چوي تہ اهڙي صورت ۾ فرض اهو آهي تہ ذاتي اسم ڪي صفاتي اسم تي مقدم ڪجي. تڪبير وقت الله اڪبر چئجي، جيڪڏهن تڪبير وقت اڪبر الله چيائين يا اجل الله چيائين اهي لفظ اسم ذاتيءَ کان اڳيان چيائين، تہ ان نمازيءَ جو شروع صحيح نہ ٿيو. ان طرح خلاصہ لکيو آهي ۽ ڪنزالعباد ۾ پڻ ان طرح مذڪور آهي.

(27) فرض اهو آهي تہ مقتديءَ جي تڪبير امام جي تڪبير کان پوءِ واقعي ٿئي يا امام جي تحريم سان مقتديءَ جي تحريم گڏجي. جيڪڏهن مقتديءَ جي تحريم امام جي تحريم اڳ ٿي تہ ان صورت ۾ مقتديءَ جو شروع صحيح نہ ٿيندو. اهو امام جي نماز ۾ ٻنهہ داخل نہ ٿيو، ۽ ان صورت ۾ هيءُ حڪم بہ آهي تہ جيڪڏهن مقتدي لفظ الله کان امام جي فارغ ٿيڻ کان اڳ فارغ

ٿيو تہ مقتديءَ جو اهو شروع بہ صحيح نہ ٿيندو. پڻ جي ڪو مقتدي پلو لفظ الله جو امام سان گڏ چوي يا امام کان پوءِ چيائين پر مقتدي لفظ اڪبر کان امام جي فارغ ٿيڻ کان اڳ فارغ ٿي ويو تہ ان صورت ۾ پڻ مقتديءَ جو شروع صحيح نہ ٿيندو ان طرح شرح منيہ ۾ چلپيءَ لکيو آهي، پر جي تحريم چوڻ کان پوءِ مقتديءَ تي غالب گمان ٿيو تہ مون امام جي تحريم کان اڳ ۾ تحريم چئي آهي، تہ ان صورت ۾ ان جي حق ۾ فرض اهو آهي تہ اها تحريم ٻيهر ورائي چئي. اهي مڙئي صورتون جيڪي بيان ٿيون، جن جو حڪم گذريو تہ انهن ۾ امام جي پنيان مقتدي نماز ۾ شامل نہ ٿيو، تہ انهن مڙني صورتن ۾ مقتدي پنهنجي نماز ۾ شروع ٿئبو يا نہ ٿئبو ان ۾ عالمن جو اختلاق آهي، پر امام اعظم جو مذهب اهو آهي تہ جيئن امام جي نماز ۾ شامل نہ ٿيو تيئن ان جي پنهنجي نماز بہ بنهہ نہ ٿيندي، جيڪڏهن مقتديءَ امام جي اقتدا جي نيت ڪئي آهي تہ. ان طرح بحرالرائق ۾ مذڪور آهي، ۽ پڻ هيءُ قول صحيح ۽ معتمد آهي، جنهن قول تي عالمن جو اعتماد آهي. اهو شرح منيہ ۾ بيان ٿيو آهي، جنهن کي عالم شرح اڪبر چون ٿا. جيڪو ابن امير الحاج جي تصنيف آهي.

(28) فرض انهن مان جيڪو آهي، تنهن جو بيان اهو آهي. تہ هيءُ فرض بہ مقتديءَ جي حق ۾ آهي، تہ شروع مهل مقتديءَ جي تحريم خالص بيهڻ مهل يا بيهڻ کي ويجهي هئڻ مهل واقع ٿئي، جيڪڏهن امام کي مقتدي ان صورت ۾ گڏجي جڏهن امام



رڪوع ۾ هجي ان وقت 'الله' قيام ۾ چيائين پر اڪبر کان رڪوع ۾ وڃي فارغ ٿيو يا اڪبر کان ان حالت ۾ فارغ ٿيو جو رڪوع کي ويجهو هو تہ اهو ان مقتديءَ جو شروع صحيح نہ ٿيو، نہ پنهنجي نماز جو شروع صحيح ٿيس نہ امام جي نماز ۾ شروع صحيح ٿيس. شروع جي صحت لاءِ هيءَ شرط آهي تہ سڄي تڪبير تحريم خالص بيهڻ جي حالت ۾ واقع ٿئي. پلي اها حالت بيهڻ کي ويجهي هجي. ان طرح شرح منيہ ۾ بيان آهي جيڪو خلق ۾ ننڍو شرح مشهور آهي جيڪو ابراهيم حلبيءَ جي تصنيف آهي.

(29) فرض اهو آهي تہ تحريم کي ٻين فرضن کان مقدم ڪري جيڪي ٻيا رڪن ڪتاب لکن ٿا، تڪبير تحريم کي انهن کان اڳيان چوي، توڙي تحريم شرط هجي توڙي رڪن ٻنهي قولن جي بنياد تي فرض اهو آهي.

هتي نوع اول اچي پورو ٿيو. هاڻي ٻئي نوع جو بيان شروع ڪجي ٿو.

## نوع ٻيو

### انهن فرضن جو بيان جيڪي نماز ۾ داخل آهن

انهن فرضن جو نالو آهي نماز جا رڪن. شمار جي اعتبار کان اهي ست فرض آهن. مشهور اهي ست آهن؛ پر هن جڳهه تي جڏهن انهن کي بيان ڪيم ته ڳاڻيٽي ۾ ستر فرض ٿيا. ست فرض جيڪي مشهور آهن ۽ ٺيهٺ اهي آهن جيڪي انهن سان تعلق رکن ٿا.

1. نماز جي رڪنن مان پهريون فرض آهي هر هڪ رڪعت نماز ۾ ٻيهڻ. فرض نماز هجي يا واجب. پر نفل نمازن ۾ ٻيهڻ فرض ڪونهي. پڻ سنتن جي رڪعتن ۾ ٻيهڻ بنهه فرض ناهي. البته عالمن جو صبح جي سنت ۾ اختلاف آهي. ته ان ۾ ٻيهڻ فرض آهي يا سنت. درمختار ۾ هن طرح مذڪور آهي ته سنت صبح ۾ ٻيهڻ فرض آهي. اهو قول تمام گهڻو صحيح آهي. ٻيهڻ سان تعلق رکندڙ فرض پورا ويهه آهن، انهن کي هيٺئين تفصيل سان بيان ڪريان ٿو.

1- انهن مان پهريون فرض ٻڌي ياد ڪجان ته جيڪو شخص قيام تي قدرت نه ٿو رکي. ان کي قيام تي حقيقي قدرت ڪانهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون ته اهو ويهي فرض پڙهي. پر جيڪڏهن ٻيهڻ تي ان کي حقيقي قدرت آهي، پر ٻيهڻ تي حڪمن قدرت ڪانه اٿس. ته ان جي صورت هيءَ آهي، ڪتاب لکن ٿا، ته جيڪڏهن ٻيهي پڙهي ته پڙهي سگهي ٿو پر ٻيهڻ سببان مرض وڌڻ جو خطرو آهي



يا ان مرض ۾ جٽاءُ ٽئيس ٿو ته انهن ٻنهي صورتن ۾ اهو حڪم آهي ته جيڪڏهن ٻيهي پڙهي ته ٻه صحيح ۽ جي ويهي پڙهي ته ٻه صحيح آهي هيءُ ٻئي واٽون شريعت موجب آهي.

2- ٻئي فرض جو بيان هيءُ آهي ته جيڪڏهن نمازيءَ کي ويهڻ جي

ڊرگهو ٿي = سمهي. ٻئي پنيان = ستو ٿي

ماڳهين سگهه نه رهي، ته اهڙي نمازيءَ جي حق ۾ هيءُ فرض آهي، ته اهو مؤمن ڊگهو ٿي (سمهي) نماز پڙهي. پاسي ڀر سمهي پڙهي يا ستو سمهي پڙهي، ان لاءِ ٻئي صحيح آهن.

3- فرض مشتاق مؤمنو! ٻڌو ته جيڪڏهن مؤمن اهڙي قسم جو بيمار آهي، جو جيڪڏهن جماعت سان نماز پڙهي ٿو، ته نماز ۾ ٻيهڻ جي سگهه بنهه نه ٿو رکي سگهي؛ پر جي اڪيلي پڙهي ٿو، ته ٻيهڻ جي سگهه سنڀالي سگهي ٿو، ته ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، ته اهو پل اڪيلي ٻيهي نماز پڙهي. فرض نمازن ۾ جماعت سنت آهي. انهن ۾ ٻيهڻ شريعت موجب فرض آهي ان ڪري فرض جي ڪري جماعت کي پهچڻ، جيڪو سنت آهي، تنهن کي موقوف ڪبو. مؤمن تي جماعت سنت مؤڪده آهي، هڪڙو قول عالم اهو ٿا لکن. ٻيو قول ان ۾ وجوب جو آهي. ان ڪري نماز ۾ ٻيهڻ فرض آهي ۽ اهو اهڙي جماعت تي غالب چئبو جيڪا سنت آهي يا واجب پر صحيح قول ڪتابن ۾ اهو ٿا لکن، ته واجب جماعت قوت ۾ اڳري چئبي. ان طرح شرح منيه ۾ بيان ٿيو جنهن جو ابن امير الحاج شرح ڪيو آهي ۽ پڻ اهو ابراهيم حلبيءَ به وڏي شرح منيه ۾ ذڪر ڪيو

آهي، جيڪا سندس تصنيف آهي ۽ صاحب بحر اشباه ۾ چيو آهي، ته هيءُ قول ماڳهين مشهور ۽ غالب آهي. خلاصہ فتويٰ واري چيو آهي، ته وجوب جي قول تي عالمن جي فتويٰ آهي.

4- چوٿون فرض اهو سمجهجان، ته جيڪڏهن مريض اهڙو آهي، جو جيڪڏهن بيهي ٿو نماز پڙهي، ته بيهڻ جي ڪري ڦٽ يا ڦرڙي وهي ٿي يا اهڙي بيهڻ سان ڪيس ٽٽ ڦوس اچي ٿو وڃي، يا اهڙي بيهڻ سان پيشاب وهي ٿو وڃيس؛ پر جي ويهي ٿو پڙهي ته ڪانئس ڦڙا ۽ گند نہ ٿو وهي ۽ ٽٽ ڦوس بہ نہ ٿي اچيس ۽ پيشاب پڻ نہ ٿو هليس، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته اهو اها نماز ويهي پڙهي، جا فرض آهي. جيڪڏهن ان صورت ۾ بہ بيهي نماز ٿو پڙهي، ته عالم چون ٿا، ته سندس نماز درست نہ ٿيندي. بحرالرائق ۾ اهڙو ذڪر آهي ۽ پڻ شرح منيہ ۾ ان جو ذڪر آهي، ۽ بين ڪتابن ۾ پڻ ان جي حوالي سان لکيو اٿن.

5- فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن اهڙو ڪو مرض آهي، جو جيڪڏهن بيني نماز ٿو پڙهي، ته رمضان جي روزي رکڻ تي قادر نہ ٿو ٿئي ۽ جي ويهي نماز ٿو پڙهي، ته رمضان جا روزا رکي سگهي ٿو ته اهڙي شخص جي حق ۾ فرض اهو ٿا لکن، ته اهو ويهي نماز پڙهي. ان صورت ۾ جيڪڏهن بيهي نماز ٿو پڙهي، ته ان جي اها نماز درست نہ چئبي.

6- فرض اهو ٿا چون، ته جيڪڏهن مريض تي اهڙي حالت طاري آهي، جو جيڪڏهن فرض بيهي ٿو پڙهي، ته قرائت تي قادر نہ ٿو ٿي



سگهي، جيڪڏهن اها نماز ويني ٿو پڙهي، ته قرائت تي قادر ٿي ٿو وڃي، ته اهڙي ماڻهوءَ جي حق ۾ فرض اهو آهي، ته اهو نماز ويهي پڙهي. جيڪڏهن اهو بيهي نماز ٿو پڙهي ته سندس نماز درست نہ ٿي ٿئي، ڪتاب لکن ٿا. بحر الرائق ۾ اهو مسئلو ان طرح آهي ۽ بين ڪتابن ۾ پڻ مذڪور آهي.

7- فرض اهو آهي، ته بيهڻ ۾ ايترو قدر فرض آهي، جنهن تي قيام جي نالي جو اطلاق ڪري سگهجي. جنهن ڪي صرف بيهڻ چئي سگهجي. بيهڻ جي حوالي سان اهو ٿورڙو قدر ئي فرض آهي. پر فرضيت ان قدر جي هن طرح ٿا چون، ته ذات بيهڻ جي لحاظ کان ايترو ئي فرض آهي؛ پر قرآن جي پڙهڻ جي لحاظ کان، ايترو بيهڻ علماء فرض ٿا چون، جنهن ۾ آيت جيترو مقدار قرآن پڙهجي، نہ تہ ستون فرض هرگز پورو نہ ٿيندو. پر ان مقتديءَ جي بيهڻ جو مقدار آيت جيترو ناهي، جيڪو امام ڪي ان حالت ۾ رسيو، جو امام رڪوع ۾ وڃي پهتو، ته ان مقتديءَ جي حق ۾ بيهڻ صرف ايترو قدر فرض آهي جنهن جو هن فرض ۾ بيان گذريو.

8- فرض هيءُ آهي، ته امام جي حق ۾ وڏيڪ قيام ڪرڻ فرض آهي ۽ پڻ ان جي حق ۾ وڏيڪ قيام ڪرڻ فرض آهي، جيڪو اڪيلي نماز پڙهي ٿو. ايترو قدر وڏيڪ جو جنهن ۾ قرآن جي ڪا آيت تلاوت ڪري سگهي، جنهن جو پڙهڻ فرص هجي. ان طرح درمختار بيان ڪيو آهي ۽ پڻ اهو شرنبلاليءَ لکيو آهي؛ پر عالمن پلارن سونهارن چيو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن امام يا منفرد مرد قيام ڪي

ڏگھو ڪيو يا قرآن پڙهڻ ڪي ڏگھو ڪيو يا رڪوع يا سجدو ڏگھو ڪيو، ته اهي سڀ ڏگھايون پڙهڻ پويان فرض ٿي وڃن ٿيون. انهن مان ڪنهن کي به واجب يا سنت نه چئبو؛ پر اسان جو ڪلام انهن فرضن ۾ ناهي جيڪي ڏگھو ڪرڻ پنيان فرض ٿين ٿا، اهي اصل مؤمن تي فرض ناهي. اسان جو ڪلام انهن فرضن ۾ آهي، جن کي علماء فرض اصلي ٿا چون، جن جا نمازي منڍ کان مڪلف هجن، ۽ جن کان سواءِ نماز درست ئي نه ٿئي.

9- فرض جو بيان هيءُ آهي، ته مقتديءَ جي حق ۾ هيءَ ڳالهه فرض آهي، ته امام کي رسڻ کان پوءِ ايترو وقت بيهي جيترو وقت امام قرائت لاءِ بيٺو آهي. اهو قول مفتيٰ به آهي، ان تي عالم فتويٰ چون ٿا. اها قرئت امام تي فرض هجي واجب هجي يا سنت هجي. مڙني صورتن ۾ مقتدي کي متابعت سببان اهڙي وقت بيهڻ فرض آهي؛ پر ڪن عالمن، الله مٿن رحمت ڪري، چيو آهي، ته ان مقتديءَ تي متابعت فرض ناهي سواءِ قرئت جي ان مقدار جي، جيڪو فرض آهي؛ پر عالمن جي ان قول تي فتويٰ ناهي.

10- فرض بيهڻ ۾ اهو آهي، ته جيڪڏهن بيني هٿ ڏگھاڙي، ته اهي هٿ گوڏن کي نه پهچن. هيءُ مسئلو بحرالرائق ۾ آهي ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ اهو لکيو اٿن، پر جي ان نمازيءَ جي پٽ ڪٻي آهي ۽ ان جي ڪٻائي رڪوع جي حد کي پهچي ٿي، ته ان جي تحقيق جو اڳ هن پنيان يارهين فرض ۾ بيان ڪندس.

11- فرض جو بيان اهو آهي، ته جيڪڏهن نمازي جي اصل کان پٺ



ڪٻي هجي، ان جي ڪٻائي رڪوع جي حد کي پهچي ٿي، ته ان جي حق ۾ قيام اندر فرض اهو آهي ته مٿي کي اُڀو رکي.

12- فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن بيهڻ تي ماڳهين قدرت نه رکندو هجي، اهڙين نمازن ۾ جن ۾ بيهڻ فرض آهي؛ پر جيڪڏهن لٺ يا ديوار تي ٽيڪ ڏئي، ته ان طرح بيهڻ ممڪن ٿي سگھيس، ته ان صورت ۾ ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته بيهي نماز پڙهي ۽ اهڙي طريقي سان پڙهي جنهن طريقي سان بيهي سگھي؛ پر جيڪڏهن ان کي بيهڻ جي ماڳهين طاقت ڪانهي، سواءِ ان جي ته نوڪر يا خادم تي ٽيڪ ڏئي بيهي، ته پوءِ بيهي سگھي ٿو ته ان صورت ۾ عالمن جو اختلاف آهي ته اهڙو بيهڻ فرض آهي يا معاف آهي؛ پر صحيح قول ڪتابن ۾ اهو ڄاڻجان ته ان صورت ۾ بيهڻ فرض ناهي.

13- فرض اهو آهي، ته ڪو نمازي سڄي نماز ۾ مٿي بيهڻ جي طاقت بنهه نه ٿو رکي، ته ان تي ايترو قدر بيهڻ فرض آهي، جنهن ۾ تڪبير تحريمه چئي سگھي. ان کان پوءِ عذر جي سببان ويهي رهي، جيڪڏهن نماز ڪنهن جانور تي پڙهي ٿو يا ٻيڙيءَ ۾ نماز ٿو پڙهي. جڏهن ٻيڙي ۽ جانور هلندڙ آهن، ته انهن ٻنهي صورتن ۾ قيام ماڳهين فرض ناهي.

14- فرض اهو آهي ته جيڪڏهن بيٺل ٻيڙي درياهه جي ڪنڌيءَ ۾ ٻڌي بيٺي آهي، ان جو ڪجهه حصو زمين تي به پيل آهي، ته اهڙيءَ صورت ۾ فرض اهو آهي، ته ادب سان بيهي ان ۾ نماز پڙهي، جيستائين قيام ممڪن ٿئيس، ان حڪم تي عالمن جو اتفاق آهي.

15- فرض سچا دوست پڙو، تہ جيڪڏھن ٻيڙي ڪنڌيءَ سان ٻڌل هجي؛

ونگي = ڏوڙي، ڪبي

پر ان جو ڪجهہ حصو زمين تي رکيل ناهي، تہ اهڙيءَ صورت ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ ٻاهر ڪنڌيءَ تي نڪري نماز پڙهي ۽ ٻيهي ادب سان ادا ڪري. اهو سونهارو قول عالمن وٽ مختار آهي، ان تي عالمن جي فتويٰ آهي.

16- فرض اهو آهي، تہ جيڪڏھن ماڻهو ڪا فرض نماز پڙهي ٿو، عذر جي سببان جانور تي پڙهي ٿو تہ ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ وهٽ (جانور) کي قبلي ڏانهن ڪري ٻيهاري، منڍ نماز ۾ توڙي آخر ۾، جيڪڏھن ان جي قدرت هجيس تہ.

17- فرض اهو آهي، تہ جيڪڏھن فرض ٿو پڙهي ۽ عذر جي ڪري جانور تي فرض ادا ٿو ڪري، پر ان کي ٻيهارڻ جي ڪيس طاقت ڪانهي يا نفل نماز ٿو پڙهي يا سنت ٿو پڙهي، بنا عذر جي جانور جي مٿان ٿو پڙهي، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، تہ اهو وهٽ اهڙي طريقي سان هلندڙ هجي جو بنا سوار جي اهو سير ڪندو هجي يا اهو جانور سوار جي مدد سان هلي ٿو، پر ٿورڙي عمل سان ان کي هلائجي ٿو. جيئن ان جانور کي سير وقت هڪڙي پير سان هڻي ٿو. پر هڪ پير پورا ٽي پيرا نہ هڻي، جيڪڏھن جانور کي هڪڙو پير پورا ٽي پيرا هڻي ٿو، تہ اهو عمل هڪڙي رڪن ۾ ڪري تہ سوار جو اهو هلائڻ عمل ڪثير آهي يا ان جي هلائڻ لاءِ ڪو ٻيو عمل ڪثير ڪري تہ انهن مڙني صورتن ۾ نماز درست



ناهي، نماز فرض هجي يا نفل. ان طرح بحرالرائق ۾ لکيل آهي ۽ جيڪڏھن ان لاءِ اهو ماڳهين ممڪن ناهي تہ عمل ڪثير کان سواءِ جانور هلائي سگهي، پڻ ان کي ان جانور ٻيهارڻ جي بہ سگهہ ڪانهي، پڻ جانور تان ان جو لهڻ بہ ممڪن نہ هجي، تڏهن اها نماز تاخير ڪري پڙهي بلڪل نہ. توڙي ٻئي وقت تائين تاخير ڪري؛ ان طرح جامع الرموز ۾ مصنف لکيو آهي.

18- فرض اهو آهي، تہ جيڪڏھن جانور تي نفل نماز پڙهي ٿو؛ پر بنا

ڏئل = چونڊيل

عذر جي پڙهي ٿو، تہ ان جي حق ۾ فرض اها شيءِ لکي اٿن تہ ان نفل کي شهر کان ٻاهر پڙهي يا ان نفل کي ڳوٺ کان ٻاهر پڙهي.

19- فرض اهو آهي، تہ جيڪڏھن ڪو نماز ٿو پڙهي ڪنهن جانور جي مٿان، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، تہ رڪوع ۽ سجدي لاءِ اشارو ڪري اشاري لاءِ پنهنجو مٿو نوڙائي.

20- فرض آهي، تہ جنهن صورت ۾ سجدي جا اشارا ڪري، تہ رڪوع جي اشارن کان سجدي جا اشارا وڌيڪ هيٺ ڪري. ان طرح هيءُ حڪم انهن مريضن لاءِ آهي، جيڪي سجدي ۽ رڪوع کان عاجز آهن.

2- فرض انهن ستن فرضن مان جيڪي نماز جا داخلي فرض آهن، قرآن جو پڙهڻ آهي علماء لکن ٿا. ان ۾ پورا نو امر فرض آهن.

1- فرض انهن مان آهي تہ قرائت ٻن رڪعتن ۾ موجود ٿئي. فرض چئن رڪعتن وارو هجي توڙي ٽن رڪعتن وارو هجي؛ پر قرآن

پڙهڻ ٻن رڪعتن ۾ فرض آهي. ٻه رڪعتون پهريون توڙي پويون، توڙي هڪڙي پهرين ٻي پوئين. پر جيڪڏهن ٻن رڪعتن وارو فرض آهي، ته ان جي انهن رڪعتن ۾ قرآن پڙهڻ فرض آهي. پڻ فرضن کان سواءِ جيڪي ٻيون نمازون آهن، جيئن وتر، عيدن جون نمازون، باس جي نماز، سنت نماز يا نفل نماز آهي، ته انهن جي سيني رڪعتن ۾ قرآن پڙهڻ فرض آهي، انهن جي ڪابه رڪعت قرائت کان خالي نه ڪري؛ پر جنازي جي نماز ان حڪم کان ڌار آهي. ان ۾ قرائت ماڳهين فرض ڪانهي. بلڪه ان ۾ قرآن پڙهڻ مڪروهه لکن ٿا.

2- فرض انهن مان آهي هڪڙي آيت جيتري تلاوت ڪرڻ ان لاءِ عالمن، جيڪي دين جا باني آهن، فرمايو آهي، ته فرض قرائت ۾ آيت جو قدر پڙهڻ ڪافي آهي، توڙي اها آيت ننڍي چونه هجي جهڙوڪ 'مدهامتان' يا 'ثم نظر' آهي جيڪڏهن ڊگهي آيت جو ڪجهه حصو هڪ رڪعت ۾ ۽ ان جو ٻيو حصو ٻي رڪعت ۾ پڙهي پر اهو حصو ننڍي آيت جي مقدار جيترو هجي، ته چون ٿا، ته ان ۾ عالمن جو اختلاف آهي؛ پر وڌيڪ صحيح قول ڪتابن ۾ هي آهي؛ ته اها نماز درست ٿي. پر جي سڄي آيت هڪ حرف هجي جيئن صاد يا قاف يا نون، ته ان جي پڙهڻ سان نماز درست نه ٿيندي. اهو قول وڌيڪ صحيح آهي علماء چون ٿا.

3- فرض انهن مان اهو آهي ته اها آيت قرآن جي هجي جيڪو حضرت رسول صلي الله عليه وسلم جن تي نازل ٿيو آهي جيڪو قرآن ٻن



پاڻن وچ ۾ آهي جيڪي ٻئي پاڻا مصحف جا آهن. ۽ جيڪو قرآن امت وٽ تواتر جي طريقي سان پهتو آهي، جنهن جا نقل ڪندڙ تمام گهڻا ماڻهو آهن، جن جو ڪوڙ تي اتفاق ڪرڻ ممڪن ناهي. جيڪڏهن ڪو شخص نماز ۾ اهڙي آيت تلاوت ٿو ڪري جيڪا شاذ آهي، ان ۾ ماڳهين متواتر آيت نه پڙهيائين، ته ان صورت ۾ اها نماز بنهه صحيح ڪانه ٿيندي. جيڪڏهن شاذ آيت سان ٻي آيت اها ٿو پڙهي جيڪا قرآن متواتر جي آهي، ته عالمن جو ان مسئلي ۾ اختلاف آهي؛ پر صحيح قول ڪتابن ۾ اهو آهي، ته ان جي نماز اهڙي صورت ۾ نه پڃندي، اها نماز ان آيت پڙهڻ سان صحيح ٿي ويندي، جيڪا سونهاري قرآن جي متواتر آيت آهي. جيڪڏهن ڪو شخص نماز ۾ قرائت جي جاءِ تي تورات منجهان يا انجيل منجهان پڙهي، پر ان سان گڏ قرآن جي آيت ماڳهين نه پڙهي، ته ان نمازيءَ جي نماز ان سببان پڃي پوندي. جيڪڏهن نماز ۾ انجيل يا تورات پڙهي، پر ان سان قرآن جي ڪا آيت به گڏ پڙهي ٿو ته اها نماز درست ٿي ويندي، ڪتاب لکن ٿا. صاحب بحر واري هيءُ تي مسئلا آندا آهن؛ پر انهن ۾ اهو قيد به لکيو اٿائين، ته ان صورت ۾ نمازن جي درستي هن سان خاص آهي، ته اها شاذ آيت ذڪر جي قسم جي هجي يا ان ۾ رب جي پاڪائيءَ جو بيان هجي يا تورات جي آيت يا انجيل جي آيت هجي، ته به پاڪائيءَ جي قسم يا ذڪر جي قسم جي آيت هجي. تنهن ڪري جيڪڏهن شاذ آيت قصن جي قسم يا ان جهڙي هجي، يا تورات جي آيت اهڙي قسم جي هجي يا انجيل

جي آيت اهڙي قسم جي هجي تہ نمازيءَ جي نماز پڃي پوندي. اها هرگز جائز نہ ٿيندي. اتي قرآن جي متوتر آيت پڙهڻ کان سواءِ ڪنهن ۾ بہ فائدو ناهي.

4- فرض اهو آهي، تہ مؤمن نمازي جيڪا آيت پڙهي ٿو سا صرف بسم الله نہ هجي. جيڪڏهن نماز ۾ صرف بسم الله ئي تڪبير کان سواءِ پڙهيائين، تہ اها نماز درست نہ ٿيندي. اسان جو اهوئي مذهب آهي. پڻ اهو صحيح علماء لکن ٿا. امام مالڪ فرمايو الله رحمت ڪريس تہ بسم الله قرآن جي آيت نہ چئبي. پر جي نمازي نماز اندر بسم الله ، جيڪا سورت نمل مڪيءَ ۾ نازل ٿي آهي، پڙهڻ مهل ان جو قصد ۽ نيت ڪري، تہ ان جي نماز درست چئبي. بسم الله جي ڪري نماز ڪونہ پڃندي.

5- فرض قرائت جو اهو ڄاڻج تہ اها پڙهڻ وقت پنهنجي ڪنن سان ٻڌي، شرط آهي تہ ڪنن کان ڳرو يعني ٻوڙو نہ هجي. ان ڪري جيڪڏهن ڪو قرآن اهڙي طريقي سان ٿو پڙهي، جو پڙهڻ وقت پنهنجي ڪنن سان نہ ٿو ٻڌي تہ اهڙي نمازيءَ تان قرائت جو فرض نہ لٿو. ان جي نماز ماڳهين صحيح نہ ٿي، وڏيڪ صحيح قول اهو آهي، ڪتاب لکن ٿا.

6- فرض اهو آهي، تہ حرف ڪي صحيح پڙهي، اهي سندن مخرجن مان ڪڍي، جيڪي انهن جي نڪرڻ جون جڳهيون آهن. ۽ پڻ سي صفتون ادا ڪري، جيڪي انهن حرفن جون آهن، زيرون، زبرون ۽ پيش مان هر هڪ حرڪت سنڀالي صحيح ڪري پڙهي، انهن جي



ڇڏڻ سان معنيٰ ڦري، توڙي نہ ڦري. توڙي ان ڦرڻ سان نماز پڃي، ڦير جي گهٽائيءَ جي سببان، جنهن کي فقيهہ "تغير فاحش" چون ٿا، توڙي ڦير ٿورڙو آهي، جنهن سان نماز ماڳهين ڪانہ ٿي پڃي، هر صورت ۾ لفظ مخرجن ۽ صفتن سان پڙهڻ فرض آهن. تنهن ڪري جيڪڏهن نمازي اهي حرف پلارا درست نہ ٿو ڪري، تہ اهڙو گنهگار ٿيندو جهڙو گناهہ فرض ڇڏڻ سان ٿيندو آهي، عالم چون ٿا. پر لفظ صحيح نہ پڙهڻ سان سندس نماز پڃندي ڪانہ، سواءِ ان جي نہ، تہ ان سان معنيٰ ڦري ويندي هجي، ۽ تغير فاحش اچي پيدا ٿي پوي، تہ ان صورت ۾ ان جي نماز پڃي پوندي. لفظن جو اچارڻ انهن فرضن مان ناهي جيڪي نماز جا خاص فرض الله فرمايا آهن. بلڪ لفظن جو اچارڻ نماز کان الڳ فرض آهي، نماز جي تابع ناهي، ان ڪري عالمن، جيڪي دين جا باني آهن، چيو آهي، تہ قرآن جي لفظن جو صحيح اچارڻ، نماز ۾ يا نماز کان ٻاهر فرض آهي. ان مسئلي جو مثال اهو آهي جيئن ڪو شخص رمضان شريف جي ڏينهن ۾ ٻپهري يعني اڳين يا ٽيپهري يعني وچين نماز ادا ٿو ڪري، پر ان وقت روزو ڪونہ رکيو اٿس، ڪوبہ عذر وغيره ڪونہ اٿس، تہ ان روزي ڇڏڻ سان نماز نہ پڃندي. جڏهن تہ روزي ڇڏڻ سان وڏو گناهہ ٿيس: پر جيئن تہ روزو نماز جي فرض مان ناهي، بلڪ روزو مستقل فرض آهي، جيئن لفظ صحيح اچارڻ قرآن جو مستقل فرض آهي، ان ڪري ان ڇڏڻ سان نماز نہ پڃندي.

7- فرض انهن مان اهو آهي، ته جيئن قرائت جا حرف درست ٿو پڙهي تيئن حرڪتون اهڙي تغير ۽ ڦير کان پري رکي، جنهن سان ڪلام جي معنيٰ ڦري وڃي. تنهن ڪري جيڪڏهن اهڙي ڪنهن ڦير سان ڪلام جي معنيٰ ڦري وئي، ته ان صورت ۾ اها نماز ڀڄي پوندي.

چوکارڻ = اچارڻ

ان طرح ڪتابن ۾ مذڪور آهي: پر حڪم هيءُ آهي ته حرفن کي اهڙي ڦير کان سلامت رکي جيڪو معنيٰ کي ڦيرائي ڇڏي ۽ پڻ حرڪتون تغير کان بچائي رکي ۽ اهڙن تغيرن سان نماز ڀڄي پوندي. ان کان وڌيڪ قرائت جو ڪو خاص حڪم ڪونهي. هيءُ امر قرآن سان خاص نه ڇئبا. بلڪ هيءُ امر قرائت جا آهن. ٻين قولن مطابق نماز ۾ داخل آهن جهڙوڪ پهريون تشهد، پويون تشهد يا سمع الله جو چوڻ رڪوع پويان ۽ پڻ غير امام لاءِ حمد ڪرڻ ۽ جيئن سجدي ۽ رڪوع جي تسبيح ۽ جيئن رڪعتن واري تڪبير ۽ انهن قولن جهڙا ٻيا قول، جيڪڏهن انهن ۾ ڪنهن نمازي کان ڦير ٿيو، حرف ۾ ٿيو يا ڪنهن حرڪت ۾ ٿيو، جنهن سان لفظن جي معنيٰ ڦري وئي، جنهن کي ڪتابن ۾ تغيرفاحش چون ٿا، ته ان سان نماز ڀڄي پوي ٿي صحيح نه ٿي ٿئي. پر هيءُ ستون فرض انهن لاءِ ٿا چون، جيڪي صحيح ڪرڻ جي قدرت رکن ٿا. پر جنهن کي ان تي قدرت ڪانهي عاجزيءَ سببان، ته ان تي فرض هن کان سواءِ ٻيو ڪونهي، ته انهن کي صحيح ڪرڻ جي تمام گهڻي ڪوشش ڪري. حرف ۽ حرڪتون ٻئي صحيح ڪري. ان تي انهيءَ



ڪوشش کان سواءِ ٻيو ڪجهه به فرض ناهي هن پنيان ان جو، قعدي پوئين جي ذڪر ۾، گهڻي تفصيل سان بيان ڪندس.

8. فرض اهو آهي، ته اهو شخص، جيڪو آيت يا ان کان مٿي پڙهڻ تي قدرت رکي ٿو، تنهن تي فرض آهي، ته نماز ۾ قرآن پڙهڻ مهل ان آيت جو تڪرار نه ڪري، ته جيئن تڪرار سان آيت جو مقدار پورو ٿئي. تنهن ڪري جيڪڏهن ڪنهن نماز ۾ ڪنهن آيت جو اڌ پڙهيو ۽ ان کي موٽائي تڪرار ڪيائين، ته مقدار پورو ٿئي يا نماز ۾ قرآن جو ڪو جملو پڙهيائين ۽ ان کي گهڻا ڀيرا ورجايائين، ته ان ورجائڻ سان آيت جو مقدار پورو ٿئي، ته انهن ٻنهي صورتن ۾ اها نماز درست نه ٿيندي. بحرالرائق ۾ ان طرح بيان آهي ڪنهن آيت يا قرآن جي ڪلمي جو تڪرار عربن جي عرف ۾ (ورجائي) پڙهڻ کي چوندا آهن. سو ان ڪري ان شخص تي، جيڪو ايتري پڙهڻ جي قدرت رکي ٿو، فرض آهي ته اهو ٿورو قدر ئي پڙهي: پر جي ان کي تڪرار ڪري پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري، ته ان تي ان قدر جو تڪرار فرض ناهي، جيڪو آيت منجهان اهو ڄاڻي ٿو. اوترو ئي پڙهي جيترو ڄاڻي ٿو تڪرار لغو آهي. ان طرح امداد الفتاح مان معلوم ٿيو. ۽ ان طرح ٻين ڪتابن مان به ظاهر آهي.

9. فرض اهو آهي، ته نمازي قرآن کي قيام ۾ پڙهي جامع الرموز ۾ ان طرح بيان آهي ۽ ان کي جلاليءَ کان نقل ڪيو آهي. پر اهو ان نماز ۾ فرض آهي، جيڪا فرض يا واجب آهي ۽ ٻيهڻ ۾ ڪو عذر مانع ڪونهي، تنهن ڪري نماز نفل يا سنت ۾ عذر هجيس توڙي

نہ هجيس، فرض ۽ واجب نماز ۾ جيڪڏهن عذر هجيس تہ ڪو ماڻهو ويهي ٿو پڙهي، ستي ٿو پڙهي، پنيءَ يا پاسي پر ٿو پڙهي، تہ ان جي حق ۾ بيهي پڙهڻ بنھ فرض ناهي ان جي ويهڻ توڙي سمهڻ جو بيهڻ وارو حڪم آهي.

3- فرض نماز جي داخلي فرضن مان آهي رڪوع، ان ۾ نو ڳالهيون پوريون پوريون فرض چون ٿا.

1. پهريون فرض انهن مان آهي رڪوع وقت مٿو پنيءَ سان گڏ نمائڻ آهي.
2. فرض ان جو عالم لکن ٿا تہ رڪوع ۾ ان شخص جا هٿ گوڏن کي پهچن. پر اهو فرض انهن ماڻهن لاءِ آهي جيڪي نماز بيهي پڙهن ٿا.
3. فرض اهو آهي، تہ رڪوع جي سببان مٿو گوڏن جي سامهون ڪري، جيڪڏهن نمازي عذر سببان ويني ٿو رڪوع ڪري. ڪتاب برجنديءَ ۾ ان طرح مذڪور آهي.
4. فرض اهو آهي تہ جنهن شخص جي پني اڳيئي رڪوع جي ڪبائپ جهڙي ڪبي ٿيل آهي، تہ ان جي حق ۾، فرض اهو آهي، تہ رڪوع ۾ پنهنجو مٿو نوڙائي ڇڏي.
5. فرض اهو آهي، تہ جنهن شخص کي مرض جي سببان ماڳهين رڪوع جي قدرت ئي ڪانهي يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري رڪوع جي قدرت ڪانهي، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ اهو شخص مٿي سان رڪوع لاءِ اشارو ڪري ۽ رڪوع مهل



پنهنجو مٿو نوڙائي جيترو ڪانئس ممڪن ٿي سگهي. بحرالرائق ۾ ان جو بيان لکيل آهي.

6. ڇهون فرض اهو آهي تہ مقتديءَ جو رڪوع امام کان اڳي پورو نہ ٿئي. جيڪڏهن مقتديءَ رڪوع امام کان اڳ ڪيو پر اجان رڪوع مان مٿو نہ ڪنيائين جو امام بہ رڪوع ڪيو ۽ مقتديءَ سان گڏجي ويو، ٻئي رڪوع جي هڪ حصي ۾ نماز اندر گڏيا تہ ان مقتديءَ جي نماز درست ٿي، پر اها نماز مخالفت ڪري مڪروھ تحريمي ٿيندي. جيڪڏهن ان مقتديءَ امام جي مٿي ڪڻڻ کان اڳيئي رڪوع مان مٿو ڪنيو، رڪوع کان فارغ ٿي قوم ڏانهن آيو مقتديءَ جي پويان امام رڪوع ڪيو ۽ ان مقتديءَ رڪوع کي موٽايو بہ نہ، نہ امام سان نہ امام کان پوءِ، تہ ان مقتديءَ جي ماڳهين نماز جائز نہ ٿي.
7. فرض انهن مان اهو آهي، تہ جيڪڏهن مقتدي پنهنجي امام کي رڪوع جي وقت اچي گڏيو، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، تہ مقتدي امام سان رڪوع ۾ ان جي ڪجھ حصي ۾ چڳيان گڏجي. پر جيڪڏهن مقتدي ماڳهين امام کي سجدي يا قوم وقت گڏيو رڪوع پاڻهي امام کان پوءِ ڪيائين پڻ رڪوع پويان بہ سجدا ڪيائين انهن ۾ اچي اهو مقتدي امام سان گڏيو تہ ان رڪوع جو شريعت ۾ اعتبار ناهي ۽ اهو مقتدي ان رڪعت کي پهچندڙ نہ چئبو. جيڪڏهن ان مقتديءَ اهو پانئي تہ اهو رڪوع منهنجي نماز ۾ معتبر ٿيو آهي ۽ اهو پانئين نماز کي پورو ڪيائين تہ ان جي

اها نماز پڇي پوندي صحيح نہ ٿيندي.

8. فرض ڪتاب اهو ٿا لکن، تہ ڪوبہ نمازي وچ نماز ۾ ڪا ڪامل رڪعت يا جنهن کي ڪامل رڪعت جو حڪم هجي، سان نہ وڃائي، ان ڪري جيڪڏهن مقتدي امام پنيان پهتو، امام هڪ سجدو گذاري چڪو آهي. پر ان مقتديءَ اڪيلي رڪوع ڪيو ۽ پڻ هڪ سجدو بہ ادا ڪيائين ۽ امام سان ٻئي سجدي ۾ اچي گڏيو تہ ان صورت ۾ مقتديءَ جي نماز پڇي پوندي، ڇاڪاڻ جو اهو مقدار نماز ۾ وڃايو اٿس، جنهن کي رڪعت جو حڪم آهي، رڪوع ۽ هڪ سجدو جيڪو ڪيائين تنهن لاءِ پوريءَ رڪعت جو حڪم لکن ٿا. ڪامل رڪعت يا جيڪا ڪامل رڪعت جي حڪم ۾ هجي، تنهن جو نماز ۾ وڃائڻ بنا شڪ شبهي جي نماز کي پڇي ٿو.

9. فرض آهي، تہ جيڪو شخص پنهنجي نماز ٻيڙيءَ ۾ ٿو ادا ڪري، تنهن جي حق ۾ فرض اهو آهي، تہ ان نماز ۾ رڪوع ۽ سجدا ڪري، تنهن ڪري اهڙي نمازيءَ لاءِ ٻيڙيءَ ۾ اشارن سان نماز پڙهڻ درست نہ چئبي. اها فرض نماز هجي توڙي نفل؛ پر جي سجدي ۽ رڪوع کان عاجز ٿي پئي، تہ ٻيڙيءَ ۾ اشاري سان نماز پڙهي. پر جيڪو شخص ڪنهن جانور تي نماز پڙهي. فرض عذر جي سببان پڙهي يا نفل بنا عذر جي پڙهي، تہ ان تي رڪوع ۽ سجدو فرض نہ چئبو ان لاءِ ان کي اشاري سان نماز پڙهڻ ئي ڪافي آهي.

4- فرض نماز جي داخلي فرضن مان آهي سجدو ڪرڻ. ان ۾ پندرهن فرض علماء لکن ٿا.



1. پهريون فرض انهن مان اهو آهي، تہ هر هڪ رڪعت لاءِ پورا ٻہ سجدا آهن. نفل نماز هجي توڙي فرض نماز، مطلق نماز ۾ اهي سجدا فرض آهن، جنهن ۾ الله تعاليٰ رڪوع ۽ سجدو مقرر ڪيو آهي.

2. فرض اهو آهي، تہ ڪجهہ پيشاني زمين تي رکي، يا اهڙي شيءِ تي رکي جنهن کي زمين جو حڪم آهي، پيشانيءَ جو ٿورڙو حصو ئي چو نہ رکي. پيشاني ڪتاب ان جو نالو ٿا لکن، جيڪا پروئڻ کان مٿي شروع ٿئي ٿي ۽ ان جڳهہ تي ختم ٿئي ٿي جتي مٿي جا وار ڄمن ٿا. عادت جي طور جنهن جڳهہ تي ڄمندا آهن. اهو پيشانيءَ جي ڊيگهہ جو بيان آهي، ان جي ويڪر جو تفسير هيءُ آهي، تہ هڪ لوٽي کان شروع چئبي ٻئي لوٽي (لونڊڙيءَ) تي اها ختم ٿيندي. پيشاني جي معنيٰ جيڪا ڪتابن لکي آهي سا پوري ٿي، ان جي ڊيگهہ ۽ ويڪر جو بيان ٿيو. جيڪڏهن ڪو شخص سجدي ۾ نڪ رکي، ان سان گڏ پيشاني سجدي ۾ نہ رکي تہ ان سجدي جي درستيءَ ۾ عالمن جو اختلاف آهي؛ پر صحيح قول عالم هيءُ ٿا چون، تہ اهڙي سجدي سان نماز درست نہ چئبي، جيڪڏهن سڄي پيشانيءَ يا ان جي ڪجهہ حصي ۾ ڪوبہ عذر ڪونهي. عالم انهيءَ قول تي فتويٰ رکن ٿا اهو پويون قول امام اعظم جو آهي. هيءُ مسئلو درمختار ۾ آهي. پڻ ان طرح امداد الفتاح لکيو آهي. پيشانيءَ جو اڪثر حصو سجدي ۾ زمين تي رکڻ واجب آهي فرض ناهي. درمختار ۾ مصنف ان طرح لکيو آهي. پر نڪ جو پيشانيءَ کان پوءِ رکڻ پڻ واجب آهي، فرض بنهہ ناهي. جيڪڏهن ڪو نمازي

سجدي مهل پنهنجو ڳِچو يا ڳَل زمين تي رکي يا ڪاڏي زمين تي
رکي سجدي سببان يا لوٽون يعني لونڊڙي زمين تي سجدي سببان
رکي، ته اهي سجدا هرگز صحيح نه چئبا. ان مسئلي تي عالمن جو
اتفاق آهي پر جيڪڏهن ڪنهن کي پيشانيءَ ۾ عُذر هجي، نراڙ
زمين تي رکي نه ٿو سگهي، ان سبب جي ڪري ڳَل يا مٿي جو
اڳيون حصو رکي ٿو يا ڪاڏي يا لوٽو رکي ٿو، توڙي نڪ رکڻ تي
قدرت رکندو هجي يا بنهه قدرت نه رکندو هجي، ته ان جي حق ۾
حڪم اهو آهي، ته رڪوع ۽ سجدي لاءِ مٿي اشارا ڪري ۽ ان
طريقي سان نماز ادا ڪري.

3. فرض اهو آهي، ته نمازي سجدي ۾ آڱرين جي مٿي جو ڪجهه حصو زمين تي رکي يا اهو ڪجهه حصو اهڙي شيءَ تي رکي جنهن کي زمين جو حڪم آهي؛ پر هيءُ فرض ان صورت ۾ حاصل ٿيندو جو هڪڙي آڱر جو مٿو سجدي مهل ضرور رکي.
4. فرض اهو آهي ته پيرن جون آڱريون قبلي ڏانهن ڪري؛ پر هيءُ فرض هن طرح حاصل ٿيندو، ته پير جي ڪنهن هڪڙي آڱر کي ڦيرائي. پر قبلي ڏانهن آڱرين جي منهن ڪرڻ علماء چون ٿا. ته ٻن قسمن کي شامل ٿئي ٿو. پهريون قسم اهو آهي، ته آڱرين جا مٿا قبلي جي پاسي موڙجن. حقيقي قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ ان جو نالو آهي. ٻيو قسم اهو آهي ته سجدي مهل آڱريون بنهه سيون سڌيون منهن پر اڀيون ڪجن، قبلي ڏانهن حڪمي طور منهن ڪرڻ ان قسم جو نالو آهي، تانته جيڪڏهن ڪنهن شخص سجدي ۾ ٻنهي



پيرن مان ڪنهن به پير جي ڪا هڪ به آڱر زمين تي نه رکي يا
آڱريون رکيائين، پر منهن پر نه رکيائين ته مٿيان ٻئي قسم هٿان
نڪري ويندا. جيڪڏهن پيرن کي پٺيءَ پر رکيائين ته اهو سجدو
به شريعت موجب صحيح نه ٿيندو. فرض سجدو ماڳهين ادا نه ٿيو.
پر جي سجدي ۾ انهن مان پويون قسم لڌو پهريون قسم انهن مان
عمل هيٺ نه آيو ته پوئين قسم جي ڪري فرض سجدو ادا ٿي ويندو
پر ان سجدي ۾ ڪراهت تنزيهي موجود چئبي.

5. فرض اهو آهي، ته سجدي ۾ ٻن گوڏن مان ڪو هڪ گوڏو رکي. پڻ ٻن هٿن مان ڪو هڪ هٿ به رکي، ان کان سواءِ سجدو بجا اچي نه سگهندو. ان طرح امداد الفتاح ۾ لکيل آهي. ٻين ڪتابن ۾ هن طرح مذڪور آهي، ته سجدي ۾ هٿ رکڻ فرض ناهي، نه ئي ڪو گوڏو رکڻ فرض آهي. انهن جو رکڻ سنت مؤڪده آهي. لکيو اٿن، ته اهو قول پنهنجو مذهب آهي. امام شافعيءَ جو مذهب اهو لکيو اٿن ته پيرن ۽ گوڏن جو رکڻ سجدي جي فرضن مان آهي.
6. فرض اهو آهي، ته سجدي ۾ پيشانيءَ جو ڪجهه حصو رکي ۽ پڻ ڪجهه حصو ڪنهن پير جو هڪ ئي وقت رکجي. تانته جيڪڏهن سجدي ۾ پهريائين پيشاني رکيائين. ان جي ڪٽڻ کان پوءِ پير جو ڪو حصو رکيائين يا پهريائين سجدي ۾ پير رکيائين پر پيشاني انهن جي ڪٽڻ کان پوءِ رکيائين، ته اهو سجدو بنهه صحيح نه ٿيندو.
7. فرض اهو آهي، ته نمازي سجدو پنهنجي ران تي نه ڪري ۽ پڻ ڪنهن گوڏي مٿان سجدو نه ڪري؛ پر جي عذر جي صورت ۾ ائين

ڪيائين. جهڙوڪ: خلق جي گهڻي پيهه آهي، يا ڪو ٻيو عذر آهي، تہ اهڙيءَ صورت ۾ سجدو صحيح آهي. پر جي ڪو شخص هٿ تي سجدو ٿو ڪري، تريءَ تي يا ان جي پٽ تي، توڙي عذر سببان ڪري يا بنا عذر جي ڄاڻي واڻي ڪري، تہ اهو سجدو اهڙيءَ صورت ۾ صحيح ٿيو؛ پر انهيءَ سبب جي ڪري ان ڪي مڪروه چئبو. اهو قول صحيح ۽ مختار آهي.

8. فرض اهو آهي، تہ نمازي ان شخص جي پٺ تي سجدو نہ ڪري جيڪو پڻ نماز جي سجدي لاءِ نوڙيو آهي؛ پر عذر وقت اهو بہ جائز لکن ٿا. جيئن خلق جي گهڻائيءَ وقت يا ان جهڙي ڪنهن عذر وقت؛ پر عذر وقت ان سجدي جي درستيءَ جا ڪتاب چار شرط لکن ٿا. پهريون شرط انهن مان اهو آهي، تہ عذر موجود هجي. ٻيو شرط علماء اهو ٿا لکن، تہ اهو مرد نماز ۾ شامل هجي. ٽيو شرط اهو آهي، تہ سجدي ڏيندڙ ۽ ان ماڻهوءَ جي نماز بلڪل هڪڙي هجي، هرگز ٻي نماز نہ هجي. چوٿون شرط ڪتابن اهو لکيو آهي، تہ جنهن مرد جي پنيءَ تي سجدو ٿو ڪري سو زمين تي سجدو ٿو ڪري يا ان شيءِ تي سجدو ٿو ڪري جنهن جو زمين وارو ئي حڪم آهي تانتہ جيڪڏهن بنا عذر جي سجدو ٻٽ تي ٿو ڪري، جنهن جو

گهاٽ خلق جي = خلق جي گهڻائي. ڏئل = پسنديده. نَيوُ آهي = نوڙيو آهي.

طريقو اڳ ۾ بيان ڪيم يا اهو مرد نماز کان ٻاهر هجي يا انهن جون نمازون ماڳهين مختلف هجن يا ٻئي شخص پڻ سجدو ٽئين شخص جي پنيءَ تي ڏنو تہ انهن مڙني صورتن ۾ سجدو صحيح ناهي پلن



ڪتابن ۾ اهڙيءَ طرح مذڪور آهي.

9. فرض انهن فرضن مان اهو ٿا چون، تہ پيشانيءَ جي جڳهہ ان جڳهہ کان اڌ گز کان وڌيڪ مٿاهين نہ هجي، جنهن تي پنهنجا ٻہ پير رکيا اٿس، اڌ گز ٻارنهن آڱرين جي مقدار کي چئبو آهي. تانتہ جي پيشانيءَ جي جڳهہ پيرن جي جڳهہ کان اڌ گز کان وڌيڪ مٿي تي، جنهن تي سجدو ڪري ٿو، تہ اهو سجدو شريعت موجب صحيح نہ ٿيو. جيڪڏهن اها جڳهہ اڌ گز آهي يا ان جي مٿاهين ان کان بہ گهٽ اهي تہ اهو سجدو شرع جي حڪم سان جائز ٿيو.

10. فرض اهو آهي، تہ سجدي جي جڳهہ، جنهن تي سجدي مهل پنهنجي پيشاني رکي ٿو، اهڙين جڳهن مان هجي جيڪي ڏاڍيون ۽ سخت قسم جون هجن. ان ڏاڍائيءَ ۽ سختيءَ جو اندازو اهو ٿا لکن، تہ اها جڳهہ ايتري سخت هجي جو سجدي سان هيٺ ويهي نہ وڃي. تانتہ جي سجدي ڪندڙ ڪنهن اهڙي شيءِ تي سجدو ڪيو، جيڪا سجدي سان هيٺ ويهي ٿي وڃي، پنهنجيءَ جاءِ تي بنهہ نہ ٿي ويهي، توڙي سجدو ڪندڙ گهڻئي سعيو ڪري، جهڙوڪ: جوئر جي ڍيري يا چڻن جي ڍيري يا ٻاجهريءَ جي يا گاهہ جي ڍيري يا ان جهڙي ڪا شيءِ، تہ اهو سجدو صحيح نہ ٿيندو. ڪتاب لکن ٿا. پر جي سجدي مهل نراڙ ڪٽڪ جي ڍيري يا جون جي قسم جي ڍيريءَ تي رکي، تہ انهن شين تي سجدو درست چئبو. انهن شين تي نراڙ کي قرار ۽ ٽڪاءُ ٿيندو آهي. اهڙيءَ صورت ۾ نراڙ وڌيڪ هيٺ نہ لهندو آهي.

11. فرض اهو آهي تہ ٻن سجدن وچ ۾ پنهنجو مٿو کڻي، توڙي رفع جو قدر ٿورڙو ئي آهي. ’رفع‘ چون سجدن وچان مٿي کڻڻ کي. ڪتاب

لکن تا تہ صحيح قول اهو آهي، محيط سرخسيءَ ۾ ان طرح مذڪور آهي. پڻ خواهرزادي شيخ الاسلام فرمايو تہ وڌيڪ صحيح قول اهو ئي آهي. ابن همام پڻ انهيءَ قول کي پسند ڪيو آهي. پڻ صاحب در مختار اهو قول پسند ڪيو آهي. ابراهيم حلبي پڻ اهو قول پسند ڪيو آهي. منيہ جي شرحن ۾ اها سندس تصنيف آهي. هڪڙو شرح ڪبير آهي، ٻيو شرح صغير آهي، ظاهر قوي ۽ اقويٰ مذهب اهوئي آهي. انهيءَ طرح حلبيءَ جي شرح صغير ۾ آهي ڪن عالمن، الله رحمت ڪرين، فرمايو آهي، تہ فرض مٿي جو ايترو ڪڻڻ آهي، جو سجدي واريءَ جڳهہ جي زمين ۽ سجدي ڪندڙ جي پيشانيءَ وچان هوا گذر ڪري. ان طرح بحرالرائق ۾ ابن نجيم لکيو آهي تہ هيءَ پوئين روايت پهرينءَ ڏانهن موٽي ٿي. بحر جي هن جاءِ تي عبارت پوري ٿي. پڻ ڪن عالمن، جيڪي دين جا باني آهن، فرمايو آهي تہ ڪڻڻ ۾ ايترو مقدار فرض آهي جو اٿڻ کان پوءِ ويهڻ ڏانهن ويجهو ٿئي. تانتہ جي ڪڻڻ مهل ويهڻ جي ويجهو نہ ٿيو، تہ اهو سجدو خدا جي حڪم موجب صحيح نہ ٿيو. اهو قول صاحب هدايہ جو پسنديده آهي.

12. فرض اهو آهي تہ مقتديءَ جو سجدو امام جي سجدي کان اڳ ۾ نہ ٿئي. پنهنجو پورو سجدو مقتدي امام کان اڳي نہ ڪري. تانتہ جنهن مقتديءَ اهڙيءَ طرح سجدو ڪيو، تہ شرع ۾ اهو سجدو نہ ٿيندو. جيڪڏهن اهڙي مقتديءَ اهڙيءَ طرح ادا ڪيل سجدي کي صحيح ڀانئي نماز پوري ڪري سلام ورايو، تہ ان جي انهيءَ



سجدي سببان نماز پڇي پوندي. جيئن ان جو رڪوع جي فرضن ۾ بيان گذريو.

13. فرض انهن مان اهو تا لکن، تہ جنهن شخص کي سجدي ڪرڻ جي ماڳهين ڪنهن بہ قسم جي قدرت ڪانهي، ڪنهن بيماريءَ جي سببان يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري، تہ ان جي حق ۾ سجدي جي بدران مٿو جهڪائي سجدي جو اشارو ڪرڻ فرض آهي.

14. فرض اهو آهي، تہ رڪوع لاءِ جيترو مٿو جهڪائي ٿو، سجدي لاءِ ان کان وڌيڪ جهڪائيجي. تانتہ جي اهو شخص رڪوع ۽ سجدي ٻنهي ۾ مٿو برابر ٿو جهڪائي يا رڪوع کان ويتر گهٽ ٿو جهڪائي، تہ ڪتاب لکن ٿا، تہ اها نماز درست نہ ٿيندي.

15. فرض اهو آهي، تہ جيڪو ماڻهو نماز ٻيڙيءَ ۾ ٿو پڙهي، تہ ان جي حق ۾ رڪوع ۽ سجدو فرض آهي جنهن جو هن کان اڳ تفصيل گذريو. رڪوع جي پوئين فرض ۾ ان جو تفصيل بيان ڪيم. جيڪو ان جو ٻيهر تفصيل معلوم ڪرڻ گهري، تہ بنا دير ان فرض ڏانهن موٽي، اتي ان جو تفصيل معلوم ڪري.

5- فرض نماز جي داخلي فرضن مان آهي پويون قاعدو. پوئين قاعدي کان سواءِ جيڪي بہ ڪي قاعدا آهن، سي واجب چئبا فرض نہ چئبا، توڙي نفل چار رڪعتون ڪو پڙهي، تہ بہ پوئين قاعدي کان سواءِ ٻيا قاعدا واجب آهن. پر ان پوئين قاعدي ۾ ڇهہ فرص آهن. انهن جو بيان لکي اَئُ واضح ڪريان ٿو.

1. پهريون فرض انهن مان اهو آهي، تہ ان قاعدي ۾ التحيات جيترو مقدار ويهجي. التحيات کان شروع ڪجي ۽ عبده ورسولہ تي ان

كي ختم كجي ۽ جيترو ممكن ٿي سگهي گهڻو تكڙو، پر
صحيح حرفن سان ان كي پڙهي پورو كجي. ان ۾ جيترو وقت
لڳي اوترو وقت ويهڻ فرض آهي.

2. فرض تشهد جو اهو ٿا لکن، ته پهرئين قاعدي توڙي ان كان سواءِ
ٻين ۾ حرفن كي اهڙي صحيح طريقي سان پڙهي، جنهن سان معنيٰ
نه ڦري ۽ تغير كان بچي. پر قرآن جي نماز ۾ پڙهڻ جو هيءُ حكم
آهي، ته اكرن كي صحيح پڙهي، انهن كي ڦيرائي بنهه نه. قرآن جا
اكر صحيح پڙهڻ فرض آهي، انهن كي ڦيرائجي بنهه نه. قرآن جا اكر
صحيح پڙهڻ فرض آهي انهن كي درست پڙهجي، بنهه نه ڦيرائجي.
معنيٰ توڙي لفظ ٻئي نه ڦيرائجن جيئن قرائت جي بحث ۾ ان جو
بيان گذريو. پر هيءُ ٻيو فرض تڏهن آهي، جڏهن قاعدي ۾ التحيات
پڙهيءُ پر التحيات پاڻ ٻن قاعدن ۾ پڙهڻ واجب آهي، فرض بنهه
ناهي. پر هيءُ ٻيو فرض جيكو هن هنڌ لكيو اٿم، سو تشهد جو
خاص فرض نه چئبو، بلك هيءُ انهن سڀني قولن ۽ تسبيحن ۾
فرض آهي، جيكي مومن نماز ۾ پڙهندو آهي. جهڙوك: سمع الله
لمن حمد، ربنا ولك الحمد، جنهن جو تمحيد نالو آهي ۽ جهڙوك:
ركوع جون تسبيحون توڙي سجدي جون ۽ اهي تكبيرون
جيكي ان وقت پڙهجن ٿيون، جڏهن هك ركن ڇڏي ٻيو شروع
كجي ٿو. انهن لفظن جو چوڻ جيتوڻيك فرض ناهي، پر انهن جي
لفظن كي صحيح پڙهڻ فرض آهي، جيئن انهن جي معنيٰ نه ڦري
۽ حرف صحيح پڙهڻ ۾ اچن، پر جيكو شخص ان كان عاجز آهي،



تنهن تي ايتري قدر كان سواءِ ٻيو كجهه به فرض ناهي، ته طاقت
آهر صحيح پڙهڻ جي كوشش كري، ان كان سواءِ ان تي ٻيو كوبه
فرض كونهي.

3. فرض اهو آهي، ته قاعدو سڀني ركعتن كان آخر ۾ كري. ٻيا
مڙئي ركن قاعدي كان اڳ ادا كبا. تانته جيكڏهن كنهن شخص
كي پويون قاعدو پڙهي پورو كرڻ كان پوءِ يادآيو ته، كانئس سجدو
كو ادا كرڻ كان رهجي ويو آهي، ته ان صورت ۾ ان شخص تي
اهو فرض آهي، ته رهيل سجدو موٽائي، ادا كرڻ سان گڏ پويون
قاعدو به موٽائي ان سجدي كان پوءِ ادا كري، جيكڏهن ان رهيل
سجدي كان پوءِ ٻيهر قاعدو نه كيائين، ته ان جي ان صورت ۾ نماز
ڀڄي پوندي.

4. فرض اهو آهي، ته پوئين سجدي ادا كرڻ كان پوءِ ٻيهر قاعدو ادا
كري.

5. فرض اهو آهي، ته جيكڏهن پوئين قاعدي مٿان كا اهڙي شيءِ
ليي جنهن جي كري اهو قاعدو اعتبار ۾ نه رهي. توڙي اها شيءِ
ركن كان سواءِ ئي هجي، جهڙوك تلاوت جو سجدو يا صلبي
سجدو. جيكڏهن پوئين قاعدي كان پوءِ ياد پيس ته تلاوت جو
سجدو كرڻ رهجي ويو آهي ۽ ان قاعدي مهل ئي اهو سجدو ادا
كري ورتائين ته ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، ته موٽائي سجدي
كان پوءِ ٻيهر قاعدو كري. پهريون قاعدو، جنهن جي ادا كرڻ كان
پوءِ سجدو تلاوت جو ياد پيس، سو سجدي تلاوت جي كري اعتبار

نہ ٿيندو. ان سببان قاعدو موٽائڻ فرض آهي، جيڪڏهن قاعدو نہ موٽائيندو تہ شريعت موجب نماز پڇي پوندي.

6. فرض اهو آهي، تہ جنهن شخص کي شڪ پيو، تہ هن نماز ۾ ڪيتريون رڪعتون پڙهيم؟ دل ڪنهن بہ ڳالهہ تي اطمينان نہ ٿي ڪري، تہ ان صورت ۾ گهٽ ۾ گهٽ جيڪو تعداد شڪ هيٺ هجي، ان تي بنا ڪجي، تہ اهڙي نمازيءَ تي فرض اهو ٿا چون، تہ ان هر جڳهہ تي قاعدو ڪري جيڪا آخري پانئين. ان صورت ۾ ان جي حق ۾ بہ قاعدا فرض ٿيندا، توڙي چار رڪعتن واري نماز هجي يا ٻن يا ٽن رڪعتن واري نماز هجي. تنهن ڪري جيڪڏهن انهن ٻن قاعدن منجهان ڪو قاعدو ڇڏيائين تہ اهڙيءَ صورت ۾ ان جي نماز پڇي پوندي.

-6 فرض نماز جي داخلي فرضن مان آهي نمازيءَ جو پنهنجي نماز مان پنهنجي ئي ڪم سان ارادي سان نڪرڻ. هيءُ امام اعظم وٽ فرض آهي فقهہ جي متنن ۾ اهو ذڪر ڪيو اٿن جهڙوڪ، وافي جو متن، جنهن جو 'ڪافي' شرح آهي، ٻيو وقايہ جو متن، ٽيون ڪنز جو متن، چوٿون ملتقي الابحر جو متن، ڇهون متن آهي منيہ المصلي، ستون "در" جي شرح غرر ۽ اهڙن ٻين متنن ۾ بہ اهڙو بيان آهي پڻ نهايہ، برهان ۽ محيط ۽ ٻين ڪتابن پڻ اهڙو تفصيل بيان ڪيو آهي، تہ امام ابو حنيفہ ان طرح فرمايو آهي تہ نماز مان نمازيءَ جي فعل سان نڪرڻ نماز جي فرضن مان هڪ فرض آهي هتي انهن ڪتابن جي عبارت پوري ٿي. پر شارحن پنهنجي شرحن



۾ جيڪو آندو آهي، ڪرخيءَ ڪان اهڙي روايت نقل ڪئي اٿن، تہ هيءُ نمازيءَ جو پنهنجي فعل سان نماز مان نڪرڻ مؤمنن تي ماڳهين فرض ڪونهي، ان جي جواب ۾ نهايہ هن طرح لکيو آهي، تہ هيءُ ڪن مقلدن جو قول آهي، جيڪي امام اعظم جا مقلد آهن. ۽ پڻ ان طرح ڪافيءَ ۾ بيان آهي. پڻ اهو شرحن جو قول متنن جي مخالف آهي جڏهن تہ متنن جو قول وڌيڪ معتبر آهي، ان ڪري انهن فرضن مان ان کي ذڪر ڪيم، پر ان فرض ۾ چار ٻيا فرض چون ٿا.

1. فرض اهو آهي، تہ هيءُ ڪم نمازيءَ کان ارادي جي طور تي ٿئي يا اهڙي طريقي سان ٿئي جنهن کي ارادي جو حڪم آهي، پوئين قاعدي جي تشهد جي مقدار گذرڻ کان پوءِ تانتہ جي انهن شين مان ڪا شيءِ ٿي پئي، جيڪي ٻارهن مسئلن ۾ مذڪور آهن، جيڪي ٻارهن مسئلا فقهہ جا مشهور آهن، يا ان جهڙن ٻين مسئلن ۾ مذڪور آهن، نمازيءَ جي پوئين قاعدي ۾ تشهد جيترو ويهڻ کان پوءِ، تہ اهڙين شين سان نماز مان اهو نہ نڪرندو. ان طرح شرح منيہ ۾ لکيل آهي، جيڪو ابن امير الحاج جي بهترين تصنيف آهي ۽ پڻ ان طرح ٻين ڪتابن بيان ڪيو آهي. هاڻي ان فعل جو بيان ٻڌو جنهن کي قصد جو حڪم آهي. پوئين قاعدي پوري ڪرڻ کان پوءِ مرد زال سان اچي بيهي، تہ ان مرد جي نماز درست ٿي، توڙي مڙس سان گڏ زال بہ ائين ڪيو، تہ بہ نماز درست ٿيندي، پر ٻنهي جو فعل برابر هئڻ گهرجي. جي ٻنهي طرفن کان فعل موجود ٿيو آهي،

جيتوڻيڪ هيءُ برابر هئڻ مرد جي پاران ثابت ٿئي ٿو. مرد جي نماز پوري ٿي وئي ان ۾ ڪوبہ فساد ۽ خرابي ڪانہ ٿي.

2. فرض اهو آهي تہ هيءُ فعل مڙني فرضن پوري ڪرڻ کان پوءِ ٿئي. جيڪڏهن نماز جي مخالف ڪو ڪم نماز جي مڙني فرضن پوري ڪرڻ کان اڳ ثابت ٿيو تہ اهڙي صورت ۾ نماز ڀڄي پوندي. اها وري قضا ٿيندي.

3. فرض اهو آهي تہ اهو فعل نماز جي مخالف هجي. جيڪڏهن اهو فعل نماز جي مخالف نہ هجي، جيئن بنا قصد جي وضو ڀڄو يا پنيان اوچتو واءُ نڪري ويس يا موزن مان ڪو هڪڙو موزو ٿورڙي عمل سان لاٿائين؛ پر اهو پوئين قاعدي کان پوءِ عمل ڪيائين تہ انهن ڪمن سان نماز مان نہ نڪرندو. اهڙي ڪم سببان سندس نماز ڀڄي پوندي. امام اعظم جو اهو قول آهي ۽ پڻ شرح منيہ ۾ ابراهيم حلبيءَ جو پڻ.

4. فرض اهو آهي، تہ نمازي اهو نماز جي مخالف فعل ان وقت ڪري، جڏهن وضو ۽ پاڪائي باقي هجيس. ان جو تفصيل سگهو بيان ڪندس، پر ان فرض، تہ مصلي پنهنجي قصد سان ڪنهن فعل سان نماز مان نڪري، جو فائدو اهو آهي، تہ جي نمازيءَ ان نماز مٿان ٻيو فرض اڏيو يا ڀرئين نفل تي فرض کي اڏيائين، نماز جي مخالف فعل ٿيڻ کان اڳ، پر ان ٻي نماز لاءِ تحريم نہ چيائين، پر ان فعل کان اڳ اهو نفل شروع ڪيائين، تہ ان نماز ۾ ان جو شروع درست نہ چئبو. اهو امام اعظم جو ظاهر مذهب آهي. ان طرح بحر



رائق لکيو آهي، پر جي نفل مٿان نفل کي ٻي تحريم سان اڏيائين نماز مخالف فعل کان اڳ، تہ اها نماز اهڙي صورت ۾ صحيح چئبي. ان قول تي عالمن جو اتفاق آهي. ان طرح بحرالرائق ۾ آهي ۽ پڻ ان جو فائدو اهو ٿا لکن، تہ جي بنا ارادي جي پنيان هوا نڪتس پوئين قاعدي ۾ تشهد جيترو ويهڻ کان پوءِ؛ پر ان کان پوءِ وضوع نہ ڪيائين ۽ وڃي نماز مخالف ڪم ڪيائين، تہ ان جي نماز ڀڄي پوندي. نماز مان نڪرڻ وقت پاڪائي شرط آهي. ان طرح منيہ ۽ ان جي شرح، جيڪو ابن امير الحاج جي تصنيف آهي، تنهن لکيو آهي. پر بحر جيڪو ان جي مخالف لکيو آهي، سو مسئلو ڪتاب لکن ٿا، تہ صحيح ناهي. پڻ ان ڳالهہ جا ٻيا بہ ڪوڙ فائدا آهن، جن جو اختصار سببان هتي ذڪر نہ ڪيو اٿم.

7- فرض نماز جي داخلي فرضن مان آهي، انهن رڪنن جي ترتيب جيڪي دهرايل ناهن. يعني جيڪي هڪ رڪعت ۾ ورجائجن نہ ٿا. جيئن بيهڻ کي رڪوع کان اڳي رکڻ ۽ رڪوع کي سجدي کان اڳي رکڻ ۽ سجدو ان قيام کان اڳي ڪرڻ. جيڪو ٻي رڪعت جو قيام آهي ۽ هر رڪن ۽ هر رڪعت پوئين قاعدي کان اڳي رکڻ. جيڪڏهن ان جي برخلاف قيام کان اڳي رڪوع ڪيائين يا سجدو رڪوع کان اڳي ڪيائين، تہ اهو رڪوع ۽ سجدو ماڳهين معتبر نہ چئبو. جي اهو رڪوع موٽائي ساڳيءَ جڳهہ تي نہ ڪيائين يا سجدو ورائي ساڳيءَ جاءِ تي نہ ڪيائين تہ اها نماز درست نہ چئبي ڪتاب لکن ٿا. پر هيءُ حڪم انهن رڪنن جو آهي، جيڪي سڀ

ڪنهن رڪعت ۾ تڪرار نہ ٿين. فعلن جي قسم جا هجن، قولن جي قسم جا نہ هجن. جيئن نماز جا سجدا هر رڪعت ۾ ورجائجن ٿا يعني ٻہ ٻہ دفعا ڪجن ٿا، تہ انهن سجدن ۾ ترتيب فرض ناهي ۽ پڻ قول ۽ فعل وچ ۾ ترتيب. جيئن قيام جي قرائت سان يا رڪوع جي قرائت سان ترتيب آهي، سا فرض ناهي بلڪ اها ترتيب واجب جي قسمن مان آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن رڪعت مان ڪو هڪ سجدو ڇڏيائين ۽ اهو ٻي رڪعت ۾ ادا ڪيائين ان طرح ان رڪعت ۾ ٽي سجدا ڪيائين يا اهو سجدو ٽين رڪعت ۾ ڪيائين يا چوٿين رڪعت ۾ ڪيائين يا اهو پوئين قاعدي کان پوءِ قضا ڪيائين، اهڙي ڪنهن فعل کان اڳي جيڪو نماز جي خلاف آهي تہ اهو سجدو معتبر چئبو، ۽ اهو سجدو پنهنجي ماڳ سان لاحق چئبو. پر پوئين صورت ۾ عالم چون ٿا، تہ ان سجدي کان پوءِ پويون قاعدو موٽائي ڪري، تہ جيئن پويون قاعدو نماز جي آخر ۾ ٿئي. جيڪڏهن اهو قاعدو نہ موٽايائين، تہ نماز پچي پونديس. اهو سمجهڻ کان پوءِ هيءُ مسئلو جيڪو بيان ڪريان ٿو سو ڌيان ۾ رکڻ جو آهي، تہ هيءَ سجدي جي سندس جاءِ تان تاخير مڪروهہ تحريمي آهي. ان ڪري جيڪڏهن جاڻي واڻي تاخير ڪيائين، تہ نماز موٽائي پڙهڻي پوندس. جيڪڏهن نمازيءَ خالص ويسر مان ائين ڪيو تہ سجدو سهو جو بہ ان سان گڏ ڪندو. ڇاڪاڻ جو ويسر جي ڪري سجدو پنهنجي جاءِ تان ڇڏي ڏنو اٿس.

تنبيہ: هيءَ تنبيهہ مؤمن کي ڌيان ڏئي ٻڌڻ گهرجي، جنهن ۾



نماز جا فرض ذڪر ڪندس، انهن نماز جي فرضن کان سواءِ جيڪي متي ذڪر ڪيا اٿم. هن ۾ ڇتيهہ فرض بيان ڪندس.

1. فرض اهو ٿا چون، تہ نفل نماز ۾ فرق ڪرڻ گهرجي. ان ڪري جيڪڏهن ڪو مؤمن اهو فرق نہ ٿو جاڻي تہ ان جي نماز درست نہ ٿي، علماء چون ٿا.
2. فرض اهو آهي، تہ نماز جا جيڪي فرض آهن، شرط جي قسم جا يا رڪنن جي قسم جا، تن جو جاڻڻ بہ فرض آهي. تانتہ جي ڪو انهن مڙني فرضن کي جهالت جي سببان نہ ٿو جاڻي، تہ اهو اهڙي گناهہ جو ڏوهي ٿيندو، جيڪو فرض ڇڏڻ جو گناهہ لکن ٿا. ڪتاب لکن ٿا تہ اهو صحيح قول آهي. پر جي نماز ۾ انهن فرضن مان ڪو فرض ڇڏي ٿو ڏئي، تہ بنا شڪ شبهي جي ان جي نماز پچي پوي ٿي. اها نماز بنهہ پوري نہ ٿي رهي.
3. فرض اهو آهي، تہ نماز جا شرط اڳ ۾ پورا ڪري. ان کان پوءِ نماز جا مڙئي رڪن ادا ڪجن.
4. فرض اهو آهي، تہ سڀ ڪا رڪعت فرض آهي، جيڪي فرض نمازن ۾ موجود آهن. اهي سڀ ڪنهن ڏينهن ۽ رات جون مڙئي سترنهن رڪعتون آهن، جمعي جي ڏينهن کان سواءِ، جمعي جي ڏينهن پندرنهن آهن. مسافر جي حق ۾ يارنهن رڪعتون آهن. هر هڪ ڏينهن ۽ رات ۾ جيڪڏهن هر رڪعت ڌار ڌار فرض ڳڻجي، تہ وڏي اهي سترنهن زائد فرض ٿي پون. جي اهي اڳين ٽن فرضن سان جوڙ ڪجن، جيڪي هن تنبيهہ ۾ متي بيان ڪيا اٿم، تہ ڦري

اهي ويهہ فرض شمار ٿيندا. اڳوڻن عالمن پڻ اهي سترهن فرض جدا ڪري تفصيل سان لکيا آهن. مون پڻ انهيءَ ڪري اهي جدا ڪري آندا آهن.

21. فرض ڪتاب اهو ٿا لکن تہ نماز جو هر هڪ فرض پورو ڪري شروع ڪان آخر تائين نماز مڪمل ڪري.

22. فرض انهن مان اهو آهي تہ اڳئين رڪن کان پوئين رڪن ڏانهن وڃڻ، توڙي اهو رڪن دهرايل ۽ ورجايل رڪنن منجهان هجي، جيڪي هڪ رڪعت ۾ دهرائجن ٿا. توڙي اهو رڪن رڪعت ۾ ورجايلن منجهان نہ هجي. ان ڪري جي هڪڙي رڪن منجهان ٻئي رڪن ڏانهن نہ وڃي، پهرئين ئي رڪن ۾ مضبوط بيٺو رهي تانجو نماز جو مخالف عمل اچي پيدا ٿيو، جيئن سج جو اڀرڻ صبح جي نماز ۾ يا ڪو ٻيو اهڙو عمل جيڪو نماز کي ڀڃي، تہ اهڙيءَ صورت ۾ اها نماز ڀڄي پوندي. پر جي نماز ۾ ماڳهين وڏو سجدو ڪٽي ڪيائين، پر ان ۾ ٻن سجدن جي نيت ڪيائين، وچ ۾ مٿو نہ کنيائين، تہ اهو سجدو هڪڙو ئي ڄڻبو. شريعت جو اهو حڪم آهي. ان ڪري جيڪڏهن ان کي پورا ٻہ سجدا ڳڻي، ان تي پنهنجي نماز جي بنا ڪري ۽ اهو سجدو سلام کان اڳ موٽائي بہ نہ، تہ اها نماز درست نہ ڄڻبي، اها باطل آهي، پر انهن ٻن صورتن ۾ نماز درست نہ ٿيڻ ٻن ڳالهين جي سببان آهي جن جو آءٌ بيان ڪريان ٿو. هڪ سبب هڪ رڪن مان ٻئي رڪن ڏانهن وڃڻ وارو فرض ڇڏڻ، ٻيو سبب پهرئين کان پوءِ جيڪو رڪن آهي ان کي



ڇڏڻ پر انهن ٻن امرن ۾ لزوم آهي هڪڙو ٻئي سان لازم آهي.

23. فرض اهو ٿا لکن، تہ اهو ماڻهو جنهن تي نماز جو ڀڄڻ ظاهر ٿئي، تنهن کان يا سندن امام کان ڪنهن نماز جي ڀڃيندڙ جي موجود ٿيڻ جي ڪري تہ اها نماز موٽائي ٻيهر پڙهي.

24. فرض اهو آهي تہ امام جيڪڏهن مقتدين سان گڏ نماز پڙهي فارغ ٿيو، ان کان پوءِ ان تي نماز جو ڪو ڀڃيندڙ ظاهر ٿيو، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ مقتدين کي نماز ڀڄڻ جي حقيقت ٻڌائي، تہ اهي ورائي ٻيهر نماز پڙهن. اهو اطلاع جنهن تائين ممڪن ٿي سگهي ان تائين پهچائجي، جنهن تائين وڃي سگهي تنهن تائين وڃي ان کي ٻڌائي. جتي خط ذريعي اها خبر پهچائڻ ممڪن هجي اتي خط ذريعي پهچائي جنهن جڳهہ تي نياپي سان پڄائي سگهي اتي نياپي سان پهچائي، وس آهر ان باري ۾ سعيو ڪري، تہ جيئن مقتدي ورائي نماز پڙهن. توڙي نماز ڀڄڻ تي عالمن جو اتفاق آهي توڙي سندس مذهب ۾ نماز ڀڳي آهي. هيءُ قول ٻين قولن کان صحيح آهي، پر ڪن عالمن، الله مٿن رحمت ڪري، فرمايو آهي، تہ امام تي اهو پڄائڻ فرض ناهي، سواءِ هن جي، تہ نماز جو ڀڄڻ اهڙي قسم جو هجي جنهن تي مڙني مذهبن جو اتفاق آهي.

25. فرض اهو آهي، تہ جنهن شخص ڏٺو تہ ڪو ماڻهو پليت پاڻيءَ سان وضو ڪري رهيو آهي يا ڪنهن نمازيءَ تي نماز مهل ڪو پليتيءَ جو قسم ڏٺائين يا سندس ڪپڙن تي پليتيءَ جو ڪو قسم ڏٺائين،

پر اها پليتي ايتري آهي جنهن سان نماز جائز ناهي، ته انهن ٻنهي صورتن ۾ ان شخص تي فرض اهو آهي، ته نماز پڙهندڙ ۽ وضو ڪندڙ ٻنهي کي ان کان آگاهه ڪري. امداد الفتاح ۾ ان جو بيان آهي، ان باب جي آخر ۾ جنهن ۾ ان اقتدا جي صحت جا شرط ذڪر ڪيا آهن.

26. فرض اهو آهي، ته مقتديءَ تي امام جي متابعت فرض آهي. نماز جي مڙني فرضن ۾ سنيالي اها ڪرڻ گهرجي. ان ڪري عالم، جيڪي دين جا باني آهن، تن چيو آهي ته امام کان اڳ جيڪڏهن ڪنهن مقتديءَ نماز جو ڪو رڪن پورو ڪيو، امام ان جي ان رڪن ۾ ساڻس ٿورو وقت به نه گڏيو ۽ ان مقتديءَ اهو رڪن ٻيهر به نه موٽايو، ته ان جي نماز ماڳهين صحيح نه ٿيندي. رڪوع جي بحث ۾ ان جا مثال گذريا. پر جي امام مقتديءَ کي ان رڪن جي ڪجهه حصي گڏيو اچي، ته ان صورت ۾ مقتديءَ جو اهو رڪن صحيح ٿيندو، پر ان جي نماز امام جي متابعت ڇڏڻ جي ڪري مڪروهه تحريمي ٿيندي.

27. فرض اهو آهي، ته مقتديءَ جي نماز جي درستيءَ لاءِ اهو شرط آهي، ته امام جي نماز اهڙي طريقي جي هجي جو ان کان فرضن مان ڪو به اهڙو فرض نه وڃي، جيڪو مقتديءَ جي مذهب ۾ فرض آهي. تنهن ڪري جي حنفي مقتديءَ شافعي امام جي پنيان اقتدا ڪئي، ان کان پوءِ ان مقتديءَ کي معلوم ٿيو، ته امام کان وهندڙ رت نڪتو يا پريل وات الٽي امام کان نڪتي، جنهن سان مقتديءَ



جي مذهب مطابق وضو ڀڄي پيو، شافعي مذهب مطابق امام جو وضو نه ڀڳو، جنهن ڪري امام موٽائي وضو نه ڪيو ۽ اهڙيءَ صورت ۾ نماز پڙهائي ٿو، ته ان صورت ۾ هن مقتديءَ جي اقتدا صحيح نه ٿي، اهڙي امام جي پنيان نماز پڙهڻ صحيح ناهي. پڻ هيءُ سڀ ڪنهن مقتديءَ لاءِ آهي، جنهن جي صفت اهڙي هجي، جو پنهنجي مخالف مذهب جي امام پنيان نماز تو پڙهي ۽ امام کان ان کي ڪو اهڙو ڪم معلوم ٿيو، جيڪو مقتديءَ جي مذهب ۾ پڄندڙ آهي، ته اهڙين مڙني صورتن ۾ ان مقتديءَ جي نماز ماڳهين ان امام جي پنيان صحيح نه ٿيندي، پر هيءُ حڪم عالم تڏهن ٿا چون جڏهن مقتديءَ کي پنهنجي امام جي باري ۾ يقين ٿيو، ته ان موٽائي ٻيهر وضو نه ڪيو يا اهڙيءَ ڳالهه جو غالب گمان ٿيس، پر جيڪڏهن دل ۾ اهو شڪ ٿيس، ته هن امام ان پويان ورائي وضو ڪيو الائي نه، جنهن گهڙي مقتدي امام کان غائب هو، غائب هئڻ وارو وقت ايترو هو جو ان ۾ امام وضو ڪري ٿي سگهيو، ان باري ۾ هو شڪ ۾ آهي، يقين نه ٿو اچيس، ته ان صورت ۾ عالمن جو اختلاف آهي؛ پر صحيح قول عالم لکن ٿا، ته هيءُ آهي، ته ان امام پنيان نماز جائز آهي، پر مقتديءَ جي نماز مڪروهه ٿيندي. امداد الفتاح ۾ ان طرح مذڪور آهي. پر جي مقتدي امام کان ڪو اهڙو امر ٿيندي ڏٺو جيڪو امام جي مذهب مطابق ان جي نماز پڄندڙ آهي، مقتديءَ جي مذهب ۾ پڄندڙ ناهي. جيئن حنفيءَ شافعيءَ پنيان اقتدا ڪئي. اقتدا کان پوءِ ان مقتديءَ

پنهنجي امام کي ڏنو، تہ پنهنجو ڳجهو عضوو پنهنجي هٿن سان ڇهيائين يا وضوءَ کان پوءِ ڪنهن عورت کي ڇهيائين يا ڪو ٻيو اهڙو امر امام هٿان ٿيو، جنهن سان امام جي امام شافعيءَ جي مذهب مطابق نماز ڀڄي ٿي، پر اهڙيءَ صورت ۾ مقتديءَ کي يقين ٿيو تہ امام ان کان پوءِ ورائي ٻيهر وضو نہ ڪيو آهي، تہ ان صورت ۾ ان مقتديءَ جي اقتدا ۾ عالمن جو اختلاف آهي. ڪن ان جي اقتدا صحيح نہ چئي آهي؛ پر صحيح قول ڪتابن ۾ اهو ڄاڻايل آهي تہ اها اقتدا جائز ۽ صحيح آهي. مقتديءَ جي حق ۾ مقتديءَ جو مذهب معتبر آهي، ان لاءِ امام جو مذهب معتبر ناهي امداد الفتاح ۾ ان طرح مذڪور آهي.

28. فرض جيڪو آهي، سو اصل ۾ مقتديءَ جي نماز جي صحت واسطي آهي، تہ اقتدا وقت مقتديءَ کان پنهنجي امام جي، قبلي جي جهت ۾، مخالفت ظاهر نہ ٿئي. جنهن ڏانهن اهو منهن ٿو ڪري. ان جي صورت ڪتابن اها لکي آهي، تہ امام ۽ مقتديءَ تي قبلو مشتبهہ ٿي پيو، ان جڳهہ تي ڪو مقامي ماڻهو نہ آهي، جنهن کان قبلي جو طرف معلوم ڪن، تڏهن پنهنجو فڪر ڪري نماز پڙهيائون، امام پنهنجي لاءِ هڪڙي جهت چوندي ۽ مقتديءَ ٻي جهت چوندي، ٻنهي جي انهيءَ اختلاف جي باوجود مقتديءَ ان امام جي پٺيان اقتديٰ ڪئي، تہ ان صورت ۾ مقتديءَ جي اهڙي امام پٺيان نماز هرگز درست نہ ٿيندي، جنهن جي مهڙ ٻي جهت ۾ هجي. پر جيڪڏهن امام ۽ مقتديءَ جو پاڻ ۾ جهت ۾ اختلاف ناهي يا جهت ۾ اختلاف آهي؛ پر مقتديءَ تي نماز پڙهي پوري ڪرڻ تائين اختلاف ظاهر نہ ٿيو آهي، تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ مقتديءَ جي نماز نہ ڀڄندي، اها نماز درست چئبي.

29. فرض اهو آهي، تہ مقتديءَ جو امام اهڙي قسم جو نہ هجي، جنهن کي شريعت ۾ مبتدع چون، جنهن جو اعتقاد بڇڙو آهي. جيڪو سندس لاءِ ڪفر جو سبب ٿيو آهي. جيئن انهن جو امام هن عقيدي جو هجي، تہ رب کي جسم آهي، جيئن مخلوق کي جسم آهي، يا جيئن اهو امام قيامت جو منڪر هجي، قيامت جي ڏينهن ٿيڻ ۽ ان ۾ خلق جي مرڻ کان پوءِ حساب ٿيڻ لاءِ اٿڻ کي نہ مڃي يا قيامت جي ڏينهن جسمن جي اٿڻ کي نہ مڃي، چوي تہ موليٰ روحن کي اٿاريندو يا الله جي علم جو انڪار ڪري، چوي تہ اهو مڙني جزئين جو عالم ناهي، اهو صرف ڪلين جو عالم آهي يا اهو عالم جي حدوث جو انڪار ڪري، چوي تہ عالم سڄو ئي قديم آهي. اهو پيدا نہ ٿيو آهي يا اهو حضرت رسول صلي الله عليہ وسلم جي مڪي کان بيت المقدس تائين سير جو منڪر آهي. ان سير کي معراج جي رات ٿيڻ کي نہ مڃي. يا شفاعت، جيڪا وڏي ۾ وڏو وسيلو آهي، تنهن جو انڪار ٿو ڪري يا اهو رب سان ملاقات جو انڪار ٿو ڪري، تہ بهشت وارا قيامت جي ڏينهن پنهنجي رب کي ڏسي نہ سگهندا يا اهو قبر جي عذاب جو انڪار ٿو ڪري يا ماڳهين ڪرامن ڪاتبين کي نہ ٿو مڃي. جن کي الله "ڪراماً ڪاتبين"

---

ڇتائين = ڇهيائين

چيو آهي، يا اهو امام سخت رافضي هجي، جيڪو امير عليءَ کي الله مڃي، يا تنهن کي نعوذ بالله نبي ٿو چئي يا اهو خلافت جو بنهه منڪر آهي، جيڪا رب جي حضرت صديق لاءِ ڏات (عطا) آهي يا انهن مان ڪن ٻن جي خلافت کي نہ مڃي. يا حضرت عثمان يا حضرت عليءَ کي نہ مڃي، يا ان جي حضرت رسول ﷺ سان صحبت کي نہ مڃي، يا انهن مان ڪنهن هڪ جي صحبت کي نہ مڃي، يا فاطمة الزهراء جي عيب جوئي ڪري يا عائشہ صديقہ جي عيب جوئي ڪري، جيڪا حبيب جو اطيب ۽ ازڪيٰ حرم هئي يا ٻيا ان جهڙا خيال رکي، جن جي ڪري شريعت موجب ڪفر جو موجب ٿئي يا قطعي امورن جو انڪار ڪري، جن جو انڪار ڪفر آهي، تہ انهن مڙني صورتن ۾ ڪتاب لکن ٿا، تہ ان مقتديءَ جي نماز درست نہ ٿي جنهن اهڙي امام جي پنيان نماز پڙهي.

30. فرض اهو آهي، تہ مقتديءَ جو امام عذر وارن مان نہ هجي. جيئن اهو اهڙو شخص هجي جنهن کان پيشاب نہ جهلجي يا جنهن کان هميشہ منيءَ جا قطرا ڪرندا رهن ٿا يا اهڙا ڪي ٻيا عذر ان جهڙا هجن. تنهن ڪري جيڪڏهن مقتديءَ جو امام عذر وارو آهي ۽ مقتدي عذر کان خالي آهي، تہ ان مقتديءَ جي اهڙي امام پنيان اقتدا صحيح ناهي؛ پر جيڪڏهن اهو مقتدي بہ عذر وارو آهي؛ پر امام ۽ مقتديءَ جو عذر هڪ ئي قسم جو آهي، تہ اهڙي مقتديءَ جي ان امام پنيان نماز درست ٿيندي ڪو بہ نقصان ڪو نہ ٿيندو؛ پر جيڪڏهن انهن ٻنهي جا عذر مختلف آهن، جيئن امام کي نڪ



مان نڪري اچي ٿي، جڏهن تہ مقتديءَ جو پيشاب نہ ٿو جهلجي، تہ ان مقتديءَ جي ان امام پنيان اقتدا صحيح ناهي.

31. فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن امام ۽ مقتديءَ ٻنهي جو عذر هڪڙي ئي قسم جو هجي، تہ ان جو حڪم اڳئين ڪلام ۾ بيان ڪيو اٿم.

32. فرض اهو آهي، تہ امام اهڙو نہ هجي جنهن نماز جي شرطن مان ڪو شرط هٽان وڃايو آهي، جيڪي پلارا شرط الله فرمايا آهن، جيئن: وضو، غسل، اوگهڙ ڍڪڻ ۽ اهڙا ٻيا شرط جن جو مٿي بيان ٿيو. اهڙيءَ طرح جيڪڏهن امام جي مقتديءَ کان انهن شرطن مان ڪو شرط ويو، تہ ان مقتديءَ جي نماز ماڳهين درست ناهي. اهڙيءَ طرح اهڙي مقتديءَ جي نماز هرگز درست نہ ٿيندي، جيڪو پاڻ ڪپڙي ۾ ڍڪيل هجي، پر سندس امام اگهاڙو هجي ۽ پڻ اهڙي مقتديءَ جي نماز درست نہ ٿيندي، جنهن پنهنجي نماز اهڙي امام پنيان نيتي، جنهن تي ايتري پليتي هجي، جيڪا نماز پڙهڻ کان ماڳهين مانع هجي. اهڙا ٻيا بہ مسئلا گهٽائي آهن، جن کي علماءَ انهيءَ فرض تي اڏين ٿا. جن جو ڪتاب اهڙو حڪم لکن ٿا.

33. فرض اهو آهي، تہ مقتديءَ مٿان اهو فرض آهي، تہ پنهنجي امام کان اڳيان نہ ٿئي، جيڪي ٻئي (امام ۽ مقتدي) هڪ جهت کي سامهون آهن، اهڙيءَ صورت ۾ هيءُ حڪم آهي، تہ مقتديءَ جي ان امام پنيان نماز پڄي پوندي؛ پر جي ان جي جهت پاڻ ۾

مخالف آهي، امام جي جهت هڪڙي ۽ مقتديءَ جي ٻي آهي. جيئن ڪعبي ڪي حلقو ٺاهي نماز نيتي، پر امام ڪعبي کان پري آهي ۽ مقتدي ڪعبي کي ويجهو آهي، ته اهڙيءَ صورت ۾ علماءَ چون ٿا، ته ان مقتديءَ جي نماز امام پنيان صحيح آهي، جيڪو ڪعبي کان پري ۽ سندس مقتدي ڪعبي کي ويجهو آهي، هيءُ مسئلو ان طرح بحرالرائق لکيو آهي ۽ پڻ ٻين ڪتابن ۾ اهو مذڪور آهي. پنهنجي امام کان مقتديءَ جو اڳتي ٿيڻ جو شريعت موجب ايترو مقدار معتبر آهي جنهن ۾ مقتديءَ جو اڪثر پير امام کان اڳتي ٿئي. صحيح روايت جيڪا ڪتاب لکن ٿا سا اها آهي. ان طرح بحر ۽ جامع الرموز لکيو آهي، پر جيڪڏهن اڪثر پير کان ٿورو مقدار نماز پڙهندي امام کان اڳتي ٿيو يا اڌ پير کان ٿورو وڌيو ته ان صورت ۾ مقتديءَ جي اها نماز نه پڄندي. صحيح قول هيءُ آهي، جنهن تي فتويٰ آهي، بحرالرائق ۾ مصنف اهو مسئلو لکيو آهي. پر هيءُ مڙئي حڪم تڏهن ٿا عالم چون جڏهن امام ۽ مقتديءَ جا پير برابر ۽ هڪ جيترا آهن. جيڪڏهن انهن جا پير هڪ جيترا ناهن، ته ان صورت ۾ انهن جو حڪم اهو ٿا چون، ته مقتديءَ جي اڳرائي اها آهي، ته بکي يا ڳريو مقتديءَ جو امام کان اڳتي هجي. ان طرح جامع الرموز ۾ مذڪور آهي. ان جو بيان ڪري ان کي اصح چيو اٿائين.

34. فرض اهو آهي، ته مقتديءَ ۽ امام جي نماز ساڳي هجي. ان ڪري جيڪڏهن امام وچين پنهنجي وقت ۾ پڙهي، ان پنيان مقتدي اها



نماز اچي نيتي، جيڪا ٻنپهرن يعني اڳينءَ جي ڪانئس رهجي وئي آهي يا مقتدي ڪان خميس جي ڏينهن جي ٻنپهرن جي جيڪا نماز قضا ٿي، سا امام جي پنيان اچي نيتي ۽ امام جمعي ڏينهن جي ٻنپهرن جي نماز قضا ڪري رهيو آهي يا امام وچين نماز ادا ٿو ڪري، خميس جي ڏينهن جي ڪامل وقت ۾، پر ان امام جي پنيان مقتديءَ نماز اها نيتي، جا ڪانئس ان خميس جي ڏينهن رهجي وئي، جيڪو هن کان اڳ گذريو ته انهن ٽنهي صورت ۾ اهو ٿا لکن، ته مقتديءَ جي نماز ماڳهين صحيح نه ٿيندي، اهڙيءَ طرح اهڙيون جيڪي ٻيون صورتون ٿين، تن جو به اهو ئي حڪم آهي؛ پر ٻه صورتون هڪڙيون اهڙيون آهن، جيڪي ان کان مستثنيٰ آهن. پهرين صورت اها آهي، ته نفل پڙهندڙ اهڙي امام پنيان نماز پڙهي جنهن فرض پڙهڻ شروع ڪيو آهي، ته اهڙي مقتدي جي اقتدا صحيح آهي. انهيءَ قول تي مڙني جو اجماع آهي. ٻي صورت اها آهي، ته امام غروب کان اڳ نماز شروع ڪئي، پر وچ نماز ۾ سج لهي ويس. سج لهڻ پنيان ڪو مقتدي آيو جيڪو مقيم هو ۽ انهيءَ پنيان وچين نماز قضا جي نيت ڪري جوٽيائين ته ان صورت ۾ پڻ مقتديءَ جي اقتدا صحيح آهي. ان ۾ ٻنهي جي نماز هڪ ٿي، يعني ان ڏينهن جي وچين/ ٽپهري چئبي. جيڪا مقتديءَ جي بنا ڪنهن شڪ جي قضا ۽ امام جي ادا چئبي. ان طرح برجندي لکيو آهي ۽ پڻ درمختار ۾ ان جو تذڪرو آهي ۽ خزانه المفتين ۾ پڻ اهو بيان آهي. ان مسئلي جو

ڪتابن جيڪو دليل آندو آهي، تنهن مان جيڪو پروڙجي ٿو، تنهن جو ذڪر ڪندس، ته مقيم مقتديءَ جي اقتدا نماز صبح کان سواءِ پنجن ئي نمازن ۾ درست آهي. جيڪڏهن اهو مقتدي وقت وڃڻ کان پوءِ اهڙي امام جي پويان نماز ٿو نيتي، جيڪو پڻ اها ئي نماز پنهنجي وقتن ۾ ادا جي طور تي پڙهي ٿو؛ پر انهن نمازن جي وچ ۾ اهو وقت نڪري وڃيس ٿو ۽ ان وقت سندس پنيان مقتدي اچي اقتدا ٿو ڪري. پر هيءُ حڪم ان صورت ۾ آهي جڏهن مقتدي مقيم هجي. جيڪڏهن اهو مقتدي مسافرن مان آهي، ته ان جي انهيءَ امام پنيان اقتدا صحيح ناهي. جيئن وقت پويان مسافر جو فرض نه ڦري، ان ۾ ڪنهن به جهت کان هرگز ڦير نه ٿئي. پر جي مسافر جي نماز مغرب واري آهي، ته ان جي نماز اهڙي اقتدا ۾ نه پڄندي، جڏهن وقت وڃڻ کان پوءِ مقتدي ٿيو.

35. فرض مقتديءَ جي حق ۾ اهو آهي، ته مقتديءَ ۽ امام جو ماڳ ۽ هنڌ هڪ ئي هجي. ان هڪ هئڻ جو تفصيل اچي ٿو. ان ڪري جيڪڏهن انهن جو ماڳ ۽ هنڌ هڪڙو نه هوندو، جيئن امام هڪ ٻيڙيءَ ۾ نماز پڙهي ۽ مقتديءَ ٻيءَ ٻيڙيءَ ۾ ۽ ٻئي ٻيڙيون پاڻ ۾ جدا جدا جنبن ٿيون يا امام هڪڙي جانور تي سوار آهي ۽ مقتدي ٻئي جانور تي سوار آهي، ان حالت ۾ ان پنيان نماز نيتي ٿو يا امام جانور تي سوار آهي، مقتدي ان پنيان پيادو نماز نيتي ٿو يا امام ڪنهن هنڌ پيادو هو ۽ سوار مقتدي اچي سندس پنيان



نماز نيتي، ته انهن مڙني صورتن ۾ مقتديءَ جي نماز صحيح نه ٿيندي. پر جي امام ۽ مقتدي ٻئي سوار آهن، هڪڙي ئي جانور تي چڙهيل آهن، ته ان صورت ۾ پوئين جي اڳئين جي پنيان نماز صحيح آهي يا ٻئي ٻيڙيون اهڙي طريقي سان هجن جو انهن ڪي پاڻ ۾ رسين سان ٻڌو ويو آهي يا ڪنهن ٻيءَ شيءِ سان اهي پاڻ ۾ ٻڌيون ويون آهن، ته ان صورت ۾ ٻيءَ ٻيڙيءَ ۾ اقتدا صحيح ۽ درست آهي.

36. فرض اهو آهي ته امام ۽ مقتديءَ جي وچ ۾ فاصلو نه هجي. فاصلو اهڙو جيڪو گهڻو وڏو هجي. جيئن وچ ۾ ڪو اهڙو وهڪرو هجي، جنهن مان هوند ٻيڙي هلي وڃي. يا جيئن وچ ۾ واٽ هجي، جيڪا ڪشادي هجي ۽ منجهانئس گاڏي گذري سگهي يا اهي ٻي سحرا ۾ نماز پڙهن، پر انهن وچ ۾ وٿي ايتري هجي جنهن ۾ ٻن صفن جيترو فاصلو هجي، ته ايتري مقدار جيترو فاصلو جي انهن جي وچ ۾ اچي ويو، ته ان صورت ۾ اقتدا هرگز صحيح نه ٿيندي.

37. فرض آهي، ته مقتدي اهڙيءَ جاءِ تي بيهي، جتان امام جو رڪوع سجدي ڏانهن اچڻ وڃڻ ڄاڻي سگهي، پوءِ ڏسي ڄاڻي سگهي ته به ٺيڪ، جي مڪبر جي تڪبير سان ڄاڻي سگهي يا ڪنهن ٻئي طريقي سان اهو ڄاڻي سگهي ٿو، ته به صحيح آهي؛ پر جيڪڏهن مقتدي امام جو حال نه ٿو ڄاڻي سگهي، ان جو رڪوع سجدي ڏانهن وڃڻ جي خبرئي نه ٿي پئيس، ته ان جي اهڙي امام پنيان اقتدا صحيح ناهي.

38. فرض مقتديءَ جي حق ۾ اهو آهي، تہ نماز جي رڪنن ۽ ان جي شرطن ۾ امام جو حال مقتديءَ کان هيناهون هرگز نہ هئڻ گهرجي. ان ڪري ڪنهن مؤمن مرد جي ڪنهن مؤمن عورت پنيان اقتديٰ صحيح نہ ٿيندي ۽ ٻار جي پڻ اقتدا ڪرڻ ماڳهين درست نہ ٿيندي ۽ چرئي جي پنيان عقل واري جي اقتدا بہ صحيح نہ ٿيندي ۽ فرض پڙهڻ واري جي نفل پڙهڻ واري جي پنيان يا جيڪو شخص صحيح لفظن ۾ قرآن پڙهي سگهي ٿو، سو اهڙي شخص پنيان نماز پڙهي، جيڪو لفظن ۽ حرفن کي صحيح پڙهڻ نہ ٿو ڄاڻي يا اهڙي قسم جا ٻيا جيڪي مثال ٿين، تن ۾ پڻ اقتدا ماڳهين صحيح نہ ٿيندي، مطلب تہ نقصان واري امام جي پنيان مقتديءَ جي اقتدا صحيح نہ ٿيندي. پر نفل گذاريندڙ جي اهڙي شخص جي پنيان اقتدا صحيح ٿيندي، جيڪو پنهنجو فرض ادا ٿو ڪري. پر تراويحن ۾ لکن ٿا، تہ اهو منع آهي. اهو هن طرح تہ هڪ شخص تراويح اهڙي امام پنيان اچي نيتي، جيڪو ڪو فرض گذاري رهيو آهي، تہ ان مقتديءَ جون تراويحون درست نہ ٿيون. صحيح قول اهو آهي جيڪو ڪتاب لکن ٿا. انهيءَ قول تي عالمن جي فتويٰ آهي ۽ مقتديءَ جي نماز جي ٻي صورت، جنهن ۾ مقتدي تراويحن جي نماز اهڙي امام جي پنيان نيتي، جيڪو وتر ٿو پڙهي يا تراويحن جي نماز اهڙي امام پنيان ٿو نيتي، جيڪو تراويحن بجاءِ ڪي ٻيا نفل ٿو پڙهي، تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ تراويح نماز ان مقتديءَ جي ٻنهہ صحيح نہ ٿيندي. هيءُ



قول صحيح آهي، جنهن تي فتويٰ آهي. انهيءَ طرح فتاوي قاضخان ذڪر ڪيو آهي. خلاصي ۽ محيط سرخيءَ پڻ ذڪر ڪيو آهي.

39. فرض علماءَ اهو ٿا لکن، تہ مقتديءَ جي حق ۾ اهو فرض آهي، تہ جڏهن اهو مقتدي مسافر هجي، تہ ان جو امام اهڙو نہ هجي جيڪو مقيم هجي ۽ اهڙي نماز پڙهندو هجي جيڪا ڪانئس رهجي وئي آهي، چئن رڪعتن واري آهي ۽ وقت وڃڻ کان پوءِ قضا ٿو ڪري، تہ اهڙي صفت واري امام جي پنيان مسافر مقتديءَ جي نماز بنا ڪنهن شڪ شبهي جي ڪانہ ٿيندي. ان ڪري، تہ جيئن مسافر جو فرض وقت پنيان نہ ڦري. جيئن وقت پورو اچي ٿيو آهي جيڪو ان جو سبب آهي، تہ ان صورت ۾ مقتديءَ جي اقتدا اهڙي قسم جي آهي، جهڙي اقتدا اهڙي ماڻهوءَ جي آهي، جيڪو فرض ٿو پڙهي، نفل واري جي پنيان. قاعدي ۽ قرائت جي حق ۾ اهو حڪم ٿا چون. ان طرح ڪتاب بحرالراق لکيو آهي جيڪڏهن مسافر مقتديءَ مقيم پنيان اچي اقتدا ڪئي، پر نماز جو وقت اڃا موجود آهي، تہ ان مقتديءَ جي نماز صحيح ٿيندي. ڇٽبو تہ مقتديءَ جو فرض ان سبب جي ڪري ٿيو تہ نماز جي وقت ۾ مقيم جي پنيان نماز ٿيتيائين ۽ ان ڪري ان مقتديءَ تي چار رڪعتون فرض ٿينديون. يا سانجهيءَ جي نماز ۾ يا صبح جي نماز ۾ اهڙي صورت اچي واقع ٿي. انهن جي وقت ۾ توڙي ان کان پوءِ تہ اتي پڻ مقتديءَ جي نماز صحيح ڇٽبي،

ءِ ان جي اقتدا پڻ ان پنيان صحيح ٿيندي.

40. فرض پڻ صرف مقتديءَ لاءِ آهي ته صفن وچ ۾ ڪابه جدائي نه ڪري. امام ۽ مقتديءَ جي وچ ۾ ۽ مردن جي ٻن صفن جي وچ ۾ جدائي نه ڪري. جيڪڏهن مردن جي صفن وچ ۾ عورتن جي صف اچي وئي يا عورتن جي پڻ صفن وچ ۾ مردن جي صف اچي وئي ته انهن ٻنهي صورتن ۾ حڪم اهو آهي ته انهن مردن جي نماز ٻنهه درست نه ٿيندي، جيڪي ماڳهين عورتن جي سامهون انهن صفن ۾ بينا آهن، جيڪي عورتن پنيان آهن. اهي صفون گهڻيون هجن توڙي ٿوريون. انهيءَ قول تي عالمن جي فتويٰ آهي. معنيٰ عورتن جي صف جي اها تا لڪن ته ٽي عورتون گڏجي نماز ۾ بينيون هجن. ان طرح امداد الفتاح لکيو آهي، جيڪو عالم شرنبلالي تفصيل ڪيو آهي ۽ ڪن عالمن، الله رحمت ڪرين فرمايو آهي، ته جيڪڏهن ٽي عورتون وچ ۾ اچي پيون، ته انهن مردن جي نماز ڦٽي پوندي، جيڪي انهن عورتن جي پنيان اچي انهن صفن ۾ بينا، جيڪي عورتن جي پنيان آهن. يا انهن جي وچ ۾ ٻن عورتن جو فاصلو آهي ته ان صورت ۾ انهن ٻن مڙسن جي نماز ڦٽي پوندي جيڪي ٽن ڪي سامهون ٿي ٻي صف ۾ بينا، جيڪا صف انهن ٻن عورتن جي پنيان آهي. ان ڪان جيڪي پويون صفون آهن تن ۾ ڪوبه پولو ڪونهي. انهن ۾ بينلن جي نماز ٻنهه نه ڦٽندي، پر جيڪڏهن هڪڙي عورت وچ تي بيني ته ان صورت ۾ هڪڙي مرد جي نماز ڦٽي پوندي



جيڪو ان عورت جي سامهون پوئين صف ۾ بينل هوندو. هيءُ حڪم، جيڪو گذريو، سو ان جڳهه تي آهي جتي عورتون مٿينءَ وصف مطابق مقتدين ۽ انهن جي امام جي وچ ۾ ۽ نماز پڙهڻ لاءِ بينيون آهن يا مردن جي صف ۾ داخل هيون، تڏهن به انهن جو حڪم اهوئي آهي، جيڪو بيان ڪيم، ساڳئي تفصيل سان جيڪو هن ڪان اڳ گذريو. پر هن صورت ۾ ويتر هيءُ حڪم تا لڪن، ته ان مرد جي نماز به ڦٽي پوندي، جيڪو انهن عورتن جي ساڄي پاسي بينو ۽ ان جي به ڦٽي پوندي جيڪو ڪاٻي پاسي ان ٽي عورتن واريءَ صف ۾ بينو. پوءِ اهي ٽي عورتون هجن، ٽن ڪان مٿي هجن، ٻه هجن يا هڪڙي هجي. انهن مڙني صورتن ۾ اهو حڪم وڏيو ۽ اڳئين حڪم سان متصل ٿيو.

41. فرض مقتديءَ جي حق ۾ اهو آهي ته امام جي پنيان اقتدا جي نيت هجيس ۽ مقتديءَ جي تحريم سان لڳو لڳ هجي. نيت ۽ تحريم جي وچ ۾ ڪو ڏاريون فاصلو نه هجي. ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن مقتديءَ ڪنهن مهل اقتدا جي نيت ڪئي. ان امام پنيان جيڪو بينو آهي، ان ڪان پوءِ سندس آڏو ڪا ٻي ڳالهه اچي وئي، ڪو بيو نماز جو مخالف اچي ظاهر ٿيس، ان ڪان پوءِ اچي تڪبير تحريمه ٿو چئي، ته ان مقتديءَ جي نماز ماڳهين درست نه ٿيندي، نه ئي اها اقتدا سندس صحيح ٿيندي. جيڪڏهن ڪنهن مقتدي تڪبير تحريمه پنيان امام جي پويان اقتدا جي نيت ڪئي، ته اهڙي صورت ۾ پڻ اقتدا صحيح نه چئبي.

42. فرض مقتديءَ لاءِ اهو آهي، ته ان جو امام ٻئي امام جي پنيان نه هجي. جيڪڏهن مقتديءَ جي امام امامت دوران ٻئي امام جي پنيان نماز نيتي، ته ان مقتديءَ جي نماز ماڳهين درست نه ٿيندي.

43. فرض مقتديءَ جي حق ۾ اهو آهي، ته مقتديءَ جو امام مصلي سبوق نه هجي. پڻ تنهن جو امام ڪو لاحق مرد نه هجي. اهو لاحق ۽ مسبوق توڙي اها نماز پڙهن، جيڪا ڪائنن امام پنيان پڙهندي وئي آهي. بحرالرائق ۾ ان طرح مذڪور آهي. پر ان اهو مجتبيٰ ڪان نقل ڪيو آهي، جيڪو قدوريءَ جو مشهور شرح آهي مسبوق امامت جو بنهه لائق ناهي، پر هڪڙي صورت ڪان مستثنيٰ آهي جنهن صورت ۾ ان شخص جو وضو ڀڳو، جيڪو نماز ۾ امام هو. نماز پڙهائي رهيو هو. ان ڇاٽي واٽي وضو نه ڀڳو تڏهن ان پنيان بناء لاءِ مسبوق کي خليفو رکي هليو ويو، ته اهڙي صورت ۾ مسبوق جي امامت علماءَ سونهارا درست ٿا چون. ان طرح ڪتاب اشباهه لکيو آهي لاحق جي امامت پڻ چون ٿا ته درست ناهي، پر لاحق جي امامت جي پڻ ساڳي اها هڪڙي صورت درست چون ٿا. ان طرح نهر نائق لکيو آهي.

44. فرض ڪتاب اهو ٿا لکن، ته جيڪا نماز عورت ۽ مرد گڏ پڙهن ٿا. تنهن لاءِ اهو فرض آهي، ته عورت مرد سان برابر نه هجي. ان بابت ڪتاب تمام گهڻا شرط لکن ٿا. اختصار سببان انهن جو تفصيل ڇڏي ڏنو اٿم. تنهن ڪري جيڪڏهن ڪا عورت ڪنهن مرد سان برابر ٿي، ٻيا مڙئي شرط ان ۾ موجود هجن، ته ان



صورت ۾ مرد جي نماز ڀڄي پوندي.

45. فرض اهو آهي، ته نمازي نماز جا مڙئي رڪن جاڳ ۾ ادا ڪري، ڪوبه رڪن مڪمل ننڊ ۾ ادا نه ڪري، جيڪڏهن ڪنهن نمازيءَ ڪو ڪامل رڪن بنهه ننڊ ۾ ادا ڪيو، ته اهو رڪن صحيح ۽ معتبر نه ٿيندو ۽ جي معتبر پائني اها نماز پڙهي، ته اها نماز ئي هرگز صحيح نه ٿيندي، پر جيڪڏهن رڪن ۾ جاڳندي شروع ٿيو ۽ ان کي ننڊ ۾ پورو ڪيائين، يا شروع ننڊ ۾ ڪيائين ۽ پورو جاڳندي ڪيائين ته انهن ٻنهي صورتن ۾ هيءُ حڪم آهي، ته اهو رڪن معتبر چئبو.

46. فرض اهو آهي، ته نمازيءَ کي، ان فرض جي وچ ۾، جيڪو ادا ڪري رهيو آهي، ڪا نماز ياد اچي وئي، جيڪا ڪائنس رهجي وئي آهي. پر ان تان فرضن جي ترتيب جيڪا گهٽين نمازن قضا ڪرڻ جي سببان لهي ويندي آهي، يا وقت جي تنگيءَ سببان لهي ويندي آهي، سا انهن ٻنهي سببن مان ڪنهن به سبب ڪري نه لٿي آهي. پڻ رهجي ويل نماز، ادا ڪيل پنجن نمازن کان اڳ قضا به نه ڪئي اٿس ۽ انهن پنجن نمازن ۾ رهجي ويل نماز ڪيس ياد به نه رهي ۽ انهن پنجن نمازن جو وقت به وڏو هو، جنهن وقت ۾ رهجي ويل نماز ماڀي پئي سگهي، ته ان صورت ۾ فرض نماز جي اندر رهجي ويل نماز ياد ايندي ئي سندس نماز ڀڄي پوندي.

47. فرض اهو آهي، ته نمازي نماز جي پڇنڊڙن کان پاسو ڪري. نماز جا مڙئي پڇنڊڙ فقهه جي ڪتابن ۾ وڏي تفصيل سان مذڪور

آهن. ڳاٽائي جي لحاظ کان اهي سؤ کي پهچن ٿا.

48. فرض اهو آهي ته قضا ٿيل فرض ساري قضا ڪري. جهڙوڪ نماز وئي، رمضان جو روزو يا زڪوات ادا ڪرڻ رهجي وئي يا حج ويو يا ڪي ٻيا فرض ويا ته انهن فرضن جي قضا پڻ فرض لکن ٿا.

49. فرض اهو آهي ته انهن نمازن وچ ۾ ترتيب جي رعايت ڪري جيڪي ڪانئس رهجي ويون ۽ انهن نمازن جي وچ ۾ ادا ڪري ٿو.

50. فرض عالم اهو ٿا چون، ته انهن نمازن لاءِ ترتيب جي رعايت ڪري، جيڪي ڪانئس سندن وقت ۾ ويون آهن. انهن ٻن فرضن وچ ۾ شرط اهو ٿا لکن، هنن ٽن شين مان ڪا شيءِ نه ليي جن جو هن پنيان بيان ڪريان ٿو. پر جيڪڏهن هنن ٽن شين مان ڪا شيءِ ليي ٿي، ته اها ترتيب بنهه فرض نه چئبي. انهن ٽن شين جو بيان هيءُ آهي. هڪ ته ويل نماز ايترو وقت وسري جو وقتي نماز پڙهي پوري ڪري ان مان فارغ ٿي وڃي. ٻيو ته نماز جو وقت ايترو تنگ ۽ سوڙهو اچي ٿيو آهي، جو وقتي نماز کان سواءِ ڪابہ نماز ان ۾ نه ماپي سگهي. ٽيو هيءُ ته ويل نماز جا ڇهه وقت هجن. يعني ڇهه نمازون نڪري ويون هجن. يا ڇهن کان مٿي. اُهي عذر سان ڇڏيل هجن يا بنا عذر جي.

51. فرض اهو آهي، ته وتر نماز ۽ پنجن فرض نمازن وچ ۾ ترتيب فرض آهي. اهي ادا هجن توڙي قضا. ٻنهي صورتن ۾ ترتيب فرض آهي. ان ڪري جيڪڏهن وتر عشاء کان اڳي پڙهي ٿو ادا



ڪري يا قضا هر حال ۾ وتر صحيح نه ٿيندو. پر جي ٽن شين مان ڪا شيءِ لڌي، جن جو ترتيب لاهڻ وارين ٽن شين ۾ ذڪر ڪري چڪو آهيان، ته پوءِ اهو وتر صحيح ٿيندو.

52. فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ڇهن کان ٿورا فرض ويا آهن، پر مٿانئس اها ترتيب هن سبب ڪري لٿي هجي جو ڪانئس اها نماز دل تان لهي وئي هجي، جنهن ڪري ڪا وقتي نماز پڙهي ٿو، ته ان صورت ۾ فرض هيءُ آهي، ته ڪيس ويل نماز ان نماز جي وچ ۾ فارغ ٿيڻ تائين ياد نه اچي جيڪا ادا ڪري ٿو. جيڪڏهن فارغ ٿيڻ کان اڳي ياد آيس، ته اهڙيءَ صورت ۾ وقتي نماز پڇجي پوندي. پر ان جو پڇڻ موقوف چئبو. پڇڻ جي موقوف هئڻ جي معنيٰ اها ٿا لکن، ته جيئن ئي اها نماز قضا ڪيائين، جيڪا ڪانئس وئي آهي، پنجن نمازن کان اڳي جيڪي پنهنجي وقتن ۾ پڙهيو اٿائين، جيڪي ويل نماز پنيان ان جي يادگيريءَ هوندي وقت جي

مئامي = ماپي

ڪشادگيءَ باوجود پڙهيون اٿائين، ته مڙئي وقتي نمازون ڦري نفل ٿي وينديون. انهن وقتن ۾ جيڪي پڙهيون اٿائين سي هرگز فرض نه ٿينديون. پنجن ئي وقتي نمازن کان پڙهي فارغ ٿيو، ان کان پوءِ اها نماز قضا ڪيائين، جيڪا ڪانئس رهجي وئي آهي، ته ان کان پوءِ اهي فرض بحال چئبا، جيڪي پنهنجي وقتن ۾ ادا ڪيائين.

53. فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ٿورڙيون نمازون ان کان ويون،

يعني پنجن نمازن کان اهي متي نہ ٿيون آهن. پر ان تان ترتيب هن سببان لٿي آهي، جو وقتي نمازن جو وقت ايترو تنگ آهي، جو ان وقت ۾ وقتي نماز ۽ رهجي ويل نماز ماپي نہ ٿيون سگهن، ان ڪري ويل نماز کان اڳي وقتي ٿو پڙهي، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ وقتي نماز ادا ڪرڻ کان پوءِ ايترو وقت باقي نہ بچي جنهن ۾ ويل نماز جلديءَ ۾ پڙهجي سگهجي. ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن کان سومهڻي نماز وئي ۽ فجر پنهنجي وقت ۾ پڙهيائين، صبح جو وقت تمام سوڙهو پائي سومهڻي ڇڏي ڏنائين، پر جڏهن صبح جي نماز پڙهي فارغ ٿيو، تہ ايترو وقت اجا باقي بچيل هو، جنهن ۾ سومهڻي ماپي پئي سگهي، تہ ان صورت ۾ صبح جي نماز صحيح نہ ٿيندي. ان تي فرض آهي تہ اها ورائي پڙهي. جيڪڏهن فجر جي نماز ورائي پڙهيائين، پر اجا بہ پائي ٿو، تہ فجر جو ٿورو وقت اجا آهي، جنهن ۾ سومهڻي هوند پڙهي ها تہ ماپي ٿي سگهي، تہ اها بي فجر جي نماز بہ صحيح نہ ٿينديس، تنهن ڪري اها ٿيون پيرو ورائي پڙهي. فجر ايستائين ورائي ورائي پڙهندو رهندو، جيستائين وقت ايترو بچي جنهن ۾ سومهڻي نہ ماپي سگهي، جيڪا رهجي وئي آهي. ان طرح ڪتاب اشباهہ لکيو آهي، جنهن تبين کان نقل ڪيو آهي، جيڪو ڪنز جو شرح آهي، امام زيلعي جي تصنيف آهي، پر ننڍي شرح منيہ ۾ اهو ذڪر آهي، تہ جيڪو فجر جو وقت تنگ ٿو پائي ۽ ان جي ڪري ان گهڙي فجر ٿو پڙهي، پر اجا وقت ايترو باقي



هو، جنهن ۾ هوند سومهڻي نماز قضا ڪري پئي سگهيو، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، تہ باقي وقت ۾ ڪا هڪڙي نماز پڙهي. گهري تہ سومهڻي پڙهي جا ڪانئس قضا ٿي آهي. گهري تہ فجر ورائي پڙهي، پر جيڪڏهن فجر پڙهڻ لاءِ چونديائين، تہ ان جو تفصيل اهو ساڳيو آهي جيڪو گهٽيءَ ڇٽائيءَ سان بيان ڪيو اٿم. پر جي باقي وقت ۾ سومهڻي پڙهيائين، قضا جي طريقي تي ان ڪي شروع ڪيائين، پر اجا پڙهڻ مان فارغ ئي نہ ٿيو هو، وچ ۾ ئي سج اڀري پيس، تہ نماز پهرين جيڪا صبح جي ادا ڪيائين سا پڇڻ کان بچي وئي، پر جي سومهڻيءَ جي فارغ ٿيندي ئي سج اڀري پيو تہ ان جو حڪم اهو آهي، تہ فجر جي اها نماز پڄي پئي، جيڪا پڙهي هئائين، هاڻي اها ورائي قضا جي وقت قضا ڪري. شرح منيہ جي عبارت پوري ٿي.

54. فرض ڪتاب اهو ٿا لکن تہ جنهن شخص جي وفات ويجهي ٿي. پائنين ٿو تہ مرڻ ويجهو اچي ٿيو آهي. ڪانئس ڪي نمازون هليون ويون هجن يا رمضان جا ڪي روزا هليا ويا هجن، گهڻو مالدار ۽ دولتمند ماڻهو آهي يا ان جو مال ايترو آهي جو هوند سندس فديي جي پورائي ڪري سگهي تہ ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا لکن، تہ اهو شخص وصيت ڪري تہ منهنجي مال منجهان، پورو فديو ادا ڪجو، تہ جيئن مون تي ڪو فرض رهجي نہ وڃي. يا سندس مال ان لاءِ پورو نہ ٿو ٿئي، جيڪڏهن فديو ادا ڪن ٿا، تہ ان صورت ۾ ان جي حق ۾ فرض هيءُ ٿا لکن، تہ مال موجب فديي

جي وصيت ڪري. پر انهن ٻن صورتن ۾ اهو ان شخص جي وارثن تي فرض آهي، ته سندس مرڻ پٺيان سندس مال منجهان اها وصيت جاري ڪن.

55. فرض ان شخص جي مٿان آهي، جنهن جي دل ۾ اهو شڪ اچي ٿيو، ته مجاڻ ڪيترين رڪعتون مون نماز ۾ ادا ڪيون آهن. شڪ جا ٻئي طرف سندس آڏو برابر ٿيا آهن، ته اهڙي ماڻهوءَ جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته اها نماز ٿوري قدر تي اڏي. جيڪڏهن نماز ان طرف تي اڏيائين، جيڪو شڪ جي ٻنهي طرفن مان گهٽائي وارو آهي، ته ڪتابن لکيو آهي، ته اها نماز درست نه ٿيندي. هن ڪان اڳ قاعدي اخير جي فصل ۾ اهڙو بيان واضح ۽ گهڻي تفصيل سان لکيو اٿم، ته ان شخص تي هيءُ فرض آهي. ٻيو جنهن کي اهو شڪ آهي ته ڪيترين رڪعتون پاڻ تان لاٿيون اٿم، پر شڪ جا ٻئي طرف برابر آهن. ان صورت ۾ جيڪو گهٽ پاسو آهي ان تي بنا ڪيائين ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون ته هر هڪ ماڳ ۾ جيڪو پنهنجو نماز جو، گمان جي سببان آخري ماڳ سمجهي، قاعدو آخري ڪري جيڪڏهن ان ماڳ ۾ نه وينو جيڪو آخري ماڳ ٿو ڀانئين، ته اها نماز ان صورت ۾ درست نه چئبي. پر ان ماڳ ۾ ويهڻ، جنهن جي هيءَ صفت آهي، جنهن کي نماز جي پڇاڙي نه ٿو ڀانئي، پر اهو گمان اٿس، ته هت ويهڻ واجب آهي، ته اهڙي مڪان ۾ ويهڻ فرض نه چئبو. اتي ويهڻ ڀلارا ڪتاب واجب ٿا چون.



56. فرض اهو آهي، ته جنهن شخص کي شڪ پيو فرض نماز ۾، جيئن ٻيهري ٽيهري يا ٻيا فرض آهن، ته پڙهيم الائي ماڳهين پڙهيا ئي ڪونه اٿم، ته ان جي حق ۾ اهو فرض ٿا چون، ته ان ئي گهڙيءَ اها نماز موٽائي پڙهي، جيڪڏهن نماز جو وقت اڃا باقي آهي، يا وقت نماز جو ختم تي چڪو آهي، وقت ڪان پوءِ شڪ پيس، ته نماز ادا نه ڪئي اٿم، ته ان صورت ۾ ان شڪ کي ڪو اعتبار ڪونهي، ان صورت ۾ موٽائڻ فرض نه چئبو. ان طرح محيط، برهان، سراج وهاج ۽ بحر رائق لکيو آهي ۽ پڻ اهو مسئلو درمختار لکيو آهي. پر هاڻي هن روايت مان چٽا چڱا ڀلا ٻه فائدا معلوم ٿيا. پهريون فائدو انهن مان اهو آهي، ته جيڪڏهن ڪنهن کي فرض نماز ۾ شڪ پيو، ته نماز پڙهيم الائي نه پڙهيم، پر شڪ نماز جي وقت ۾ پيس، اها نماز ورائي وقت ۾ نه پڙهيائين، نيٺ ان جو وقت گذري ويو، ته ان تي اهو فرض چئبو، ته وقت گذرڻ ڪان پوءِ ان جي، الله جو خوف رکي، قضا ڪري. جي وقت گذرڻ ڪان پوءِ ان کي قضا نه ڪندو، ته ان کي فرض ڇڏڻ جو گناهه ٿيندو. ٻيو فائدو هيءُ ته، جنهن شخص کي شڪ پيو جمعي نماز منجهه، ته جيڪا ادا ڪيم سا الائي درست ٿي الائي نه: پر اهو شڪ اهڙيءَ زماني ۾ پيس جو ظهر جو وقت اڃا باقي هو، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته چار رڪعتون آخر الظهر جون پڙهي، انهن ۾ فرض آخر الظهر جي نيت ڪري، اهي وقت ظهر ۾ ئي چارئي ادا ڪري. جيڪڏهن ان صورت ۾ ڪنهن شخص

اهي چار رڪعتون ظهر جي وقت ۾ نه پڙهيون، ته ان تي اهو فرض چئبو ته اهي وقت گذرڻ کان پوءِ قضا ڪري؛ پر جيڪڏهن ان ۾ وقت گذرڻ کان پوءِ شڪ پيو، ته قضا ڪرڻ جو ڪوبه لاچار ناهي. ان طرح ڪتاب امداد الفتاح لکيو آهي، جيڪو نورالايضاح جو پڌرو شرح آهي. ان صورت ۾ چئبو ته هن تفصيل منجهان، جيڪو بيان ڪيم، چار فرض ظاهر ٿيا، جي اهو شڪ ماڳهين وقت ۾ ظاهر ٿيو اجا نماز مشڪوڪ جو وقت باقي آهي.

1. انهن مان فرض اهو ٿا چون، ته اها نماز شڪ جي سببان ورائي پڙهي. نماز جي وقت ۾ اها نماز موٽائي.
2. فرض اهو آهي، ته جي وقت ۾ ورائي اها نماز نه پڙهيائين، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته ان کي وقت گذرڻ کان پوءِ قضا ڪري. هيءُ حڪم ان نماز لاءِ چون ٿا، جيڪا جمعي نماز کانسواءِ ڪابي هجي.
3. فرض انهن مان آهي، ته جمعي جي وقت ۾ آخر ظهر ادا ڪرڻ فرض آهي. يعني جمعو پڙهي ان کان پوءِ آخر ظهر پڙهي.
4. فرض انهن مان اهو آهي، ته جمعي جي نماز جو وقت نڪري وڃي، ته وقت کانپوءِ اڳين يعني ظهر جي نماز قضا ڪري، جمعي جي نماز جو اهوئي حڪم آهي.

هي چار فرض جيڪڏهن انهن فرضن سان جوڙبا، جيڪي مٿي پنجاهه فرض بيان ڪيم ته هيءُ مڙئي اٺهٺ فرض ٿيندا.

60. فرض اهو آهي، ته جنهن شخص کي ٽن رڪعتن واريءَ نماز ۾



شڪ پيو، ته ٽي رڪعتون پڙهيم الائي چار، ۽ شڪ جي حالت ۾ به چار پانئين، پڙهي پوري ڪٽي ڪيائين، ان کان پوءِ ڪيس اهڙن ٻن شخصن شاهدي ڏني، جيڪي ٻئي عادل ۽ صفا صادق هئا، ته تو ٽي رڪعتون پڙهيون آهن، چوٿين رڪعت توکان نڪري وئي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته موٽائي اها نماز ورائي ادا ڪري.

61. فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن اختلاف ٿي پيو، امام ۽ جماعت ۾ هن ڳالهه تي تڪرار ٿي پيو، ته چئن رڪعتن واري نماز مان، جماعت مان هڪڙو چئي ٿو، ته منهنجي امام ٽي رڪعتون پڙهيون ۽ ٻيءَ جماعت سچي يقين سان هئين چيو، ته چار رڪعتون پڙهيائين، پر امام ۽ ٻيا ڪجهه جماعتي اهڙا آهن جن کي شڪ آهي، ته ٽي پڙهيائين يا چار رڪعتون پوريون پڙهيائين ۽ انهن آڏو شڪ جا ٻئي پاسا برابر ٿيا آهن، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته جنهن کي ٽن رڪعتن جو دل ۾ يقين آهي، سي نماز ٻيهر ورائي پڙهن. ٻين تي نماز جو موٽائڻ فرض ڪونهي.

62. فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن امام ۽ جماعتي پاڻ ۾ مختلف ٿيا. امام کي يقين آهي ته ٽي رڪعتون ادا ڪيون اٿم؛ پر جماعتي يقين جي طور تي چون ٿا؛ ته چار رڪعتون پڙهيون سين، ته ان صورت ۾ امام جو قول معتبر آهي. امام جي قول کي ڇڏي جماعت جي ڳالهه تي اعتماد نه ڪبو، ته ان صورت ۾ فرض اهو آهي ته امام ۽ سندس سمورا جماعتي نماز موٽائي پڙهندا.

63. فرض اهو ٿا چون، ته جيڪڏهن امام چئي ٿو، ته چار رڪعتون ادا ڪيم ۽ مقتدي چون ٿا، ته ٽن ڪان مٿي نه ڪيائين، ٻنهي کي انهن ٻنهي مختلف قولن بابت پورو يقين آهي، ته اهڙيءَ صورت ۾ فرض اهو آهي، ته مقتدي نماز موٽائي پڙهن. امام تي موٽائڻ فرض ناهي.

64. فرض اهو ٿا چون، ته جيڪڏهن امام کي مٿينءَ صورت ۾ اهو يقين نه هجي، ته چار رڪعتون پڙهيون اٿم، جڏهن ته مقتدين کي اهو يقين هو، ته امام ٽي رڪعتون پڙهيون وڌيڪ نه پڙهيائين، ته ان صورت ۾ فرض اهو ٿا چون، ته امام ۽ مڙئي مقتدي ورائي نماز پڙهن.

65. فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ڪنهن شخص کي اهو يقين ٿيو، ته مون ڪان نماز جو ڪو رڪن ويو هليو آهي، پر اهو رڪن متعين نه ڪري سگهيو، ته مون ڪان کهڙو رڪن نڪري ويو، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته پهريائين اهو هڪڙو سجدو ادا ڪري ان ڪان پوءِ اهو قاعدي ۾ ويهي قاعدي پوري ڪرڻ ڪان پوءِ رڪعت پڙهي، قيام ڪان پوءِ ان ۾ رڪوع ڪري، رڪوع ڪان پوءِ ٻه سجدا ڪري، ان ڪان پوءِ ٻيو قاعدو ڪري ۽ سهو جا سجدا پڻ ڏئي ۽ نماز پوري ڪري.

66. فرض اهو آهي، ته نماز ۾ جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي ڏسي، ته درياهه ۾ ٻڏي رهيو آهي يا باهه ۾ سڙي رهيو آهي، ته ان جي حق ۾ فرض آهي، ته اهڙين ڳالهين لاءِ پنهنجي نماز ڀڃي.

## فصل ڏهون

### مسافر جي نماز سان تعلق رکندڙ فرض

شمار ۾ اهي نوَ فرض آهن.

1. فرض انهن مان هو تا چون، ته مسافر جي قصر نماز لاءِ اهو فرض آهي، ته ان جو سفر ٽن ڏينهن جي پنڌ جيترو هجي، سال جي ننڍي ۾ ننڍن ڏينهن جي پنڌ جيترو، پر انهن ڏيهن ۾ هلڻ اهڙو معتبر آهي، جيڪو هلڻ عرف ۾ وچٿرو چئي سگهجي.
2. فرض انهن مان اهو آهي، ته مسافر جي قصر لاءِ هيءُ فرض آهي، ته ان پنڌ جو قصد ڪري جنهن جو بيان ڪيم. چاڪاڻ ته جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ پوري دنيا جو پنڌ ڇو نه ڪري ورتو هجي، پر جيڪڏهن ايتري مسافت جو سفر جو ارادو نه ڪيو هيس، ته ان صورت ۾ ان جي حق ۾ قصر درست نه چئبو.
3. فرض مسافر لاءِ اهڙو تا چون، ته پورا پندرهن ڏينهن اقامت جي نيت نه ڪري، اهڙيءَ هنڌ تي جيڪو رهڻ جو هنڌ آهي جهڙوڪ: شهر يا ڳوٺ وغيره جتي رهڻ جو ماڳ هجي. چاڪاڻ ته جيڪڏهن ڪنهن ڳوٺ يا شهر ۾ پندرهن ڏينهن جي رهڻ جي نيت ڪيائين، ته اهڙي ماڻهوءَ لاءِ انهيءَ نيت ڪان پوءِ قصر درست نه چئبو.
4. فرض مسافر جي قصر لاءِ اهو آهي، ته ان ماڳ کان ٻاهر نڪري جنهن ۾ اقامت جي طور تي رهيل آهي. چاڪاڻ ته جيڪڏهن اقامت واريءَ جڳهه تي سفر جي نيت ڪيائين، پر ان مان اجا نڪتو ناهي، ته اهڙي شخص لاءِ اهو درست نه ٿيندو ته جيستائين



نڪري نه ٿو تيستائين ڪو قصر پڙهي.

5. فرض مسافر جي قصر لاءِ اهو آهي، ته ٽن ڏينهن جو سفر پورو نه ڪرڻ کان اڳ اهو ارادو ۽ قصد ملتوي نه ڪري. چاڪاڻ ته جيڪڏهن مسافر ٽن ڏينهن جو سفر ڪرڻ کان اڳئي سفر جو ارادو ملتوي ڪيو، ته ان جو ارادو ملتوي ڪرڻ کان پوءِ قصر پڙهڻ درست نه چئبو. توڙي ارادو ملتوي ڪرڻ کان پوءِ اها نيت ڪري، ته ڪنهن ڳوٺ يا ڪنهن شهر ۾ رهان، جيڪي مسافر لاءِ اقامت جا هنڌ آهن يا پٽن ۽ بيابانن ۾ اقامت جي نيت ڪري يا اهڙن ٻين ماڳن تي رهڻ جي نيت ڪري، جيڪي مسافر لاءِ اقامت جا ماڳ ناهن يا اقامت جي توڙي ماڳهين نيت ئي نه ڪري.
6. فرض مسافر جي قصر لاءِ هيءُ آهي، ته سفر جي جنهن شخص نيت ڪئي آهي، سو پنهنجي سفر ۾ مستقل هجي، ڪنهن جي تابع نه هجي. (تابع مان مراد آهي) جيڪو ٻئي جي پنيان سفر ۾ لڳي هليو آهي. جيئن سپاهي سفر ۾ امير جو تابع هوندو آهي. يا زال مڙس سان به تابع چون ٿا. ٻانهو پنهنجي مولىٰ جو تابع چئبو، شاگرد پنهنجي استاد جو تابع چئبو، تنهن ڪري تابع جي نيت معتبر نه چئبي. شريعت ۾ متبوع جي نيت معتبر آهي. ان مسئلي جو هن طرح بيان آهي، ته جيڪڏهن متبوع اقامت جي نيت ڪئي؛ پر تابع دل ۾ سفر جي نيت ڪئي، ته تابع کي هرگز قصر جائز نه چئبو. ان جي متبرع جي ان جي حق ۾ نيت معتبر آهي. پر هيءُ حڪم تڏهن آهي ڪتاب لکن ٿا، ته جڏهن تابع کي

متبوع جي نيت معلوم ٿئي. چاڪاڻ ته جي متبوع اقامت جي نيت ڪئي، سفر جي نيت ڪرڻ کان پوءِ ائين ڪيائين: پر ان نيت جي تابع کي ڪا خبر ڪانه هئي، جنهن ڪري تابع نماز ۾ قصر ٿي ڪيو، ته ان صورت ۾ ان تابع جي نماز ايستائين درست ٿئبي جيستائين متبوع جي نيت معلوم ٿئيس. اصح قول ڪتابن لکيو آهي ته اهو آهي. ان طرح امداد الفتاح ۽ درمختار لکيو آهي.

7. فرض مسافر لاءِ اهو آهي، ته چئن رڪعتن واري نماز ۾ ٻن رڪعتن کان پوءِ قاعدي جو طور ويهڻ فرض آهي. چاڪاڻ ته جيڪڏهن ڪنهن مسافر اهڙي نماز پڙهي، جنهن ۾ مقيم تي چار رڪعتون فرض ٿيون، مسافر به اهڙيءَ نماز ۾ چار رڪعتون ٿو پڙهي، تڏهن جيڪڏهن اهو مسافر ٻن رڪعتن پويان وينو، قاعدي مان اٿي وري ٻه رڪعتون ٻيون به پڙهيائين، ته ان صورت ۾ ان جي نماز درست ٿي، پر اها نماز مڪروهه تحريمي ٿئبي. سلام جي تاخير جي ڪري ۽ فرض نماز سان نفل گڏجڻ جي سببان ان جي نماز مڪروهه ٿيندي پر جيڪڏهن اهو مسافر ٻن رڪعتن ۾ ماڳهين نه وينو ان طرح پنهنجي نماز آٽي پوري ڪٽي ڪيائين ته هن سبب ڪري ان جي اها نماز پڇي پوندي، چاڪاڻ ته اهو قاعدو ڇڏي ڏنائين جيڪو فرض آهي.

8. فرض جو بيان اهو آهي، ته مقيم، جنهن مسافر جي پنيان نماز نيتي، نماز چئن رڪعتن واري آهي، ته ان صورت ۾ اهو ٽا چون، ته مقيم تي پهريون ۽ ٻيون قاعدو ٻئي فرض آهن. ان ڪري



جيڪڏهن انهن مان ڪو هڪ به ڇڏيائين، ڪنهن سبب جي ڪري، ته ان جي اها نماز پڇي پوندي. درمختار ۾ ان طرح مذڪور آهي.

9. فرض اهو آهي ته مسافر، جنهن مقيم جي پنيان نيت ڪري نماز جوڙي، چئن رڪعتن واري نماز ۾ اقتدا ڪيائين، ته ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، ته چارئي رڪعتون پڙهي، انهن ۾ ڪابه ڪمي نه ڪري. ان جي حق ۾ چون ٿا ته ڪمي ڪرڻ ۽ قصر ڪرڻ روا ناهي. جيڪڏهن ان مسافر مقتدي مقيم جي پنيان ٻن رڪعتن کان پوءِ نماز ختم ڪرڻ لاءِ سلام ورايو، ته مسافر جي اها نماز پڇي پوندي. ڪتاب لکن ٿا. پر جڏهن مسافر جي ان جهت کان نماز پڳي يا ڪنهن ٻئي سبب کان ان جي نماز پڳي، تڏهن پوريون به رڪعتون ان کي قضا ڪرڻيون پونديون. ان کان مٿي ان تي لازم ڪونهي.

## فصل يارهون

## نماز جمعي جي فرضن جو بيان

علماءُ چون ٿا تہ، ان ۾ پنجويهہ فرض آهن. هر ڪو مسلمان اها ڳالهہ ياد رکي تہ جمعي جي نماز فرض عين آهي. ظهر نماز کان فرضيت ۾ وڌيڪ مستحڪم آهي. پر اها ان شخص تي فرض آهي، جنهن ۾ جمعي جي فرضيت جا شرط جمع ٿين. جمعي نماز جي فرضيت جا ڪجهہ شرط آهن. ليڪي شماري ۾ اهي مڙئي ٻارنهن فرض ٿين ٿا، پر انهن مان ٽي فرض اهڙا ٿا چون جيڪي مڙني نمازن جا پڻ شرط آهن. انهن مان نماز جمعي سان خاص صرف نوَ فرض آهن. تن جو سگهو بيان ايندو. جمعي نماز سان تعلق وارا مڙئي فرض ٻن قسمن جا آهن.

**جمعي جي فرضن جو پهريون قسم:**

پهريون قسم اهي فرض چئبا جن جي ڪري جمعي جي نماز فرض ٿئي، تن جو نالو رکن ٿا. وجوب جا فرض. وري پهرئين قسم جي فرضن جا پڻ ٽہ قسم آهن.

پهريون قسم: انهن مان اهو آهي، تہ جمعي نماز جا ٽي شرط آهن، جيڪي ٻين نماز جا پڻ شرط آهن.

پهريون شرط: اهو آهي، تہ نماز پڙهڻ وارو مسلمان هجي.

ٻيو شرط: انهن مان اهو آهي تہ اهو عاقل هجي.

ٽيو شرط: اهو ٿا چون تہ اهو بالغ هجي.

ٻيو قسم: ٻيو قسم شرطن ۾ انهن شرطن جو آهي، جيڪي



مڙئي جمعي نماز جا خاصا آهن. انهن جو هن پنيان بيان ايندو.

ٻيو قسم جمعي جي شرطن جو آهي ”درستيا شرط“، جن کان سواءِ جمعي جي نماز درست نہ ٿيندي. پهريائين تون انهن شرطن جو بيان ٻڌ، جي سڀئي جمعي نماز جا خاص شرط آهن. ليڪي ۾ اهي نو آهن.

1. فرض تن منجهان آهي، تہ اهو نمازي مقيم هجي. جنهن ڪي سفر جي ڪابہ نيت بنهہ ڪانهي.
2. فرض تن منجهان اهو آهي، تہ اهو نمازي مرد هجي.
3. فرض انهن مان اهو آهي، تہ بدن صحتمند هجي، نماز کان مانع مرض ان ۾ بنهہ موجود نہ هجي.
4. فرض انهن مان آهي نماز جي جاءِ.
5. فرض تن مان آهي اکين جي سڄائي.
6. فرض تن مان آهي پيرن جي سڄائي. تنهن ڪري جمعي جي نماز مسافر، عورت ۽ بيمار تي فرض نہ چئبي، جيڪو جمعي نماز ڏانهن وڃڻ تي قدرت نہ ٿو رکي. پڻ اها ٻانهي تي بنهہ فرض نہ چئبي، اهو ٻانهو توڙي جو مڪاتب ئي چو نہ هجي. ۽ پڻ اها انڌي تي فرض نہ چئبي توڙي وٽس قائدا (ٻانهن کان جهلي وني وڃڻ وارو) موجود چو نہ هجي. جيڪو ڪيس نماز لاءِ وني وڃي. پڻ اها ان شخص تي فرض نہ چئبي، جنهن جي هيٺئين ڏڙ ۾ سگهہ نہ هجي يا ان جو هيٺيون ڏڙ ظاهر ۽ نروار نہ هجي. توڙي وٽس ڪو اهڙو بہ چو نہ هجي جيڪو ڪيس جمع نماز ڏانهن ڪٽي هلي.

7. فرض ڪتاب لکن ٿا، تہ اهو شخص جمعي جي نماز مهل، ڪنهن بادشاھ ۽ ڪنهن ظالم ۽ سندس دهشت جي سببان لڪل نہ هجي. ان ڪري اهڙي شخص تي اهڙيءَ صورت ۾ جمعي جي نماز فرض نہ ٿيندي.

8. فرض اهو آهي، تہ اهو شخص ڪنهن ظالم وٽ باندي نہ هجي، نہ ئي ڪنهن قرضيءَ وٽ جمعي جي وقت بندي يعني گروي هجي.

9. فرض انهن مان اهو ٿا چون، تہ ان وقت گهٽ ۾ گهٽ ميينهن وسندڙ نہ هجي. بحرالرائق ۾ هيءُ شرط مذڪور آهن. پڻ ٻين ڪتابن ۾ بہ اهي بيان ٿيا آهن؛ پر درستي جمعي نماز جا پلارا تيرهن شرط آهن. انهن جو آءٌ تفصيل سان بيان ڪريان ٿو.

-1 شرط تن مان جيڪو آهي، سو هيءُ آهي، تہ جمعي جي نماز ڪنهن شهر ۾ پڙهن. يا ان جي 'فناء' ۾ پڙهن. شهر جي 'فناء' جي معنىٰ اها ٿا لکن تہ جيڪو هنڌ شهر سان لڳو لڳ آهي، جنهن ۾ ماڻهو شهر جا ڪم ڪار ڪن ٿا. جهڙوڪ: گهوڙا ڊوڙائڻ، لشڪر جو ميڙ بيهارڻ، تيرن جو هڻڻ، ميت جو دفن ڪرڻ ۽ نماز جنازي وغيره جي پڙهڻ يا اهڙي قسم جا ڪي ٻيا ڪم ڪيا وڃن ٿا، جن جي شهر جي ماڻهن کي ضرورت ٿيندي هجي.

-2 شرط تن مان آهي، بادشاھ يا ان جو ڪو نائب جمعي جي نماز پڙهائي يا جنهن کي انهن ٻنهي مان ڪنهن هڪ موڪل ڏني آهي.

-3 شرط اهو آهي تہ اڳينءَ يعني ظهر جو وقت هجي، جنهن ۾ جمعي



جي نماز ادا ڪري.

-4 شرط علماءَ لکن ٿا خطبو آهي.

-5 شرط ڪتاب لکن ٿا، تہ اهو خطبو ظهر جي وقت ۾ پڙهجي.

-6 شرط اهو آهي، تہ جمعي جي نماز ظهر جي وقت ۾ پڙهجي. جيڪڏهن خطبو ظهر جي وقت کان اڳي پڙهيائين؛ پر جمعي جي نماز ظهر جي وقت ۾ پڙهيائين يا نماز ظهر جي وقت کان اڳ پڙهيائين؛ پر خطبو ظهر جي وقت ۾ خطيب پڙهيو، تہ ان صورتن ۾ جمعي جي نماز صحيح نہ ٿي. جيڪڏهن اڳينءَ جي وقت "خطبو پڙهي ويا جمعي جي نماز ظهر جي وقت کان پوءِ پڙهيائون يا نماز ظهر جي وقت ۾ ئي پڙهيائون، پر خطبو وقت کان پوءِ پڙهيائون، تہ بہ جمعي جي نماز ماڳهين نہ ٿيندي.

-7 فرض اهڙو ٿا لکن، تہ اهو خطبو نماز کان اڳي پڙهن. جيڪڏهن خطبو جمعي نماز کان پوءِ پڙهيائون. ظهر جي ٻئي وقت ۾ ادا ڪيائون، تہ جمعي جي نماز ٻنهي صحيح نہ ٿيندي.

-8 فرض اهو آهي، تہ جمعي جي نماز جي امام جي اها صفت هجي، تہ اهو سڄي خطبي ۾ حاضر هجي يا ان جي ڪجهہ حصي ۾ حاضر هجي. جيڪڏهن امام جمعي نماز جي هر هڪ امر ۾ ايتري فرصت ڪئي جنهن جي ڪري خطيب جي خطبي ۾ يا ان جي ڪجهہ حصي ۾ نہ پهتو، خطبي جي پڄاڻيءَ کان پوءِ اچي پهتو، تہ اهڙيءَ صورت ۾ امام جي نماز درست نہ ٿيندي، نہ ئي جماعت جي نماز ان طرح صحيح ٿيندي.

9- شرط ڪتاب لکن ٿا، ته خطبي ۽ نماز ۾ پورا ٽي ماڻهو حاضر ٿين. اها جماعت جمعي جي نماز ۾ امام کان سواءِ هجڻ گهرجي. پر اهي جماعتي اهڙيءَ صفت وارا هجن جو انهن جي هوندي نماز منعقد ٿئي. انهن جي وجود سان نماز جو جوڙ ٿئي. توڙي اهي ٽي شخص ٻانها ئي ڇو نه هجن يا بيمار يا مسافر ڇو نه هجن. جيڪڏهن خطبي مهل اچي ٽي عورتون يا ٽي ڇوڪرا حاضر ٿيا. جن سان جمعي جي نماز هرگز نه جڙي سگهي، ته جمعي جي نماز ماڳهين درست نه چئبي. پر امداد الفتاح هن طرح لکيو آهي، ته خطبي وقت هيءُ فرض آهي، ته انهن شخصن مان ڪو هڪڙو خطبي وقت حاضر ٿئي، جن سان جمعي نماز منعقد ٿي سگهي ٿي. هڪڙي شخص کان سواءِ گهڻن ماڻهن جو خطبي جي وقت حاضر ٿيڻ شرط بنهه ناهي. هيءُ قول صحيح آهي، جنهن تي فتويٰ آهي. امداد الفتاح جي هتي عبارت پوري ٿي.

10- فرض لکن ٿا ته خطيب، خطبي مان خطبي جو ارادو رکي. جيڪڏهن جماعتين منجهان ڪنهن جماعتيءَ نڇ ڏني، انهيءَ پنيان الله جي واسطي خاص حمد ڪيائين، پر اهو خطبي جي قصد سان ماڳهين نه ڪيائين، ڇڪ پنيان حمد ڪرڻ سندس مقصد هو، ته اهو حمد خطبي لاءِ بنهه نه چئبو. ان ڪري جيڪڏهن اها جمعي جي نماز ان خطبي سان پڙهي پوري ڪن، ته ان صورت ۾ اها نماز درست نه چئبي.

11- فرض اهو ٿا علماءَ لکن، ته امام سان امام کان سواءِ جيڪي ئي



شخص موجود هجن، سي عاقل ۽ بالغ انسان هجن.

12- فرض اهو آهي ته امام سان ٽي جماعتي پهرئين سجدي تائين باقي رهن، جيڪي پهرين رڪعت ۾ اچي داخل ٿيا، تانته جيڪڏهن اهي پهرئين سجدي کان اڳئي ڀڄي ويا يا ڪو هڪڙو سجدي کان اڳ ڀڄي ويو يا ان کان اڳي ئي پنهنجي نماز ڀڳائون يا ڪنهن عارض سبب انهن جي نماز ڀڳي يا انهن مان ڪنهن هڪڙي شخص جي ڀڳي يا اها پاڻهي ڄاڻي واڻي ڀڳائين: پر سندن اهي نمازون سجدي کان اڳي ڀڳيون، ته ان طرح جمعي نماز درست نه ٿيندي: پر انهن ٽن مردن جو اول نماز کان حاضر ٿيڻ ماڳهين فرض نه چئبو، تانته جي اهي ٽئي شخص قيام رڪوع يا قومي جي وقت اچي حاضر ٿيا، ته به ان طرح جمعي جي نماز صحيح ٿيندي، اهو مسئلو امداد الفتاح لکيو آهي.

13- فرض عالم اهو ٿا لکن، ته جمعي جي نماز لاءِ شهر جي ماڻهن لاءِ عام موڪل جو هئڻ آهي. اها عام موڪل توڙي بادشاهه ڏني توڙي ان جي نائب اذن عام ڪيو هجي. ان ڪري جيڪڏهن بادشاهه يا ان جي نائب نماز وقت قلعي جا سيئي در بند ڪرائي ڇڏيا، جمعي جي نماز صرف پنهنجي لشڪر سان پڙهيائين ۽ پنهنجي خاص ماڻهن کي ان ۾ شامل ڪيائين، ته اها جمعي جي نماز ماڳهين درست نه چئبي. ڪتابن ۾ ان طرح بيان آهي.

## فصل ٻارهون

### جنازي نماز سان تعلق رکندڙ فرض

سڀ کو مؤمن اهو ڄاڻي ڇڏي ته جنازي جي نماز فرض ڪفايه آهي. تنهن ڪري اها هن فصل جي پڇاڙيءَ تي ايندڙ ٻئي باب ۾ بيان ڪندس. جنهن ۾ سڀ فرض ڪفايه بيان ٿيندا. البته جنازي سان تعلق رکندڙ فرض جيڪي آهن. سي ليکي شماري ۾ مڙئي ٻاهٺ آهن. جن ۾ ڪي فرض ڪفايت جا ته ڪي فرض عين آهن. انهن جو بيان ڌيان ڏيئي دل ۾ سانڍجانءِ.

1- پهريون فرض تن مان آهي، مؤمن ميت جي سڄي جسم جي مٿان پاڻي وهائڻ.

2- فرض آهي ڪنن جي ٻاهرئين توڙي ظاهر اندرئين حصي کي پاڻي رسائڻ، جيستائين ممڪن ٿي سگهي.

3- فرض آهي ڏن جو اندريون حصو، جنهن کي احتياط ۽ ڏيان کان سواءِ پاڻي نه رسي سگهي، ان کي پاڻي رسائڻ.

4- فرض آهي، ڏاڙهيءَ جي وارن کي پاڻي پهچائڻ، وچان وار، هجن يا پاڙن وارا. پڻ ڏاڙهيءَ جي لڙندڙ وارن کي پاڻي پهچائڻ، ڏاڙهي ڇدڙي هجي يا گهاٽڙي.

5- فرض عورت ميت ۾ آهي ته سندس مٿي جي وارن کي پاڻي پهچائجي. پر جيڪڏهن ان جا وار ڳتيل ۽ مضبوط هجن، ته انهن جي صرف پاڙن کي پاڻي پهچائڻ فرض آهي، پر جيڪڏهن سندس مٿي جا وار ڇڙيل هجن، ته مڙني وارن کي پاڻي پهچائڻ فرض



آهي، وچن، پاڙن توڙي لڙيل وارن کي.

6- فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ميت مرد هجي، ته ان جي وارن کي وچ، پاڙن توڙي لڙڪيلن کي پاڻي پهچائڻ فرض آهي؛ پوءِ اهي ڇڙيل هجن يا ڳتيل.

7- فرض آهي، مڇن جي وارن کي پاڻي پهچائڻ پروئن توڙي ڪَلمَن کان جيڪي ڏاڙهيءَ جا وار آهن، تن کي پاڙن، وچ توڙي چوٽين کي پاڻي پهچائڻ فرض آهي "عنفقي" يعني ڪَلمَن جي معنيٰ وضوءَ جي فرضن ۾ هن کان اڳ بيان ڪئي اٿم.

8- فرض خاص زالن لاءِ آهي، ته پاڻي فرج خارج کي پهچائڻ فرض آهي؛ پر زالن لاءِ فرج داخل ۾ غسل وقت پاڻي پهچائڻ بنهه فرض ناهي.

9- فرض آهي، پاڻي ان سوراخ ۾ رسائڻ، جيڪو ڪن، نڪ ۽ اهڙين ٻين جڳهين تي آهي. اهو ان صورت ۾ جڏهن سوراخ جا ٻئي طرف لڳل نه هجن. جي ڪنهن سبب ڪري لڳل هوندا، ته ان ۾ پاڻيءَ جو رسائڻ فرض ناهي. شريعت ۾ ڪابه ڏکيائي هرگز ناهي ۽ اهڙو تڪلف ڪرڻ پڻ فرض ناهي، جو ان سوراخ ۾ ڪاني داخل ڪري يا ڪا ٻي ڪانيءَ جهڙي شيءِ داخل ڪري.

10- فرض آهي، اهو هنڌ ڌوئڻ، جيڪو ڏاڙهي ۽ ڪن جي وچ تي آهي، توڙي ان هنڌ وار هجن توڙي نه هجن.

11- فرض انهيءَ جاءِ جو ڌوئڻ آهي، جيڪا پروئن کان هيٺان آهي، جيڪا جاءِ ميت جي اکين مٿان آهن.

12- فرض آهي، ان هنڌ جو ڌوئڻ، جنهن کي ”وتر“ چوندا آهن، جيڪو نڪ جي نرم حصي کان مٿي آهي.

13- فرض آهي، ڇپن جو اهو هنڌ ڌوئڻ، جيڪو ڇپن پورڻ کان پوءِ ظاهر ٿئي ٿو.

14- فرض آهي، اها منڊي لاهڻ جيڪا سوڙهي هجي يا ان جو چورڻ غسل وقت فرض آهي؛ ته جيئن پاڻي ان جي هيٺان تائين پهچي وڃي.

15- فرض آهي، سوڙهي چوڙيءَ جو لاهڻ، ته جيئن ان جاءِ کي به پاڻي پهچي وڃي.

16- فرض آهي، آڱرين کي خلال ڪرڻ، پيرن جون آڱريون هجن يا هٿن جون، جڏهن انهن وچ ۾ پاڻي نه پهتو هجي، پر جي ميت جون آڱريون ماڳهين ڳنڍيلون آهن ته انهن جي وچ ۾ پاڻي رسائڻ بنهه فرض ناهي.

17- فرض آهي اک جي پڇيءَ هيٺان پاڻي پهچائڻ، جنهن اک ۾ ڪنهن قسم جو مرض هجي؛ پر اهو تڏهن جڏهن پڇي اک کان ٻاهر هجي.

18- فرض آهي، اکين جون ٻئي ڪنڊون ڌوئڻ.

19- فرض آهي، زائد آڱر، زائد هٿ، زائد پير ۽ ٻين اهڙين شين جو ڌوئڻ، جيڪي جسم ۾ اهڙيءَ جاءِ تي اُڀري نڪرن ٿيون، جيڪا جاءِ غسل ۾ ڌوئڻ فرض آهي، ته اهو عضوو پڻ ڌوئڻ فرض ٿيندو.

20- فرض آهي، ته وضوءَ ۾ جيڪي عضوا ڌوئڻ فرض آهن، تن جو غسل ۾ سنڀالي ڌوئڻ فرض آهي. جيڪڏهن انهن عضون مان ڪو



عضوو ميت جي غسل ۾ سئي جي مٿي يا ٽر جي مقدار جيترو به رهجي ويو، ان کي پاڻي نه رسيو، ته ان صورت ۾ غسل جو فرض ائين سمجهو، ته رهجي ويو.

21- فرض ان ۾ اهڙو ٿا لکن، ته ميت جي جسم تي ڪا اهڙي شيءِ نه هجي، جيڪا پاڻيءَ کي عضوي تائين پهچڻ کان جهلڻ واري هجي. جهڙوڪ ڳوهيل اٽو يا ميڻ جو ڪو قسم يا مڇيءَ جو چلر يا اهڙي قسم جي ڪا ٻي شيءِ، جيڪا پاڻيءَ کي جسم تائين رسڻ کان جهلي ٿي.

22- فرض ڪتابن اهو لکيو آهي، ته جنهن شخص جو هٿ هڪڙو يا پير هڪڙو آهي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته هڪڙو ئي هٿ ۽ پير ڌوئي. ٻئي هٿ ۽ پير جو ڌوئڻ ان تان لهي ويو.

23- فرض آهي، آڱرين جي مٿي جو جيڪو حصو ننهن هيٺان ڍڪجي وڃي، تنهن جو ڌوئڻ ۽ ان تائين پاڻي پهچائڻ فرض آهي.

24- مڙني عضون مٿان پاڻي وهائڻ فرض آهي. جيڪڏهن ڪنهن عضوي کي صرف مک ڏنائين، پاڻي ان تان وهايائين ڪونه، ته ان صورت ۾ غسل صحيح نه چئبو.

25- فرض آهي، مطلق پاڻيءَ سان غسل ڪرڻ، جيڪڏهن مقيد پاڻيءَ سان غسل ڏنائون يا ڪنهن ٻيءَ پنڙي شيءِ سان غسل ڏنائون، ته ان صورت ۾ غسل ماڳهين صحيح نه ٿيندو.

26- فرض ڪتاب اهو ٿا لکن، ته غسل جو پاڻي پاڪ ۽ طاهر هجي. جيڪڏهن ميت کي پليت پاڻيءَ سان غسل ڏنو ويو، ته اهو غسل

هرگز صحيح نہ ٿيندو. تڏهن ميت کي غسل جي جاءِ تي تيمم ڪرائڻ فرض ٿيندو.

27- فرض عالمن اهو لکيو آهي، تہ پاڻي مطهر بہ هئڻ گهرجي. جيڪو ميت تان حدث کي لاهي. جيڪڏهن پاڻي مستعمل سان غسل ڏنائونس تہ ميت جو غسل ان صورت ۾ صحيح نہ ٿيندو. مستعمل پاڻي توڙي ميت جي ئي استعمال سان مستعمل ٿيو هجي يا ڪنهن جيئري ئي استعمال ڪيو هجي.

28- فرض آهي، تہ اهو پاڻي مشڪوڪ نہ هجي، جنهن جي پاڪ ڪرڻ ۾ ماڳهين شڪ آهي. جهڙوڪ گڏھ جي اوبر يا ان جي ماديءَ جي اوبر، خچر جي اوبر يا ان جي خچر جي اوبر پر ان جي ماءُ گڏهن جي مادي هجي. جيڪڏهن ميت جي غسل لاءِ اهڙي پاڻيءَ کان سواءِ ڪو ٻيو پاڻي نہ ٿو ملي، تہ ان صورت ۾ فرض اهو آهي، تہ اهڙي پاڻيءَ سان غسل ڏئي فارغ ٿي، ان کان پوءِ ان کي ساري تيمم ڪرائن. جيڪڏهن ميت جي غسل ۾ اهڙي پاڻيءَ سان غسل تي ئي ڪٽي بس ڪيائون يا ان تيمم تي ئي بس ڪٽي ڪيائون، تہ ميت تان فرض غسل ادا ٿي ويندو.

29- فرض آهي، تہ غسل جو پاڻي اهڙيءَ صفت وارو هجي جو ڪا ٻي پاڪ شيءِ، پڻڙي قسم جي، ان پاڻيءَ تي غالب نہ ٿئي ۽ اهڙو پاڻي

سَپڻڙِيَ = پڻڙي

مغلوب نہ ٿئي، مطلب تہ ٻيءَ شيءِ جا جزا پاڻيءَ کان گهٽا نہ ٿي وڃن. جيئن ڪير، يا سرڪو يا ان جهڙيون ٻيون شيون ان سان ملي



ان تي غالب نہ ٿي وڃن.

30- فرض آهي، تہ اهو پاڻي اهڙي قسم جو نہ هجي، جنهن جي خلط (ملاوت) سببان پڻڙائي هلي نہ وئي هجي. جيئن ڪا پاڪ شيءِ ان سان ملي وڃي، جيڪا پاڪ هجي؛ پر ان جي پڻڙائي هلي وڃي تہ ائين نہ هئڻ گهرجي.

31- فرض آهي، تہ اهو پاڻي اهڙي طريقي جو نہ هجي، جو ان ۾ ماڳهين ڪا شيءِ، جهڙوڪ: چڻا، چونرا، ماش يا ان جهڙيون ڪي ٻيون شيون رڌيون نہ هجن، پر ان پاڻيءَ جي صفت اها تا لکن، تہ جڏهن ٿڌو ٿئي، ڪوسائي ڇڏي، تہ ٿڌائيءَ سببان اهو ڏاڍو ٿي بيهي.

32- فرض اهو آهي، تہ جنهن ميت جو طهر ٿيل نہ هجي تنهن جي طهر واريءَ کل ۾ اندر پاڻي پهچائڻ فرض آهي، جيڪڏهن ان ۾ پاڻي رسائڻ ممڪن هجي ۽ سولي طريقي سان ان ۾ پاڻي پهچائي سگهجي ۽ ان ۾ ڏکيائي ڪا بہ بنهہ نہ هجي. اهو وڌيڪ صحيح قول لکن ٿا.

33- فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن رفيق ۽ ساٿيءَ وٽ پاڪ پاڻي موجود هجي، تہ ميت جي غسل لاءِ ان کان پاڻي طلبڻ فرض آهي. جيڪڏهن ٻيو پاڻي نہ ملندو هجي ۽ وارثن کي اهو پڪو گمان هجي، تہ جيڪڏهن ڪانئس گهرندا، تہ اهو ڪين پاڻي ضرور ڏيندو.

34- فرض اهو آهي، تہ ميت جي غسل لاءِ جيڪڏهن قيمت سان پاڻي ٿو ملي، تہ اهو ونجي، توڙي اهو قيمت کان مهانگو ئي چو نہ وڪامندو هجي. پر ٻيڻي قيمت کان گهٽ وڪامندو هجي ۽ ميت

جو مال قيمت جيترو هجي يا ان جي خريد ڪرڻ جي، وارث کي طاقت هجي ۽ اهي پيسا ڪيس ضرورت کان واڌارا هجن.

35- فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ميت جي پيرن ۾ ڦاٽي پوڻ جا نشان هجن، (جيئن پير سخت ٿيڻ کان پوءِ جهير جهير ٿي پوندا آهن) ته انهن جهيرن ۾ پاڻي وجهڻ پڻ فرض آهي.

36- فرض اهو آهي، ته ميت کي غسل وقت استنجا ڪرائجي. صاف پاڪ پاڻيءَ سان استنجا ڪرائڻ ان کي فرض آهي.

37- فرض ڪتاب اهو ٿا لکن، ته مرد کي غسل ڏيڻ وارو مرد هجي ۽ زال کي غسل ڏيڻ واري ڪا زال ئي هجي.

38- فرض اهو آهي، ته جيڪو بيو ڪو ماڻهو سفر ۾ عورتن جي وچ ۾ مري وڃي، اتي مرد ڪوبه ڪونهي، جيڪو ان کي غسل ڏئي، پر انهن عورتن ۾ ان مرد جي زال آهي ۽ اها اجا عدت ۾ آهي، عدت اجا مٿس بنهه نه گذري آهي. بيون مڙئي عورتون ساڻس جيڪي آهن، سي ڌاريون يا محرم آهن، ته ان صورت ۾ فرض اهو ٿا چون، ته ان مرد کي سندس اها زال غسل ڏئي، جنهن جي عدت اجا پوري نه ٿي آهي. پر جيڪڏهن سندس ان زال جي عدت پوري ٿي وئي آهي، ته ان صورت ۾ اها پڻ ڪيس غسل نه ڏئي.

39- فرض اهو آهي، ته ان صورت ۾ جيڪڏهن انهن عورتن ۾ ڪا سندس زال به نه هجي. يا انهن ۾ سندس زال آهي، پر ان جي عدت پوري ٿي چڪي آهي ۽ انهن ۾ ڪا اهڙي عورت آهي جيڪا ان ميت جي محرم آهي، ته ان صورت ۾ فرض اهو ٿا چون، ته محرم



عورت ان کي پنهنجي هٿن سان سولي طريقي سان تيمم ڪرائي. اگڙي، هٿن کي ويڙهڻ جي به ڪا ضرورت ڪانهي.

40- فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن انهن عورتن ۾ نه ڪا سندس زال هجي، نه ئي ڪا محرم عورت هجي، ته ان صورت ۾ ماڳهين فرض اهو آهي، ته ان کي ڌاري عورت تيمم ڪرائي؛ پر هٿن تي اگڙي رکي تيمم ڪرائي.

41- فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ڪا عورت سفر ۾ مردن جي وچ ۾ مري ٿي وڃي، اتي ڪابه عورت موجود ڪانهي جيڪا ڪيس غسل ڏئي البت اتي سندس مڙس موجود آهي، ته ان صورت ۾ فرض اهو آهي، ته ان کي سندس مڙس تيمم ڪرائي ۽ پنهنجي هٿن تي ڪپڙو ويڙهي.

42- فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ڪا عورت مردن جي جماعت ۾ مري پئي، پر ان سفر ۾ ان جو ڪوبه محرم ڪونهي مڙئي ڌاريا مرد موجود آهن، ته ان صورت ۾ فرض اهو آهي، ته ان کي ڪو مرد ئي تيمم ڪرائي؛ پر هٿن کي اگڙي ويڙهي تيمم ڪري. جيڪڏهن ان جماعت ۾ سندس مڙس آهي، ته ان جو به ڌارئين مرد وارو حڪم آهي ڪنزالعباد ۾ اهڙو بيان آهي.

43- فرض اهو آهي، ته جڏهن ميت کي بنا نماز جي دفن ڪيائون، ته ان صورت ۾ ماڻهن تي فرض اهو آهي، ته نماز ان جي قبر تي اچي پڙهن. جيستائين ميت قبر ۾ ڇچي نه پيو آهي. ڪتابن ۾ ان جي حد اها آهي، ته ٽن ڏينهن تائين قبر تي نماز جائز آهي.

44- فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن ميت تي جنازي نماز پڙهيائون: پر ان کي غسل ماڳهين ڪنهن نہ ڏنو هو، تہ ان صورت ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ قبر تي ماڻهو ورائي سندس جنازي نماز پڙهن، جيستائين ميت چنو ناهي.

45- فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن نماز اهڙي طريقي پڙهيائون جو ان ميت تي ڪو پليت ڪپڙو پيل هو، جنهن کي قدر مانع جيتري پليتي لڳي هئي، تہ ان صورت ۾ ان جي قبر تي ورائي نماز پڙهڻ فرض آهي: پر ايستائين جيستائين قبر ۾ ميت چنو ناهي.

46- فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن ميت تي جنازي نماز پڙهيائون، پر ان نماز جو امام اهڙو مرد آهي، جنهن جي جسم يا ڪپڙي تي پليتي لڳي آهي، ۽ اها قدر مانع جيتري آهي يا اها نماز هڪڙي

اڳڙي = ڪپڙي جو ٽڪرو.

شخص پڙهي هئي، پر ان جا ڪپڙا يا جسم پليت هو، قدر مانع جيتري ان کي پليتي لڳي هئي، تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ فرض اهو آهي، تہ ورائي اها نماز سندس قبر تي پڙهن. جيستائين ميت چنو ناهي.

47- فرض اهو آهي، تہ جيڪڏهن اها نماز اهڙي طريقي سان پڙهيائون، جو ان پڙهائڻ وقت امام کي وضو ڪيل نہ هو، يا جنهن هڪڙي نماز پڙهي تنهن کي پڙهڻ وقت وضو نہ هو، تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ ان جي قبر تي اها نماز ورائي پڙهن. جيستائين ميت قبر ۾ ڦاٽو ناهي. پر جي ميت تي جنازي نماز امام



جي پنيان پڙهيائون، اهو امام پليتيءَ کان پاڪ هو حقيقي توڙي حڪمي پليتيءَ کان جڏهن تہ، جماعت بنا پاڪائيءَ جي اها جنازي جي نماز پڙهي هئي، تہ اها جملي جماعت ورائي پاڪائي ڪري اها جنازي جي نماز نہ پڙهي، جنازي نماز جو فرض بس ادا ٿي ويو، جو اڪيلي امام جهڙوڪ نماز پڙهي ڇڏي.

48- فرض آهي، تہ ميت جو ڪفن اهڙو هجي، جيڪو سندس جسم کي ڍڪي، جسم منجهان ڪو حصو ڍڪجڻ کان رهجي نہ وڃي. اهو ڍڪ توڙي هڪڙي ڪپڙي مان حاصل ٿي وڃي توڙي ڪنهن ٻي شيءِ سان حاصل ٿئي جيڪا ڪپڙي جي جڳهہ تي ڪم ڏئي سگهي. ڪتاب لکن ٿا_ شرح منيہ ۾ ان جو بيان آهي. پر ان کان جيڪو وڌيڪ ڪفن ٿئي تنهن جو حڪم اهو آهي، تہ اها زيادتي فرض بنهہ نہ چئبي. ان ڪري ان کان جيڪو زائد ڪفن ٿئي. جنهن جو ڪفن ڪفايت جو نالو آهي، تنهن کي ڪفن سنت چوندا آهن.

49- فرض مڙس مٿان آهي، تہ زال کي پنهنجي مال منجهان ڪفن ڏئي. توڙي اها سندس زال غريب هجي توڙي مالدار، جيئن حياتيءَ ۾ سندس ڪپڙا مٿس فرض هئا: پر زال تي اهو بنهہ فرض ناهي، تہ مرڻ کان پوءِ مڙس کي ڪفن ڏئي.

50- فرض آهي، تہ ٻانهي جي مرڻ کان پوءِ سندس ڪفن سندس مالڪ تي فرض آهي. شريعت موجب ٻانهي تي آقا جو ڪفن فرض ناهي.

51- فرض علماءَ اهو ٿا لکن، تہ جنازي جي نماز جي جواز لاءِ ٻين نمازن وانگر اهو فرض آهي، تہ ميت ۽ نمازين جو جسم پاڪ

هجي. ٻئي هر پليتيءَ کان پاڪ هجي. حقيقي پليتي هجي توڙي حڪمي هجي. پر حقيقي پليتيءَ جو حڪم اهو آهي، ته درهم جي مقدار کان اها متي نه هجي. ان طرح جامع الرموز ۾ لکيل آهي. جيڪڏهن اها حقيقي پليتي غليظ آهي ته، پر جيڪڏهن حفيف آهي، ته ان جو پاڪائيءَ لاءِ قدر اهو ٿا لکن، ته اها ڪپڙي جي چوٿين حصي جي مقدار کي نه پهچي.

52- فرض اهو آهي، ته نمازيءَ ۽ ميت جا هڙئي ڪپڙا حقيقي پليتيءَ کان پاڪ هجن. توڙي اها پليتي غليظ هجي يا حفيف. جيئن ان پليتيءَ جو مقدار ان حد کي نه پهتو هجي، جنهن جو اڳئين فرض ۾ بيان ڪيم.

53- فرض علماءَ اهو ٿا لکن، ته ميت جي جاءِ ۽ نمازيءَ جي جاءِ پاڪ هجي. پر ڪن عالمن، الله رحمت فرمائين، چيو آهي، ميت جي جاءِ جي پاڪائي ماڳهين فرض ڪانهي. فتاويٰ عالمگيريءَ ۾ اها روايت آهي، ڪتاب مضمرات کان اها نقل ڪئي اٿائين. پر پهريون قول صحيح ۽ ثابت آهي.

54- فرض ڪتابن اهو لکيو آهي، ته ميت ۽ نماز پڙهندڙ ٻئي مسلمان هجن.

55- فرض آهي، جنازي نماز ۾ بيهڻ. ان ڪري سواريءَ تي يا ويني اها نماز پڙهڻ نه ٿي جڳائي. پر ان شخص لاءِ جائز آهي، جيڪو عُذر وارو آهي. هن نماز جو حڪم اهڙوئي چون ٿا جهڙو ٻين نمازن جو حڪم آهي.



56- فرض آهي، پهرين تڪبير.

57- فرض آهي، جنازي نماز جي ٻي تڪبير.

58- فرض آهي، جنازي نماز جي ٽين تڪبير.

59- فرض آهي، چوٿين تڪبير، جنازي نماز جي هر هڪ تڪبير جو رڪعت وارو حڪم آهي.

60- فرض آهي، ميت جو اهڙي طريقي سان هئڻ، جو اهو نمازيءَ جي آڏو هجي. ان ڪري جيڪڏهن ميت نمازيءَ کان غائب آهي، ته جنازي جي نماز درست نه ٿئبي. پڻ ان ميت تي جنازي نماز درست نه ٿئبي، جيڪو نمازين جي پنيان هجي. يا نمازيءَ جي پاسي ۾ ميت هجي، ته انهن مڙني صورتن ۾ اها نماز صحيح نه ٿيندي.

61- فرض اهو آهي، ته اهو ميت ڪنهن انسان تي رکيل نه هجي يا ڪنهن جو متي ڪنيل نه هجي. ان ڪري اهڙيءَ صورت ۾ هيءُ حڪم آهي، ته ان جي جنازي نماز صحيح نه ٿيندي.

62- فرض ڪتابن لکيو آهي ته اهو ميت ڪنهن جانور تي متي ڪنيل نه هجي. اهڙي صورت ۾ چون ٿا ته جنازي جي نماز درست نه ٿئبي. پر جي ميت ڪنهن تخت تي رکيل هجي، يا ڪنهن منجيءَ تي رکيل هجي، ۽ ان جي جنازي نماز پڙهيائون، ته اها جنازي نماز صحيح ٿيندي، شريعت موجب اها نماز غلط ناهي.

## فصل تيرهون

## زڪوات جي فرضن جو بيان

ليڪي چوڪي جي لحاظ کان اهي سٺيهه فرض آهن. انهن فرضن کان سواءِ، جيڪي زڪوات سان صرف نسبت رکڻ جي ڪري بيان ڪندس ۽ انهن ٻاويهن فرضن کان پڻ سواءِ، جيڪي صدقي فطر سان تعلق رکن ٿا. انهن ارڙهن فرضن کان پڻ اهي سواءِ آهن، جن جو اضحيٰ سان تعلق آهي. سٺيهه جيڪڏهن ليڪي ۾ پنجن سان جوڙ ڪبا، ته ٻائيتاليهه فرض ٿيندا. ٻاويهه ۽ ارڙهن انهن سان بيا جو گڏبا ته اهي ٻياسي فرض ٿيندا. سيڪو مؤمن اهو ڄاڻي ته مؤمنن تي زڪوات فرض آهي. اها قيامت جي ڏينهن تائين فرض رهندي. پر اها ان انسان تي فرض آهي، جنهن ۾ فرضيت جا شرط لين. هاڻي زڪوات جي شرطن جو تفصيل ٻڌو! زڪوات جا فرض پورا ٻه قسم آهن. پهريون شرط انهن مان آهي، فرضيت جا شرط ۽ ٻيو قسم انهن مان آهي، ان جي درست ٿيڻ جا شرط. زڪوات جي فرضيت جا جيڪي شرط لکن ٿا سي مڙئي چوڏنهن آهن.

12. فرض انهن مان آهي، اسلام (يعني مسلمان تي زڪوات فرض آهي) ڪفر تي زڪوات بنهه فرض ڪانهي.
13. فرض ڪتاب لکن ٿا، ته عقل آهي. چريي تي زڪوات فرض ناهي.
14. فرض بالغ هئڻ چون ٿا. زڪوات نابالغ ٻارن تي ناهي.
15. فرض انهن مان ٻانهپ يعني غلاميءَ کان آزادي آهي. زڪوات غلامن تي فرض ڪانهي. توڙي ”قن“ هجي يا مدبر مڪاتب، مستسعي هجي يا ام ولد. ’قن‘ ان ٻانهي کي چون جنهن جو حال اهو آهي، ته انهن صفتن مان ڪابه صفت ان ۾ ڪانهي. مدبر ان کي چئجي، جنهن کي مالڪ چئي، ته منهنجي مرڻ کان پوءِ تون آجو آهين. مڪاتب ان کي چئبو آهي، جنهن کي مولا/ مالڪ اهو چيو هجي، ته قرض پوري ٿيڻ کان پوءِ تون آجو هوندين. مستسعي انهن ٻانهن کي چئجي، جنهن تي سندس مالڪ طرفان اهو لازم ٿيو هجي، ته موليٰ کي مقرر قيمت ڪٿي/ ڪمائي ڏئي، ان قيمت ڪمائي ڏيڻ کان پوءِ اهو آزاد ٿي ويندو. ام ولد شريعت ۾ ان غلام کي چئجي، جنهن کي پنهنجي مالڪ مان ڪو اولاد ڄائو هجي.
16. فرض ڪتاب اهو ٿا لکن، ته زڪوات ڏيندڙ مرد نبي نه هجي. نبيءَ تي زڪوات بنهه فرض ناهي. ان طرح درمختار لکيو آهي: پر ان فرض جي صورت ماڳهين موجود ڪانهي. حضرت نبيءَ جي زماني کان پوءِ اها صورت ماڳهين ممڪن ئي ڪانهي.
17. فرض اهو آهي، ته اهو شخص نصاب جو مالڪ هجي. جنهن نصاب جو تفصيل فقهه جي ڪتابن ۾ مذڪور آهي.
18. فرض اهو آهي، ته اهو نصاب پنجن شين مان هجي. هڪ: سون، ٻيو: زيور، ٽيون: اٺ، چوٿون: ڍڳا، پنجون: ٻڪريون. توڙي اهي عربي اٺ هجن، جن جو ٿوهر هڪ هجي يا اهي بختي هجن جن جا ٻه ٿوهر ٿيندا آهن. ماديون هجن توڙي نر هجن، ڳئون هجن يا ڍڳا هجن، مينهون هجن توڙي پاڏا، ٻڪريون هجن توڙي بَڪَرَ، رڍون هجن

توڙي گهيٽا. تجارت جو مال هجن، جن مان هر هڪ جو سودو ڪجي يا نصاب پيسن جي قسم جو هجي. جيڪي پيسا اتي هلندڙ هجن. جيڪي قيمت ۾ ٻه سؤ درهمن جا ٿين، ته انهن ۾ شرعي طور زڪوات فرض ٿيندي، ان طرح فتاويٰ سراجيه ذڪر ڪيو آهي، هلڻ جي سبب جي ڪري پيسن ڪي رپئي وارو حڪم آهي.

19. شرط آهي، زڪوات جو مال ڪنهن انسان جي ملڪيت هجي. اهو مال ملڪيت به ڪامل هجي. ان ڪري مڪاتب جي ملڪيت واري مال تي به زڪوات ڪانه ٿيندي. مڪاتب جي معنيٰ هن ڪان اڳ

ڳيور = ننڍڙا ڇوڪرا. گونهيءَ = گونهيون، ڍڳيون.

گذري چڪي.

20. شرط آهي، نصاب تي سال جو وقت گذرڻ، جنهن ۾ ڪو هڪڙو ڏينهن به گهٽ نه هجي. توڙي سموري نصاب تي ڪامل وقت گذريو هجي، توڙي اول سال ۾ نصاب ڪامل هجي ۽ ان جي آخر ۾ ڪامل هجي. جيڪڏهن انهن ٻن امرن، جن جو بيان ڪيم، ڦن مان ڪو هڪ امر به موجود نه ٿيو، ته ان مال تي زڪوات ڪڏهن به فرض نه ٿيندي.

21. اهو نصاب اهڙي قرض ڪان خالي هجي، جنهن جو گهرندڙ انسان هجي. جيڪڏهن ڪنهن شخص جو نصاب اهڙي قرض ڪان خالي نه هو، جنهن جو مٿي ذڪر ڪيم يا اهڙو قرض ڏيڻ ڪان پوءِ نصاب ۾ ڪو ٿورڙو مقدار ٿو بچي، ته ان تي زڪوات ماڳهين فرض ڪانهي. پر جيڪڏهن قرض گهرندڙ انسان ناهن. جهڙوڪ: باس جو



قرض يا ڪفاري جو قرض يا جهڙو حج جو قرض، ته اهڙا قرض زڪوات جا مانع نه ڇئبا. ان صورت ۾ مال تي زڪوات واجب ٿيندي. ان طرح درمختار لکيو آهي ۽ ٻين ڪتابن به ان طرح لکيو آهي.

22. شرط آهي نصاب جو اهڙن ڪمن ڪان خالي هجڻ، جيڪي انسان ڪي تمام ضروري طور تي گهرجن؛ جهڙوڪ: پنهنجي قوت جو ان يا پنهنجي عيال جي قوت جو ان. يا اهڙين ٻين ضرورت وارين شين ڪان آجو هجي؛ پر پوري مهيني جيترو مقدار قوت جو رکي. اهو صحيح قول ڪتابن لکيو آهي پر ڪن عالمن فرمايو آهي، الله رحمت ڪرين، ته سال جي قوت جو ان رکڻ گهرجي. پر ان قول تي بنهه ڪا فتويٰ ڪانهي. پائڻ جا ڪپڙا به ضرورت جي شين مان آهن، جن ڪي پاڻ پائي، توڙي سندس عيال پائي. وڳو وڳو سڀ ڪنهن لاءِ چون ٿا ته معاف آهي؛ پر ڪن سڀ ڪنهن لاءِ ٽي وڳا معاف ڇيا آهن. ان قول ۾ ڪابه قوت ڪانهي. رهڻ جي حويلي (گهر) به ضرورت مان آهي. جنگ جو سامان: هٿيار، زره ۽ ان جهڙيون ٻيون جنگ جون شيون به ضرورت جي شين مان آهن. گهر جون وٿون، جن ڪان سواءِ سري نه سگهي، ڪمائڻ جا اوزار هر ڪنهن ڪسب واري لاءِ، هڪ ڍڳو سواريءَ لاءِ، ان شخص لاءِ جيڪو هاري ناهي ۽ به ڍڳا ان شخص لاءِ جيڪو هاري آهي، يا اهڙو ڪو ٻيو ڪم ڪندڙ آهي ۽ فقهه جا ڪتاب فقيهه لاءِ، حديث جا ڪتاب محدث لاءِ، تفسير جا ڪتاب مفسر لاءِ معاف آهن. گهوڙو يا ڪو اهڙو ٻيو جانور،

جيڪو سواريءَ لاءِ بيھاريل آھي ۽ ٻانھيون ۽ ٻانھا جيڪي خدمت لاءِ رکيل آھن ۽ اھڙي قسم جون ٻيون شيون پڻ شريعت ۾ معاف آھن. جيڪڏھن ڪنھن شخص وٽ درھم موجود آھن، جن تي شريعت موجب زڪوات لڳي ٿي يا ڪنھن شخص وٽ دينار گھٽا آھن، جن تي ڪتابن موجب زڪوات لڳي ٿي ۽ انھن تي پورو سال گذري ويو، پر مالڪ انھن جو ضرورت مند آھي، اھڙن ڪمن لاءِ ان کي انھن جي ضرورت آھي، جن جو مٿي ذڪر ڪيم. تہ ان مال تي زڪوات واجب ڪانہ ٿيندي. اھي درھم ۽ دينار جيڪي اھڙن ڪمن لاءِ ضرورت ۾ آھن، تن جو نہ ھئڻ وارو حڪم آھي. شرح مجمع ۾ اھڙو تفصيل آھي، جيڪو ابن الملڪ تصنيف ڪيو آھي. پر معراج الدرايہ ۽ پڻ بدايع لکيو آھي، تہ اھڙن نقد پيسن تي پڻ زڪوات آھي، جيڪي جيتوڻيڪ سودي سلف لاءِ چو نہ رکيل ھجن ۽ توڙي ضروري خرچ پکي لاءِ ئي چو نہ رکيل ھجن. امام زيلعي پڻ ان طرح ڪتاب شرح ڪنز ۾ ان جي موافق لکيو آھي. ان طرح انھن ڪتابن جون عبارتون شرح مجمع جي عبارت جي مخالف آھن. ان مسئلي جي باري ۾ روايتن ۾ اختلاف آھي؛ پر اٺن، ڍڳن، ڍڳين، ٻڪرين ۽ رڍن ۾ اھو ضروري آھي، تہ اھي اصلي ضرورتن ڪان فارغ ھجن. ان تي عالمن جو اتفاق آھي.

12. فرض انھن جانورن جي باري ۾ اھو آھي، جن ۾ اصل زڪوات فرض ٿي آھي، تہ انھن کي شھر ڪان ٻاھر چاريندا ھجن. پر اڪثر

وٿون = شيون. وناڻ = اوزار.



وقت سال جو ٻاھر چرن تا گند وغيره ڪونہ تا چرن.

13. فرض سودي جي مالن ۾ اھو آھي، تہ انھن مالن ۾ سودي جي نيت ھجين.

14. فرض آھي، تہ اھا نيت ان وقت ڪان موجود ھئڻ فرض آھي، جڏھن ان شخص ڪان ملڪيت جو سبب لڌو. وڪڻڻ وٺڻ ۾ ان شخص جو اختيار آھي؛ پر ان ڪان سواءِ جيڪي سبب اختياري آھن. جيئن: ھبو، صدقو ۽ ان جھڙا ٻيا سبب، اھڙي ڪنھن سبب جي ڪري مال ھٿ آيس، ھٿ اچڻ وقت ئي سودي جي نيت ڪيائين، تہ ان مال جي مٿان زڪوات جي فرضيت ۾ عالمن جو اختلاف آھي؛ پر ڪتابن ۾ وڌيڪ صحيح قول ھيءُ آھي، تہ ان صورت ۾ زڪوات فرض نہ چئبي. بحرالرائق ۾ اھڙو بيان آھي ۽ پڻ اھو قول قوي ۽ صحيح آھي. ان طرح ڪتاب درمختار لکيو آھي. پر جيڪڏھن ڪنھن شخص ان سبب ملڪ سان گڏ نيت ڪئي جيڪو ملڪ جو اختياري سبب ناھي، جيئن اھو ڪنھن شخص جو وارث ٿيو ۽ وارثت جي مال ۾ سودي جي نيت ڪيائين، تہ ان مال ۾ پڻ زڪوات فرض نہ چئبي. ان تي عالمن جو اتفاق آھي. ھتي فرضيت جا شرط اچي پورا ٿيا، جن جي ڪري ماڻھوءَ تي زڪوات فرض ٿئي ٿي.

**درستيءَ جا شرط:**

ھاڻي اھي فرض ٻڌو، جن مان زڪوات جو مال ڏيڻ صحيح ۽ درست ٿئي ٿو. اھي مڙئي ٽيٽيھہ فرض علماءَ لکن تا.

1. فرض تن مان اھو تا لکن، تہ فقير کي زڪوات جو مالڪ ڪري. ان

كري جيكڏهن فقير كي اِبا جي طريقي تي كارايائين، جنهن ۾ كاڌو فقير جي ملڪ نہ ڪيائين، تہ ان طريقي سان زكوات جو فرض ادا نہ ٿيندو.

2. فرض اهو آهي، تہ فقير كي ان جي عين جو مالڪ ڪجي. جيڪا هوند فقير جي ملڪ تي وجي. ان كري جيكڏهن فقير كي پنهنجي حويليءَ ۾ زكوات جي نيت كري رهايائين، تہ اهو زكوات جي اندر بنھ درست نہ چئبو. گهر ۾ رهائڻ ملڪ منفعت آهي، ان ۾ شيءِ جي اصل ملكيت كانهي. بحرالرائق ۾ ان جو بيان آهي ۽ پڻ زكوات ماڳهين درست نہ چئبي. جيكڏهن فقير كي پنهنجو كو كپڙو ڍكايائين، گهرئي ان كي كپڙو ڍكڻ لاءِ ڏنائين. پر جي كپڙي جو فقير كي مالڪ كيائين يا زكوات جي مال منجهان حويليءَ جو مالڪ كيائين، تہ انهن مڙني صورتن ۾ زكوات ادا ٿيندي.

3. فرض آهي، ڏيڻ وقت زكوات جي نيت كرڻ، توڙي ان گهڙيءَ نيت كري يا زكوات جو مال جدا كرڻ وقت نيت كري، توڙي سڄو سال زكوات ٿو ڪڍي، توڙي ڪجھ ڪجھ رکي ٿو، پر جي سڄوئي زكوات جو نصاب بخش كري ٿو ڇڏي، زكوات جي نيت كرڻ كان سواءِ، تہ ان كان اهڙي طريقي سان زكوات لهي ويندي. جامع الرموز ۾ ان حكم جو بيان آهي.

4. فرض اهو آهي، تہ جڏهن كو ماڻهو زكوات ڏيڻ لاءِ كو وكيل ٿو ركي، تڏهن موكل لاءِ نيت فرض آهي. وكيل جي نيت معتبر



نہ ٿيندي. وكيل كي حكم ڏيڻ وقت زكوات جي نيت كري. جيكڏهن وكيل زكوات جي نيت كئي ۽ موكل كي زكوات جي نيت ئي كانهي، تہ اها زكوات شريعت موجب درست نہ چئبي.

5. فرض اهو آهي، تہ جڏهن وكيل كي زكوات جو مال ڏئي، تہ فقير كي سندس زكوات كٽي وجي ڏئي، تہ ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، تہ موكل ان وقت زكوات جي نيت كري. جڏهن زكوات جي مقدار وارو مال پنهنجي وكيل كي ڏئي. درمختار ۾ ان جو بيان آهي.

6. فرض كتابن لکيو آهي تہ مال زكوات مان اهو مقدار ادا كري، جيكو مقدار صاحب شريعت فرض كيو آهي. جيئن: چاليهين پتي رپئي يا سون مان ۽ پڻ سودي جي مال منجهان چاليهين پتي ۽ جيئن پنجن اٺن تي هكڙي ٻكري، ڏهن اٺن تي ٻہ ٻكريون، ويهن اٺن تي چار ۽ جيئن اٺن منجهان هكڙي مادي، جنهن تي پورو سال گذريو هجي، سا پورن پنجويهن اٺن تي ركن ٿا. ۽ جيئن هكڙي وهڙي، هكڙو وهڙو، جنهن تي سال گذريو هجي، ٽيهن ڍڳين ۽ ٽيهن مينهن تي آهي ۽ جيئن هكڙي ٻكري چاليهن گهٽين، ٻكرين توڙي رڍن جي مٿان آهي. فقھ جي كتابن ۾ ان جو تفصيل آهي.

7. فرض گهٽي تفصيل سان ٻڌو، تہ جڏهن كنهن هكڙي نصاب مان مال وڌيو، تہ ورائي زائد مال جي زكوات ڏئي. مال زائد مان ايترو

مقدار ڏئي جيڪو فقھ جي ڪتابن ۾ تفصيل سان بيان ٿيل آھي. جيڪڏھن مال زائد تان زڪوات ڏنائين: پر شريعت جي مقرر قدر ڪان گھٽ ڏنائين، تہ ان شخص تان زڪوات جو فرض نہ لٿو.

8. فرض اھو آھي، تہ جانورن مان اھڙو ڪو جانور زڪوات ۾ ڏئي، جنھن تي پورو ھڪ سال گذريو ھجي. جيڪڏھن ڪنھن زڪوات ۾ سال ڪان ننڍو ڪو جانور ڏنو، تہ اھا زڪوات صحيح نہ ٿي. ان تان زڪوات جو فرض نہ لٿو.
9. فرض آھي، زڪوات جو انن جي قسم مان ڏيڻ، جڏھن ڪنھن پسند ڪيو آھي، تہ ان جي حق ۾ فرض اھو تا چون تہ انھن جي مادي (ڏاچي) زڪوات ۾ ڏئي. جيئن پنجويھن انن تي ھڪ مادي ڏئي. جيڪا عمر جي لحاظ ڪان پوري سال جي ھجي ۽ ڇٽيھن انن تي جيڪا مادي ڏئي سا پورن ٻن ورھين جي ھجي ۽ انھن ڪان مٿي جن جو تعداد ھجي تہ ان تفصيل مطابق ڏجي، جيڪو فقھ جي ڪتابن ۾ گھڻي تفصيل سان آيل آھي. انھن ۾ مادي ڏيڻ فرض آھي. جيڪڏھن ان صورت ۾ ڪو نر زڪوات ۾ ادا ڪيائين، تہ اھڙي طريقي سان زڪوات درست نہ چئبي. ڍڳن، ڍڳين، مينھن، سانن، رڍن ۽ گھيٽن ۽ ٻڪرين جي زڪوات انھن جي جنس مان ڏئي، تہ انھن مڙني صورتن ۾ اھو درست آھي، تہ نر زڪوات ۾ ڏئي يا مادي.
10. جيڪڏھن ماڻھوءَ وٽ منڍ سال ڪان نصاب موجود ھو. ان مٿان ھڪ حد تائين سال اچي گذرڻ وارو ٿيو، جو ڪو زائد مال ھٿ اچي



ويس: پر اھو زائد مال ان ئي مال جي جنس مان آھي، پھرئين نصاب مٿان سال اچي گذريو آھي، پر پوئين مال تي اجا سال نہ لنگھيو آھي، تہ ان صورت ۾ ڪتاب فرض اھو تا لکن، تہ انھن ٻنھي مالن طرفان مال جي زڪوات ڏئي. پر جيڪڏھن پويون زائد مال ان نصاب جي جنس مان ناھي، تہ ان صورت ۾ ھر ھڪ مال جو جدا جدا ورھيہ گھرجي. جڏھن نصاب تان سال گذري، تڏھن ان مان زڪوات ڏئي. پوءِ جڏھن زائد مال تي ورھيہ گذري ويو، تہ پوءِ ان تان ساري اھو شخص زڪوات ڏيندو، ڍڳين ۽ ڍڳن سان ۽ پڻ اھو حڪم گھيٽن ۽ ٻڪرين ۾ بہ آھي ۽ رڍن ٻڪرين جو بہ انھن وارو حڪم آھي.

11. فرض انھن مان آھي، تہ ھڪ شخص وٽ پورا ٻہ نصاب ھجن ۽ اھي ٻئي پاڻ ۾ ھڪ ئي جنس ھجن، پر ھڪ تان اڪثر ورھيہ جو گذريو ھجي ۽ ٻئي تي ان ڪان ٿورو گذريو ھجي، تہ ان وقت ڪو مال انھن جي ئي جنس مان ھٿ آيس، تہ ان صورت ۾ مال کي پھرئين نصاب سان گڏبو. پوري ورھيہ ڪان پوءِ انھن جي زڪوات ورائي ڏيندو. جڏھن ٻئي نصاب تان ورھيہ گذرندو تڏھن ان جي بہ زڪوات ادا ڪندو.
12. فرض اھو آھي، تہ زڪوات ڪنھن مسلمان کي ڏجي. ڪافر ذمي توڙي ڪنھن حربيءَ کي زڪوات ڏيڻ درست ناھي.
13. فرض ڪتاب اھو تا لکن، تہ اھڙي شخص کي زڪوات نہ ڏئي جيڪو غني آھي. جنھن تي غناء جي سببان فطرو لاڳو ٿئي ٿو،

جنهن جو غناء ائين هجي جو قرض کان آجو هجي ۽ ضرورتن کان پڻ فارغ هجي.

14. فرض اهو آهي، ته زڪوات اهڙن شخصن کي نه ڏجي جيڪي زڪوات ڏيندڙ جا مائٽ هجن. جيئن پيءُ، ڏاڏو يا تن جا اصل ۽ جيئن نانو ۽ تنهن جا اصل ۽ جيئن ماءُ، ڏاڏي يا ان شخص جي ناني ۽ انهن جا اصل، انهن کي زڪوات نه ڏجي.

15. فرض اهو آهي، ته پنهنجي فرعن کي زڪوات نه ڏجي. جيئن: پٽ، ڌيئرون يا ڏوهٽيون، ڏوهٽا ۽ جيئن پوٽيون، پوٽا ۽ جيئن اولاد انهن جو، جيڪي سندن ڄاوا آهن.

16. فرض اهو آهي، ته مڙس پنهنجي زال کي زڪوات نه ڏئي. اهو درست ناهي.

17. زال پنهنجي مڙس کي زڪوات نه ڏئي، جي ڏنائين ته هرگز اها صحيح نه ٿيندي.

18. فرض اهو آهي، ته ڪنهن هاشميءَ کي زڪوات نه ڏجي. پر ڪن عالمن، جيڪي دين جا باني آهن، چيو آهي، ته جيڪڏهن هاشمي ڪو فقيرن منجهان هجي، ته ان کي زڪوات ڏيڻ درست آهي. هن پوئين زماني ۾ اهو جائز آهي. انهيءَ قول تي عالمن جي فتويٰ آهي. ڀلارن هاشمين لاءِ ظلم جي سببان معيشت جا ڪي به اسباب ناهن رهيا، حاڪم ظالم، پاپي کايو ٿا وڃن، اهي مال خرچ ڪن ٿا، حق پراوا حرام واٽن ۾ پاڻيءَ وانگر بنا پرواهه جي کايو ٿا وڃن. حق وارا سندن درن تي ٻاڪارن ٿا پيا، اهي مورا مردار هرگز حق



نه ٿا ڏين. غريبن جو مال پنهنجي ملڪيت ٿا ڀانئن. قهار جي قهر کان به اهي ظالم اظلام نه ٿا ڊڄن. مسڪينن کي ماري، يتيمن کي ڦري، اهي مردود رنن جون پوشاڪون ٿا ڪن. انهن کي واحد وڃايو ۽ رنن رلايو آهي. شرع جي پاسي کان اهي بي دين بدبخت آهن، ڪافرن کي دولت ۽ دنيا جي تعظيم ڏين ٿا، ڦري حق وارن کي وظيفا به نه ٿا ڏين. ڪريم سان شل اهڙي اونڌي ڪاڻ پوندين جو قيامت جي ڏينهن شفيع وٽ شرمندا ٿيندا. جن ظلم ٿي ڪيا، سي جهنم ۾ سڙندا.

19. فرض اهو آهي، ته پنهنجي ٻانهن کي زڪوات نه ڏجي. توڙي ٻانها ڪرا پڪا هجن توڙي مدبر، ام ولد ۽ مڪاتب هجن. توڙي ان جي ڪنهن جزي يعني حصي جو مالڪ هجي پوءِ اهو حصو ٿورو هجي يا گهڻو. سڄو غنيءَ جي ملڪيت هجي توڙي حصو. پر جي غنيءَ جو ٻانهو مڪاتب جي قسم جو آهي، ته ان مڪاتب کي ڀل زڪوات ڏئي.

20. فرض هيءُ مشهور آهي، ته شاهوڪار جي ٻانهي کي زڪوات نه ڏجي. سڄو شاهوڪار جي ملڪيت هجي يا ڪجهه حصو هجي. پر جي شاهوڪار جو ٻانهو مڪاتب آهي ته ان مڪاتب کي ڀلي زڪوات ڏئي. اهڙي ٻار کي زڪوات ڏيڻ درست ناهي.

21. فرض اهو مشهور آهي، ته اهڙي ٻار کي زڪوات نه ڏجي، جيڪو ڪنهن شاهوڪار جو وياءُ آهي. اهڙي ٻار کي زڪوات ڏيڻ درست ناهي.

22. فرض اهو آهي، تہ کو اهڙي ٻار کي زڪوات نہ ڏئي، جنهن کي هرگز ڪا تميز ڪانهي، جيڪڏهن ان جو ولي موجود ڪونهي، نہ ئي ولي پاران سندس ڪو وصي هجي. نہ ئي سندس ڪو سنڀاليندڙ ئي آهي. پر جي ٻار جو ولي حاضر هجي يا ولي جي وصي موجود هجي يا ان جو سنڀاليندڙ موجود آهي، تہ انهن مڙني

پوءِ = پيءَ. هجندا = سڙندا. هائي = ٻارڻ، جهنم.

صورتن ۾ زڪوات ڏيڻ ٻار کي صحيح آهي، پر اها زڪوات وصول ولي يا وصي ئي ڪندو يا ان جو سنڀاليندڙ ڪندو.

23. فرض انهن مان اهو آهي، تہ بدعتي قسم جي ماڻهوءَ کي زڪوات نہ ڏجي. جنهن ۾ اهڙي بدعت آهي، جيڪا کيس ڪافر ڪري ٿي وجهي. جيئن: ڪرامي ۽ مشبها، معطلا ۽ غالي رافضي جيڪي شيخين کي گاريون ڏيندڙ آهن. يا انهن ٻن مان ڪنهن هڪڙي کي گاريون ڏيندڙ آهن. يا انهن جي صحابي هئڻ جا ملحد منڪر هجن يا انهن مان ڪنهن هڪ جي صحابي هئڻ جا منڪر آهن. يا انهن جي خلافت کي ڪوڙا ڪذاب نہ ٿا مڃين يا ٻنهي مان هڪڙي جي ٻنهہ نہ ٿا مڃين. يا بي بي عائشہ رضي الله کي زنا جو الزام ڏين ٿا جيڪا دنيا ۽ آخرت ۾ رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو حرم هئي.

## زڪوات جا مناسب فرض

هاڻي اهي فرض ٿو لکان، جن جي صفت اها آهي، تہ اهي



زڪوات جي باب سان مناسب آهن. اهي ڪتاب لکن ٿا تہ پنج فرض آهن.

1. فرض هيءُ آهي، تہ انهن شين منجهان ڏهين پتي ڏئي، جيڪي عشري زمين ۾ ٿين ٿيون. مينهن جي پاڻيءَ تي آباد ٿيون هجن توڙي دريائن جي پاڻيءَ سان آباد ٿيون هجن.
2. فرض آهي، انهن پوکن مان ويهين پتي ڏيڻ، جيڪي پڻ عشري زمين ۾ ٿين ٿيون، پر ان زمين کي ڏولن سان پاڻي پياريو ويو هجي. يا انهن کي ارٽ يا پيراٽيءَ سان يا انهن ۾ اٺ وهائي پاڻي ڏنو ويو هجي.
3. اهڙي پوک تي ڊل ڏيڻ فرض آهي، جيڪا خدا جي زمين ۾ الله جي امر سان اپائي هجي.

اَپِرنِ = ڦٽن ارٿ = نارُ پيراٽي =

4. غنيمت منجهان پنجين پتي ڏيڻ فرض آهي، جيڪا مؤمنن کي حربين وٽان هٿ آئي هجي.
5. فرض آهي انهن مالن مان پنجين پتي ڏيڻ. جيڪي زمين منجهان ظاهر ٿين، توڙي مدفون مال جي قسم مان هجن، جنهن کي اهل جاهليت دفن ڪيو هجي، توڙي زمين ۾ پوريل ڪاٿيون هجن، جيڪي مولىٰ زمين ۾ پيدا ڪيون آهن، توڙي رپئي ۽ سون جي قسم جو هجي، توڙي لوهہ جي قسم جون شيون هجن يا ٻيون جيڪي اهڙيون الله اپايون آهن؛ پر پنجين پتي ڏيڻ تڏهن لکن ٿا

جڏهن اهڙي زمين مان لڌو هجين، جيڪا ٻين جي ملڪيت آهي جن لڌو ناهي يا اهو مال اهڙي زمين مان لڌو هونڌائون، جيڪا ڪنهن جي بہ ملڪيت ناهي. پر جي اهو مال پنهنجي زمين مان لڌائون يا پنهنجي حويليءَ مان لڌائون يا پنهنجي پانڌي مان لڌائون تہ ان ۾ ڪتابن لکيو آهي، تہ خمس ڪونهي ۽ جيڪڏهن اهو مال اهڙو هجي، جنهن کي اهل اسلام دفن ڪيو هجي، تہ ان جو حڪم چون ٿا، تہ "لقطي" جهڙو آهي. ان مان لهندڙ تي اهو فرض ٿا چون، تہ اهو لهڻ مهل ان تي شاهد بيهاري ۽ گهٽي مدت تائين پڇاڳاڇا ڪري، جنهن جو تفصيل فقهہ ۾ مذڪور آهي. "ڪتاب اللقط" ۾ ان جو بيان آهي. "لقطو" اهڙي شيءِ کي چئبو آهي جيڪا واٽ تان لڀي.

### تنبيهہ حسن

## اضحيٰ ۽ صدقہ فطر جي بيان ۾

صدقو فطر جو واجب آهي. علماءَ چون ٿا، تہ ان کي فرض نہ چئبو ان جا فرض پورا ڀاڱيهہ آهن.

1. فرض آهي ادا ڪرڻ وقت نيت ڪرڻ، يا جنهن وقت صدقي فطر جو مال پنهنجي ٻئي مال کان ڌار ڪري، ان وقت نيت ڪرڻ.
2. فرض اهو ٿا چون، تہ ان جو ڪنهن فقير کي مالڪ ڪجي، جنهن کي صدقو فطر ڏيڻ درست هجي.
3. ان جي فرض کان آجو ٿيڻ فرض آهي.
4. فرض انهن مان اهو آهي، تہ اهو شخص مسلمان هجي.



5. فرض اهو آهي، تہ ڪامل نصاب موجود هجي. جيڪو بنيادي ضرورتن کان بچت هجي. توڙي اهو نصاب نامي يعني وڌندڙ هجي توڙي وڌندڙ نہ هجي، توڙي ان کي سال گذريو هجي.
6. فرض اهڙو آهي، تہ اهو نصاب پرهہ ڦٽڻ کان پهريائين ڪنهن شخص جي ملڪيت هجي. پرهہ ڦٽڻ مهل اهو مال ان شخص جي ملڪيت هجي. پر جي پرهہ ڦٽڻ کان اڳ نصاب ملڪيت ۾ آيس پر اجا پرهہ ان تان گذري ئي ڪانہ جو هٿان نڪري ويس يا پرهہ ڦٽڻ کان پوءِ ان جو مالڪ ٿيو، تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ ان شخص تي صدقو فطر جو واجب ڪونهي.
7. فرض علماءُ هيءُ ٿا چون تہ هڪڙو شخص ڪٽڪ، ڪٽڪ جي اٽي ۽ ان جي ڏاري ۽ ڍاڪن مان اڌ ڪاسو/ ڍاڪن مان ڪاسو/ ٿويو ادا ڪري. يا ان جي قيمت سنپالي ڏئي. يا جون جو پورو ٿويو ڏئي ان ۾ ڪابہ ڪمي نہ ڪري، يا ڪارڪن جو ٿويو ڏئي يا اقط منجهان ٿويو يا ان جي قيمت ڏئي تہ صدقي فطر جي ذميواريءَ کان آجو ٿي ويندو.
8. فرض ڪتاب هيءُ ٿا لکن، تہ صدقو فطر جو ان کي ڏجي، جنهن کي زڪوات ڏيڻ درست هجي. پر ڪافر ۽ ذمي ان مان مستثنيٰ آهي. فطرو انهن کي ڏيڻ صحيح آهي، زڪوات انهن کي ڏيڻ صحيح ناهي.
9. فرض اهو ٿا لکن، تہ ڪافر حربيءَ کي صدقو فطر جو نہ ڏئي.

لُهَہ = لوهہ. غير لهندڙ = معنيٰ زمين تہ انهن جي آهي پر مال انهن نہ لڌو آهي.

10. شاهوڪار کي صدقو فطر جو نه ڏئي، جيڪو قرض ۽ بنيادي ضرورتن کان فارغ آهي.
11. فرض اهو آهي، ته پنهنجي فرعن کي فطرو نه ڏئي.
12. فرض اهو آهي، ته پنهنجي اصولن کي فطرو نه ڏئي.
13. فرض اهو آهي، ته پنهنجي زال کي فطرو نه ڏئي.
14. فرض اهو آهي، ته ڪا زال پنهنجي مڙس کي فطرو نه ڏئي.
15. فرض اهو آهي، ته هاشمين کي فطرو نه ڏئي. پر عالمن جي فتويٰ هن تي آهي، ته فطرو هاشمين کي ڏيڻ درست آهي.
16. فرض اهو آهي، ته پنهنجي مملوڪ کي فطرو نه ڏئي توڙي مملوڪ البعض هجي توڙي مڪاتب هجي.
17. فرض اهو آهي، ته شاهوڪار جي غلام کي فطرو نه ڏئي. شاهوڪار جو مڪمل غلام هجي يا ان ۾ ان جو حصو هجي.
18. فرض اهو آهي، ته شاهوڪار جي پٽ کي فطرو نه ڏئي، توڙي اهو فقير هجي.
19. فرض اهو آهي، ته اهڙي ننڍي ٻار کي نه ڏئي، جنهن ۾ ٻنهه ڪا تميز نه هجي، جيڪڏهن ان جو ڪو شرعي ولي، وصي ۽ سانڀيندڙ ڪونهي.
20. فرض اهو آهي، ته اهڙي بدعتيءَ کي نه ڏئي، جنهن جي بدعت ڪفر جو موجب هجي، جنهن سببان اهو ڪافر ٿي پوي.
21. فرض اهو آهي، ته هڪڙو فطرو صرف هڪ شخص کي ڏئي ادا ڪجي. هڪڙو فطرو ٻن شخصن يا ان کان مٿي شخصن کي نه ڏئي.



اهو وڌيڪ صحيح قول آهي. ڪتاب لکن ٿا. پر ڪن عالمن، جيڪي دين جا باني آهن فرمايو آهي، ته هڪڙو فطرو ٻن کي ڏيڻ به صحيح آهي ۽ ٻن کان مٿي به ڏيڻ صحيح آهي، ڪتابن لکيو آهي. ڪن عالمن ان تي فتويٰ ڏني آهي.

22. فرض اهو آهي ته فطرو اهڙي ٽوپي سان ڏجي جيڪو بغدادي اٺن سيرن جو آهي ۽ اڌ ٽوپو سڄا چار سير بغدادي انهن شين منجهان ڏبو جن ۾ اڌ ٽوپو ڏيڻ واجب آهي.

ٻَڳي = ڏارو. ڪاسو = ٽويو.

## اضحيٰ جو بيان

اضحيٰ پڻ واجب آهي فرض ناهي. ان ۾ پڻ ڀلارا ارڙهن فرض آهن.

1. فرض تن مان اهو ٿا چون، ته ذبح جي طريقي سان رت هاري، يا نحر جي قسم سان رت هاري.
2. فرض اهو آهي، ته اضحيٰ جي نيت ڪري.
3. فرض اهو ٿا چون، ته نيت ان وقت ڪري جڏهن اها اضحيٰ ڪنهن شخص کان خريد ڪري. ڪهڻ وقت علماءَ لکن ٿا، ته اضحيٰ جي نيت ماڳهين ضروري ڪانهي. اهو مسئلو ڪتاب اشباه ۾ آهي، جنهن کي مسئلن جي نيت ۾ ان بيان ڪيو آهي. جي ڪنهن شخص وٽ اضحيٰ موجود آهي، ڪنهن ٻئي کان خريد ڪرڻ جي تنهن کي ڪا ضرورت ئي ڪانهي، ته اهو ان کي ڪهڻ وقت نيت ڪري.
4. فرض اهو آهي، ته جانورن منجهان اٺ، بختي هجي يا عربي، ڍڳي،

ڏڳو، ساڻُ، مينهن، ٻڪري، ٻڪر، رڍ يا گهيٽو ڪهي.

5. فرض اهو آهي، ته اضحيٰ جو حيوان اهلي يعني گهريلو هجي. جيڪڏهن پٽ ۽ بيابان جو (جهنگلي) ڏڳو يا ڏڳي جنهن جو روجهه نالو آهي، يا جهنگلي گهيٽو يا ٻڪري اضحيٰ لاءِ ڪهي، ته اها اضحيٰ درست نه چئبي.

6. جي اضحيٰ لاءِ ٻڪريون يا ٻڪر ڪهن يا اضحيٰ سببان رڍ/ گهيٽو ٽا ڪهن، ته انهن جي هڪڙو شخص قرباني ڪري، اهڙي ڪنهن جانور ۾ ڪنهن ٻئي سان شريڪ نه ٿئي.

7. جي ڏڳي، ڏڳو، اٺ، ڏاچي، ساڻُ ۽ مينهن اضحيٰ لاءِ ڪهي، ته انهن جانورن کي ست شريڪ ڪهن. انهن ستن شريڪن کان مٿي نه ٿين. پر جي انهن ۾ ستن کان گهٽ شريڪ ٿين، ته اهو ڪتابن لکيو آهي، ته درست آهي.

8. اضحيٰ جا شريڪ ستين حصي کان ڪنهن هڪ شريڪ جو حصو گهٽ نه ڪن، ست شريڪ هجن يا انهن کان گهٽ هجن. جي اضحيٰ ڏڳن ۽ ڏڳين، اٺن يا ڏاچين، سانن يا مينهن سان ادا ٿو ڪري، ته ان صورت ۾ اهو حڪم آهي ته ستين حصي کان گهٽ نه ڪري. جي ڪنهن شريڪ جو ٻين کان پاڱو گهٽ ڪيائين، ته ڪنهن به شريڪ پاران اضحيٰ درست نه ٿيندي.

9. ستن ئي شريڪن مان سڀ ڪنهن جو ارادو اهو هجي، ته سڀڪو ان ۾ عبادت جي نيت رکي. توڙي اضحيٰ جي نيت ڪري، توڙي عقيقي جي، توڙي وهانءَ ڪاڻ جي توڙي تمتع توڙي دم قرآن جي



نيت ڪري يا ان جهڙي ڪنهن ٻي عبادت جي نيت ڪري؛ پر ڪنهن به عبادت جي نيت ضرور ڪري. جي ڪنهن هڪ به شريڪ پنهنجي پاڱي مان گوشت ڪاڻ جي نيت ڪئي يا انهن سان ڪو هڪ ڪافر شريڪ ٿيو، ته انهن ٻن صورتن ۾ سڀني شريڪن جي اضحيٰ صحيح نه ٿيندي. ڪافر جي عبادت جي نيت معتبر ناهي.

10. فرض اهو آهي، ته اضحيٰ جا ڪهندڙ ماڳهين اضحيٰ جي ڏينهن جي صبح کان اڳ اضحيٰ نه ڪن ۽ پڻ ٽن نحر جي ڏينهن گذرڻ کان پوءِ به ذبح نه ڪن. پهريون ڏينهن انهن مان اضحيٰ جو ڏينهن آهي، ٻيو يارهين تاريخ، ٽيو ٻارهين تاريخ. انهن ٽن ڏينهن جو نالو آهي نحر جا ڏينهن. جيڪڏهن ڪنهن مؤمن کي ڪنهن سبب جي ڪري نحر جي ڏينهن ۾ اضحيٰ نه لڌي، ان کان پوءِ ان کي وجي

سُئوانُ = ساڻُ.

لڌي، ته ان کي ذبح ڪرڻ بنهه درست ناهي. ان صورت ۾ ان تي فرض آهي، ته جيئرو حيوان صدقو ڏئي ڇڏي. يا ان جي قيمت صدقو ڏئي ڇڏي. جيڪڏهن ذوالحج جي پلي مبارڪ مهيني جي ٻارهين تاريخ جو سج لٿو، ته ان کان پوءِ اضحيٰ ڪهڻ درست ناهي.

11. فرض اهو آهي، ته شهر جو رهاڪو عيد نماز کان اڳ اضحيٰ نه ڪهي. عيد نماز کان اڳ ان جو ڪهڻ جائز ناهي، جيڪڏهن اضحيٰ جو ڪهندڙ ڳوٺ جو آهي، ته ان کي عيد اضحيٰ جي ڏينهن پرهه ڦٽڻ کان پوءِ ڪهڻ درست آهي.

12. فرض اهو آهي، ته اضحيٰ ۾ ڪو اهڙو عيب نه هجي، جيڪو

اضحيٰ جي صحيح ٿيڻ ۾ رڪاوٽ هجي. ان اصول هيٺ اکين کان انڌي، ڪاٽي، ڏبري، جيڪو ڪهڻ جي جاءِ تائين پنهنجي پيرن تي هلڻ جي سگهه نه ساري سگهي يا هٿ يا پير وڍيل يا پڇ وڍيل، دوڏو يا اک نڪتل يا ڪن، اک، پڇ يا دوڏو ٽين پتيءَ کان مٿي وڃايل اٿس، ته اهڙي جانور جي قرباني صحيح ناهي.

13. فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن اٺ جي قسم جي جانور جي اضحيٰ ٺو ڪري، ته ان تي فرض اهو آهي، ته اهو اٺ ڪهي، جنهن جي عمر پورا پنج سال هجي. جيڪڏهن اهڙو اٺ ڪنائين، جيڪو پنجن سالن کان ننڍو آهي، توڙي هڪ ڏينهن ننڍو هجي، ته اهڙي صورت ۾ اضحيٰ درست نه چئبي.

14. فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ڏڳن جي قسم جي جانور جي اضحيٰ ٺو ڪري يا مينهن يا سانُ ڪهڻ ٺو گهري، ته انهن جي باري ۾ ان شخص تي فرض اهو آهي، ته انهن جي پورا ٻه ورهيه عمر هجي. جيڪڏهن انهن مان اهڙو ڪو جانور ڪنائين جنهن جي ٻن ورهين کان گهٽ عمر آهي، ڏينهن هڪڙو گهٽ ڇو نه هجي، ته به قرباني درست نه ٿيندي.

15. فرض اهو آهي، ته جيڪڏهن ٻڪرين منجهان اضحيٰ ٺو ڪري ته انهن جي عمر ۾ پورو هڪ ورهيه فرض آهي. جيڪڏهن ٻڪريءَ جي عمر ان کان ننڍي هئي، ڇو نه هڪڙو ڏينهن ننڍي هجي، ته اها قرباني درست نه ٿيندي.

16. فرض اهو آهي، اضحيٰ جو گهيٽو پوري هڪ ورهيه جي عمر جو



هجي يا ان کان گهٽ هجي، تانته ان جي ڇهن مهينن جيتري عمر ٿئي. پر جي گهري ته ورهيه کان گهٽ عمر جو گهيٽو ڪهان، توڙي ڇهن مهينن جو يا ان کان وڌيڪ، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته اهو گهٽو ننڍو اهڙي وصف وارو هجي جو جڏهن اهو اهڙن گهيٽن سان ٻيهي جيڪي پوري ورهيه جي عمر جا آهن، ته پري کان ڏسندڙ ان کي پانئين ته هيءُ به ورهيه جو آهي. پر جيڪڏهن ان ۾ اها وصف ناهي، ته ان کي اضحيٰ لاءِ ڪهڻ ماڳهين درست نه آهي.

17. فرض ڪتابن اهو لکيو آهي، ته جيڪڏهن ڪو عيد جي نماز ڇڏي ڏئي، عذر جي سببان يا بنا عذر جي، ته ان جي حق ۾ فرض اهو آهي، ته ان ڏينهن اهو اضحيٰ زوال کان پوءِ ڪري. جيڪڏهن عيد جي نماز عيد جي ڏينهن نه پڙهيائين، پر اضحيءَ کي زوال کان اڳ ڪنائين ته سندس اها اضحيٰ نه ٿي. پر جي ان ڏينهن کان پوءِ يارهين تاريخ يا ٻارهين تاريخ اضحيٰ ڪنائين ته شريعت ۾ اها درست چئبي؛ توڙي اها نماز عيد کان اڳ ڪنائين توڙي نماز عيد کان پوءِ. فتاويٰ عالمگيري ۾ ان جو بيان آهي.

18. فرض اهو آهي، ته ذبح ۾ انهن مڙني فرضن جي رعايت رکي، جيڪي ذبح جا فرض ڪتابن لکيا آهن. اهي فرض ڳاٽيتي ۾ تمام گهٽا آهن. وڏن ڪتابن انهن جو تفصيل لکيو آهي.

## فصل چوڏهون

### روزي جا فرض

سيڪو مؤمن دل سان ڄاڻي ته رمضان جا مڙئي روزا فرض عين آهن. انهن جي فرضيت قيامت جي ڏينهن تائين باقي رهندي. اهي سڀ ڪنهن سال ۾ ورائي ورائي فرض ٿين ٿا. اهي مڪلف مٿان فرض آهن. جيڪو عاقل بالغ مسلمان مرد هجي يا عورت. ڪڏهن اهي اٽٽيهه فرض ٿين، ڪڏهن ٽيهه، جڏهن مهينو اٽٽيهو يا ٽيهو ٿئي. پر علماءَ روزي جا جيڪي فرض لکن ٿا، سي مڙئي ليکي ۾ سٺ چون ٿا. اهي روزي سان تعلق رکندڙ فرض ٻن قسمن جا آهن. هڪڙا فرض اهي آهن، جيڪي روزي جا رڪن آهن. جيڪي ليکي ۾ مڙئي ٽي آهن.

1. انهن مان پهريون رڪن اهو آهي، ته ڪابه شيءِ پنهنجي پيٽ، پنهنجي دماغ ۽ جسم جي ڪنهن به سوراخ مان داخل نه ڪري، اها شيءِ کاڌي جي قسم جي هجي يا پيئڻ جي قسم جي هجي يا ماڳهين اها شيءِ کائڻ پيئڻ جي نه ئي هجي. انهن شين کان پاڻ کي حقيقي طور جهلي يا حڪمي طور. جيئن ويسر ۾ کائي يا پيئي، ان کان پوءِ رمضان جو روزو پورو ڪري. ان طرح بحرالرائق ۾ بيان آهي.
2. رڪن آهي، پاڻ کي جماع کان جهلڻ، ظاهري توڙي معنوي جماع کان.
3. رڪن اهو آهي، ته پاڻ کي انهن شين کان، پرهه جي وقت کان وٺي



سج لهڻ جي وقت تائين جهلي؛ پر اهو جهلڻ روزي جي نيت سان هئڻ گهرجي.

روزي جي فرضن منجهان ٻئو قسم روزي جا شرط آهن، جيڪي پورا ٽي قسم آهن. پهريون قسم انهن مان آهي وجوب جا شرط، جيڪي ليکي ۾ ٽي آهن.

1. شرط آهي، اسلام.
2. شرط آهي، بالغ هئڻ، پلارا علماءَ چون ٿا.
3. شرط، ٽن شرطن منجهان آهي، عقل.

انهن مان ٻيو قسم آهي اداءِ جي وجوب جا شرط، جيڪي پڻ پورا ٽي آهن.

1. شرط، حيض ۽ نفاس کان پاڪائي آهي.
2. شرط آهي، بيماريءَ کان چڱو ڀلو هئڻ.
3. شرط آهي، اقامت.

ٽيون قسم انهن مان، اهي شرط آهن جيڪي روزي جي درستگيءَ جا شرط آهن. ان ۾ علماءَ ايڪيهه فرض لکن ٿا.

1. شرط آهي، اسلام.
2. شرط عورت جو حيض ۽ نفاس کان پاڪ هئڻ.
3. شرط آهي، سڀ ڪنهن روزي لاءِ نيت ڪرڻ يا اهڙي ڳالهه ڪرڻ، جيڪا نيت جي جاءِ تي هجي. جيئن سحريءَ وقت کائڻ يا پيئڻ، پر جي سحري کائي پئي ته؛ پر روزي رکڻ جي دل ۾ نيت ئي نه هجيس، ته اهو کائڻ ۽ پيئڻ ڪافي نه چئبو، ان کي نيت جي جاءِ

تي نہ مجبو. جيڪڏھن رمضان جا روزا ادا ٿو ڪري يا نذر معين جا ٿو رکي يا نفل جا روزا ٿو رکي، تہ چون ٿا، تہ بدزي جي مطلق نيت ڪافي آهي. پر جيڪي روزا انهن ٽن قسمن کان سواءِ آهن، تن ۾ مطلق نيت ڪافي ناهي؛ انهن جي نيت ۾ تعين ڪرڻ گهرجي.

4. فرض اهو آهي، تہ ٽن قسمن جي روزن کان سواءِ ٻين روزن ۾ نيت جي وقت تعين ڪري.
5. فرض، روزي جي "ضحويٰ ڪبري" کان اڳ نيت ڪرڻ آهي. توڙي رمضان جا روزا هجن يا نذر معين جا. يا نفل جو روزو هجي. "ضحويٰ ڪبري" زوال کان اڌ ڏينهن تائين جي وقت کي چوندا آهن. جنهن ۾ طلوع کان اڌ ڏينهن جو زوال ٿيندو آهي. ان ضحوي جو نالو شرعي آهي، "نصف النهار شرعي". جيڪڏهن "ضحويٰ ڪبري" کان نيت ۾ دير ٿو ڪري، انهن ٽن قسمن مان ڪنهن هڪ ۾، تہ اهڙو روزو درست نہ ٿيبو.
6. اڳين ٽن قسمن کان سواءِ ٻين روزن ۾ پرھ کان اڳ روزي جي نيت ڪرڻ فرض آهي. جيئن رمضان جي قضا جو روزو، ڪفاري جو روزو، غير معين نظر جا روزا يا نفل جي قضا جو روزو، جيڪو نفلي روزو ٽٽڻ کان پوءِ قضا ڪجي. انهن روزن جي جيڪڏهن پرھ کان پوءِ نيت ڪيائين، تہ اهي روزا اهڙي طريقي سان درست نہ ٿيبا.
7. اڳئين ڏينهن جي روزي جي، سج لهڻ کان اڳ نيت نہ ڪجي.



جيڪڏهن سج لهڻ کان اڳئي نيت ڪري تہ سڀاڻڪي ڏينهن جي روزي جي نيت ٿو ڪريان، تہ اهو روزو صحيح نہ ٿيندو. جن روزن جي روزي جي ڏينهن ضحويٰ ڪبريٰ کان اڳ نيت ڪرڻ جائز آهي، انهن جي اهڙي صورت ۾ نيت ڪرڻ مهل فرض اهو آهي، تہ نيت ڪري، تہ روزي جي اول ڏينهن کان نيت ڪريان ٿو. جيڪڏهن ڪنهن شخص مطلق ڪنهن ڏينهن جي نيت ڪئي، هن وقت جو نالو نہ ورتائين، "اول ڏينهن" کان جا لفظ نہ چيائين تہ اهو روزو صحيح ٿيندو.

8. فرض اهو آهي، تہ نيت وقت يقين سان نيت ڪري، نيت وقت نيت ۾ شڪ نہ ڪري. جيڪڏهن اصل نيت ۾ شڪ ڪيائين. جيئن اهڙي نيت شڪ جي ڏينهن بابت ڪيائين، تہ جيڪڏهن سڀاڻڪو ڏينهن رمضان منجهان آهي، تہ سڀاڻڪي روزي جي نيت ڪريان ٿو. جيڪڏهن سڀاڻڪو ڏينهن شعبان جي آخر جو ڏينهن آهي، تہ سڀاڻڪي روزي جي هرگز نيت ناهي، تہ ان نيت سان رمضان جو روزو شڪ جي ڏينهن ۾ تردد جي سببان صحيح نہ ٿيندو. جيڪڏهن نيت ۾ روزو يقيني اٿس، پر تنهن ۾ شڪ نيت جي سببان ڪيو اٿس يا نيت ۾ تہ روزو يقيني اٿس؛ پر ان ۾ نيت جي صفت ۾ شڪ ڪيو اٿس، تہ جيڪڏهن سڀاڻي پهرين رمضان جي ٿي، تہ رمضان جي روزي جي نيت ڪيان ٿو، جيڪڏهن سڀاڻڪو ڏينهن شعبان مهيني جو ٿيو، تہ ڪفاري جي روزي جي نيت اٿم يا اڳئين رمضان جي قضا جي نيت اٿم. تہ ان صورت ۾ جيڪڏهن

شڪ وارو ڏينهن رمضان جو ٿيو، تہ نيت جي صفت تردد واري ختم ٿي ويندي ۽ اصل نيت باقي رهندي؛ پر جيڪڏهن اهو ڏينهن شعبان جو ظاهر ٿيو يا ٻنهي مان ڪوبہ ڏينهن ثابت نہ ٿيو، تہ اهو روزو نہ قضا ڪان درست ٿيو نہ ڪفاري ڪان درست ٿيندو. ڪتاب هدايہ ۾ ان جو بيان آهي ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ ان جو ذڪر آهي.

9. فرض ان باري ۾ اهو آهي، تہ روزو ان شيءِ جو رکي جنهن جي شروع ۾ نيت ڪيائين. ٻن روزن ڪي نيت ۾ جمع نہ ڪري، جيڪڏهن نيت ۾ ٻہ روزا فرض جا گڏيائين تہ ان صورت ۾ اهي ٻئي روزا يا هڪڙي جنس ڪان ٿيا جيئن هڪڙي ڏينهن ۾ هيءَ نيت ڪيائين، تہ هيءُ روزا هڪڙي رمضان جا رکان ٿو. يا ٻن ظهار جي ڪفارن جا رکان ٿو. يا ٻن سونهن (قسمن) جي ڪفاري جا هيءُ روزا رکان ٿو، تہ ان صورت ۾ هڪڙو روزو صحيح ٿيندو. ان وقت روزيدار ڪي اهي اختيار آهن تہ ان ڪي پهريون پانئي يا پويون. مظهر الانوار ۾ ان جو بيان آهي. جيڪڏهن ان ڏينهن ۾ ٻہ روزا نيتيائين، پر اهي ٻئي روزا الڳ الڳ جنسن جا آهن، تہ انهن ۾ اهو ڏسبو تہ پهريون ٻئي ڪان وڌيڪ قوي آهي يا ٻيو

تهر = ان وقت

پهرئين ڪان قوي آهي، جيئن ڪنهن ماڻهوءَ رمضان جي ڏينهن ۾ اها نيت ڪئي، تہ رمضان جو روزو ادا ٿو ڪريان ۽ ٻيو واجبن منجهان پڻ، تہ ان صورت ۾ حڪم اهو ٿا لکن، تہ اهو رمضان جو روزو چئبو. چاڪاڻ تہ رمضان جو روزو واجب ڪان وڌيڪ قوي



آهي. ٻيو مثال جيئن ڪنهن هڪڙي ڏينهن ۾ هن طرح جمع ڪيو، تہ رمضان جي قضا ۽ ان جو ڪفارو ادا ٿو ڪريان يا رمضان جي قضا سان ظهار جو ڪفارو گڏيائين يا قسم جو ڪفارو گڏيائين يا ان جي قضا سان قتل جي ڪفاري جي نيت گڏيائين، تہ انهن مڙني صورتن ۾ هيءُ حڪم آهي، تہ اهو روزو رمضان جي قضا شمار ٿيندو. جو قضا جو روزو شريعت موجب ڪفارن جي روزن ڪان وڌيڪ قوي آهي. پر جيڪڏهن ٻئي روزا ماڳهين مساوي آهن، ڪو هڪ ٻئي ڪان قوي ناهي. جيئن هڪ روزي ۾ ٻن ڪفارن جي نيت ڪري، ظهار جو ڪفارو قسم جي ڪفاري سان گڏي يا رمضان جي ڪفاري سان قتل جي ڪفاري ڪي گڏي يا قتل جي ڪفاري سان ظهار جو ڪفارو گڏي، تہ اهڙي صورت ۾ ڪا هڪ نيت معتبر نہ چئبي. هيءُ روزو ڪنهن بہ پاسي جو نہ ٿيندو. امام اعظم جو اهڙو مذهب آهي، پڻ امام محمد جو اهو قول آهي. پر ان صورت ۾ امام ابويوسف فرمايو آهي، تہ ان صورت ۾ بہ روزيدار ڪي اختيار آهي، تہ هيءُ روزو جيڪو گهري تنهن ڪان پاڙي. محيط سرخيءَ ۾ ان جو بيان آهي. ۽ جيئن ڪنهن پنهنجي نيت ۾ ٻہ روزا ٻن رمضانن جا گڏ ڪيا، تہ ان صورت ۾ پڻ حڪم اهو ٿا لکن، تہ اهو روزو ڪنهن بہ پاسي ڪان واقع نہ ٿيندو، نہ پهرئين رمضان جي قضا ٿيندي نہ پوئين جي. اهو پڻ محيط سرخيءَ ۾ آهي. هيءُ سڄو حڪم ان شخص جو آهي، جنهن هڪ ڏينهن ۾ ٻہ فرض روزا جمع ڪيا جيڪڏهن فرض ۽ نفل روزا جمع ڪيائين يا نفل ۽ واجب

جمع ڪيائين، هڪ ڏينهن ۾ انهن جي گڏ نيت ڪيائين، جيئن
ڪنهن شخص نفل روزو رکڻ جي نيت ڪئي، باس يا ڪنهن ٻئي
واجب سان گڏ، ته ان صورت ۾ حڪم اهو آهي، ته اهو روزو فرض
۽ واجب کان واقع ٿيندو. اهو روزو نفل کان واقع نه ٿيندو. ڇاڪاڻ
ته فرض ۽ واجب نفل کان قوي آهي، امام اعظم جو اهو مذهب
آهي ۽ پڻ امام ابو يوسف جو قول اهو آهي. پر امام محمد انهن
ٻن صورتن ۾ اهو فرمايو آهي، ته اهو روزو صرف نفل کان ٿيندو.
ان سان فرض ۽ واجب ادا نه ٿيندو. محيط برهانيءَ ۾ ۽ سراج وهاج
۾ ان مسئلي جو گهڻو بيان آهي. پر جي نيت ۾ ٻه روزا نفل جا
جمع ڪيائين، جيئن حج جي ڏينهن جيڪو سومر جو ڏينهن آهي.
سومر جي روزي ۽ نائين تاريخ ذوالحج جي روزي جي گڏ نيت
ڪيائين، صاحب اشباهه پنهنجي ڪتاب اشباهه ۾ فرمايو آهي، ته
ان جو ڪنهن ڪتاب ۾ حڪم نه لڌو آهي، ان جو حڪم الله ٿو
ڄاڻي.

11. فرض رمضان جي روزي جو اهو آهي، ته رمضان جا روزا رمضان
جي ڏينهن ۾ رکي، رمضان جو مهينو رمضان جي روزن جو وقت
آهي، ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن رمضان جا روزا رمضان جي
مهيني کان اڳ رکي ڇڏيا، ته اهي روزا رمضان جي روزن کان
درست نه چئبا. پر جي اهي روزا رمضان کان پوءِ ٿو رکي، ته ان
صورت ۾ جيڪڏهن اها نيت ٿو ڪري، ته هنن روزن سان رمضان
جي قضا ٿو ڪريان ۽ اها نيت پرهه کان اڳي ڪئي اٿس، ته اهي



پويان روزا رمضان جي روزن کان ٿي ويندا. پر جي انهن ۾ قضا
جي نيت ٻنهه نه ڪيائين يا انهن جي پرهه کان پوءِ نيت ڪيائين،
ته انهن ٻنهي صورتن ۾ حڪم اهو ٿا لکن، ته اهي روزا قضا جا
ماڳهين نه ٿيندا. انهن سان قضا هرگز صحيح نه ٿيندي. پر روزن
جي اها تاخير يعني رمضان جا روزا رمضان کان پوءِ رکڻ
جيڪڏهن ڪو ڄاڻي واڻي ٿو ڪري، ته ان تي تاخير جو گناهه لازم
ايندو. پر جي اها تاخير ڪنهن عذر جي سببان ٿي جيئن سفر يا
بيماري، جيڪا روزي کان مانع آهي، ته ان تي تاخير جو گناهه ٻنهه
ڪونهي.

12. فرض آهي، نيت کان پرهه کان اڳي نه موٽڻ، جي ان نيت کان پرهه
کان اڳي موٽيو، ته ان جو اهو روزو ٻنهه صحيح نه ٿيندو. پر جي
ان نيت کان پرهه کان پوءِ موٽيو، ته ان جو روزو صحيح ۽ درست
چئبو. اهو موٽڻ ماڳهين معتبر نه چئبو.

13. فرض آهي، روزيدار جو اهڙين شين کان پاسو ڪرڻ، جيڪي
ڪتابن روزي جون ڀڃندڙ لکيون آهن. انهن جو تفصيل فقهه جي
ڪتابن ۾ موجود آهي.

14. فرض اهو آهي، ته رمضان منجهان ان کان جيترا روزا ويا آهن، يا
ڄاڻي واڻي ڇڏيا اٿس، ته اوترا ئي روزا قضا ڪرڻ فرض آهي.

15. جيڪڏهن ڪو روزو ڄاڻي واڻي بنا عذر جي ڀڳائين، جي ان
روزي جي پرهه کان اڳي نيت ڪيائين يا ٻيا جيڪي شرط وڏن
ڪتابن ۾ مذڪور آهن، اهي پڻ موجود ٿيا، ته پوءِ ان روزي جو

ڪفارو ادا ڪرڻ فرض آهي.

16. فرض، تہ ظهار جو ڪفارو پڻ فرض آهي. ظهار ڪتابن لکيو آهي، تہ ان کي چئجي، جو پنهنجي عورت کي اهڙا لفظ چئجن، تہ تون مون تي تهڙي جهڙي منهنجي ماءُ، يا جهڙي امان جي پٺ يا جهڙو ان جو پيٽ.

17. فرض، قتل جو ڪفارو لکن ٿا.

18. فرض قسم جو ڪفارو آهي. توڙي انهن ڪفارن لاءِ ٻانهو آزاد ڪري يا سٺ فقيرن کي ڪارائي، ڪفاري طور يا ڪفاري جا رب جي رضا لاءِ روزا رکي. انهن ٽن قسمن جو وڏو تفصيل آهي. اهي چئن ڪفارن ۾ ٿيندا آهن. ان جو تفصيل واضح ۽ چٽو، فقهہ جي پلارن وڏن ڪتابن ۾ موجود آهي.

19. فرض آهي روزن لاءِ فديو ڏيڻ، جي ڪنهن شخص کان رمضان جا روزا ويا هجن تہ. پر اهو فديو ان شخص جي مٿان آهي، جيڪو گهڻو پوڙهو ۽ فاني ضعيف آهي يا حڪم ۾ پوڙهي جي مشابهہ آهي، جنهن کي روزي جي ٻنهہ طاقت ئي ڪانهي، تہ ڪو حال ۾ اهو ادا ڪري سگهندو، نہ ئي اها اميد اٿس، تہ ايندڙ ڪنهن وقت ۾ رهيل قضا لاهي سگهندو، تہ اهڙي شخص لاءِ فديو ڏيڻ فرض آهي.

20. فرض ان تي آهي، جيڪو موت کي ويجهو اچي پهتو آهي، تہ رمضان جي ڪانئس ويل روزن جي فديي ڏيڻ جي وارثن کي وصيت ڪري، توڙي ادا روزن جي توڙي قضا جي. ۽ پڻ انهن کي



اها وصيت ڪري، تہ ڪفاري جي روزن جو فديو ڏجو، جيڪي روزن جي پڄڻ جي ڪري مون تي فرض آهن. ۽ اها وصيت بہ ڪري تہ مون تي جيڪي ڪفارا لازم آهن، جيڪي مون کان غفلت جي سببان رهجي ويا آهن تن جو بہ فديو ڏجو. ۽ اها وصيت پڻ ڪري، تہ ٻين حقن جو بہ فديو ڏجو، جيڪي مون کان ادا ڪرڻ کان رهجي ويا. جيڪڏهن ان شخص جو مال ايترو آهي جنهن مجهان هوند مڙئي وصيتون ادا ٿي وينديون، تہ ان صورت ۾ ان شخص تي جيڪو مرڻ کي ويجهو اچي ٿيو آهي، فرض آهي، تہ مڙئي وصيتون ڪري، ڪابہ رهائي نہ ڇڏي، تہ وارث اهي سندس مال مان ڏين. پر جيڪڏهن ان جو مال ٿورڙو آهي. ان مان سڀ ڪا وصيت پوري نٿي ٿي سگهي، تہ پوءِ مال جي اندازي مطابق وصيت ڪري. ان کان وڌيڪ ماڳهين وصيت نہ ڪري. جنهن لاءِ مال نہ بچي سا وصيت موقوف ڪري.

21. فرض اهو آهي، تہ ميت جي پاران سندس وارثن تي فديو ڏيڻ فرض آهي، جيڪڏهن ميت وارثن کي اها وصيت ڪئي آهي، تہ منهنجي مال منجهان هيءَ سڀ شيون ڏجو ۽ ان وصيت کان پوءِ اهو شخص فوت ٿي ويو ۽ ايترو مال ڇڏيائين، جنهن منجهان مڙئي فديا ادا ٿي وڃن ٿا، تہ اهو فديو رمضان جي روزن کان ڏجي، ادا هجن توڙي قضا ۽ پڻ روزي جي ڪفاري جو ۽ ٻين ڪفارن جا پڻ فديا ڏجن. ۽ پڻ انهن حقن کان فديو ڏجي جيڪي رب لازم ڪيا آهن.

پرؤُ = پوڙهو.

پر جي ان شخص مال ٿورڙو ڇڏيو آهي، ته وارث تي اهي حق لاهڻ فرض آهن، جن جي لاهڻ کي ان جو مال پورو ٿي سگهي. ان کان وڌيڪ جو لاهڻ فرض ناهي. جيڪڏهن ميت پنهنجي مال منجهان حق ادا ڪرڻ جي ڪابه وصيت بنهه ڪانه ڪئي، ته ان صورت ۾ وارثن تي مستحب آهي، ته ان جي مال منجهان سندس حقن جو فديو ڏين يا پنهنجي مال منجهان ڏين. هن جڳهه تي ايڪيهه فرض اچي پورا ٿيا. جي اهي ايڪيهن نون فرضن سان ڳڏبا، جيڪي اڳ ۾ ذڪر ڪيم، ته مڙئي ٽيهه فرض روزن جا ٿيندا. انهن نون منجهان ٽي رڪن چيائون، ٽي وجوب جا فرض ۽ ٽي ادا جا فرض. پڻ جي اهي ٽيهه انهن ٽيهن سان ڳڏبا جيڪي ٽيهه روزا رمضان جا الله فرض ڪيا آهن، ته مڙئي روزن جا فرض پورا سٺ ٿي ويندا. سي ڪنهن عاقل بالغ مسلمان تي اهو فرض آهي، سي ڪنهن ورهيه ۾، جيڪڏهن رمضان جو مهينو پورو ۽ مڪمل ٿئي، ته ٽيهه روزا رکي.



## فصل پندرهون

### اعتڪاف جا فرض

لکيي ۾ اهي چار فرض آهن.

1. فرض اعتڪاف جو آهي، نيت ڪرڻ. واجب اعتڪاف هجي توڙي نفل توڙي سنت مؤڪد. سنت مؤڪد جو مثال پونين ڏهن رمضان جي ڏينهن جو اعتڪاف لکن ٿا. اعتڪاف واجب جو ڪتابن مثال لکيو آهي، اهو اعتڪاف جيڪو باسيائين. انهن ٻن قسمن کان سواءِ ٻيا اعتڪاف جيڪي آهن، سي مڙئي اعتڪاف علماءَ چون ٿا، ته نفل آهن.
2. فرض ان جو آهي، اهڙي مسجد جنهن ۾ جماعت سان نماز پڙهجي ٿي. پر اهو مردن تي فرض آهي، اهو عورت تي فرض بنهه ناهي، جيڪڏهن ڪو مرد مسجد کان ٻاهر ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي اعتڪاف ۾ ويهي، جيڪا جاءِ شريعت موجب مسجد جو غير آهي، ته ان مرد جو اعتڪاف صحيح نه ٿيندو.
3. فرض زالن لاءِ مسجد فرض چون ٿا. توڙي جماعت واري مسجد هجي، توڙي اها مسجد هجي، جيڪا عورت پنهنجي گهر ۾ نماز لاءِ ڪئي آهي.
4. فرض آهي، جنهن معتڪف اعتڪاف واجب شروع ڪيو، تنهن جو اهڙين شين کان پاسو ڪرڻ، جيڪي اعتڪاف کي ڀڃن ٿيون. جيئن مسجد مان بنا عذر جي نڪرڻ. جيڪو عذر شريعت ۾ معتبر هجي ۽ جيئن عورت سان جماع ڪرڻ ۽ ان جهڙا جيڪي ٻيا

اعتڪاف واجب ڪي پيچندڙ ۽ فاسد ڪندڙ آهن. انهن صورتن ۾
اعتڪاف جي قضا واجب ٿيندي ۽ ثواب به ماڳهين نه ٿيندس. نه ئي
ان مقدار جو ثواب ٿيندس، جيڪو پيچندڙ ظاهر ٿيڻ کان اڳ
گذريو. جڏهن ته ان جي پيچڻ جو ان شخص کي گناهه ٿيندو، جنهن
ان کي بنا عذر جي پيچو پر اهو اعتڪاف جيڪو سنت يا نفل آهي،
ان ۾ انهن کان پاسو ڪرڻ بنهه فرض ناهي، اهي نفل ۽ سنت
اعتڪافن جا پيچندڙ ناهن. ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن اعتڪاف
نفل ۽ سنت ۾ اهڙو ڪم ڄاڻي واڻي ڪيو، ته ان تي ان اعتڪاف
جي قضا فرض نه چئبي. پر ان صورت ۾ اهي اعتڪاف ختم چئبا.
ان شخص کي اعتڪاف جي اوتري مقدار جو ثواب ٿيندو، جيتري
مقدار تائين هن اعتڪاف ڪيو آهي، ان تي پيچڻ جو گناهه بنهه
ڪونهي. پر اعتڪاف سنت ۾ هيءُ حڪم آهي، ته جڏهن ڪنهن
وٽ اعتڪاف جو پيچندڙ لڌو، جيڪو اعتڪاف واجب کي شريعت
موجب پيچي ٿو، ته ان صورت ۾ سنت اعتڪاف ان هٽان هليو
ويندو. جيترو مقدار اعتڪاف جي پيچندڙ جي ظهور کان اڳ هو
وينو آهي، اهو مستحب ۽ نفل چئبو. ان صورت ۾ اهو نه چئبو
ته سنت ادا ٿي.



## فصل سورهون

### حج جا فرض

سپ ڪنهن کي گهٽي يقين سان ڄاڻڻ گهرجي ته حج پنهنجي
ذات جي ڪري فرض آهي. حج جو فرض قيامت تائين قائم آهي. ز الن
۽ مردن تي فرض آهي. جن ۾ وجوب جا شرط موجود ٿين، جيئن سفر
خرچ ۽ سواري ۽ ان جهڙا ٻيا شرط جيڪي فقهه جي ڪتابن ۾ وڏي
تفصيل سان ذڪر ٿيل آهن. جي پڻ هن ڪتاب ۾ ايندا پر اجمال جي
طور تي انهن جو بيان ڪندس. پر ڪڏهن حج ڪنهن عارض جي سببان
اهڙي ماڻهوءَ تي به فرض ٿي پوندو آهي، جنهن کي حج جي ماڳهين
قدرت ئي ڪانهي. ان عارض جو هڪ مثال آهي. باس ۽ قضا، جيڪا
حج وڃڻ کان پوءِ ڪري ٿو. يا حج پيچڻ کان پوءِ قضا ڪري ٿو. يا
اختصار جي جهت کان حج قضا ڪري ٿو. تنهن کان پوءِ شروع کان بندُ
ٿيو. ۽ پڻ حج فرض ٿيندو آهي فقير (جنهن تي حج فرض ناهي، تنهن)
جي حج جي مهينن ۾ مڪي ۾ داخل ٿيڻ سان يا اهو ان مقام تي اچي
داخل ٿيو، جيڪو مواقيت ۾ داخل آهي. مواقيت چئبو آهي احرام جي
جڳهين کي. توڙي ان مقام تي احرام کان پوءِ داخل ٿيو توڙي احرام
کان اڳ داخل ٿيو. ان طرح شيخ علي قاريءَ شرح مشڪوات متوسط
۾ گهٽي وضاحت سان لکيو آهي. ان جي ٻن جڳهين تي ان جو بيان
ڪيو اٿس. پڻ حج ۾ هڪ سؤ ٿي فرض آهن. به فرض عمري ۾ آهن
علماءَ لکن ٿا، ۽ حج جو ٻئي جي پار ان پڙهڻ جا پورا چوويهه فرض آهن.

ڇهه فرض نفلي حج ۾ لکن ٿا. ۽ ٻئي شخص جي پاران جيڪڏهن عمرو ڪجي، ته ان ۾ پڻ پورا ڇهه فرض آهن. سيني جو هن ڪان پوءِ بيان ايندو. هيءُ جيڪي فرض موچارا بيان ڪيم، سي ليکي شماري ۾ انٽيهه آهن. جي اهي انهن فرضن سان ڳڏائيندا سين جيڪي حج جا هڪ سؤ تي فرض آهن، ته حج ۽ عمري جا مڙئي هڪ سؤ ايڪيتاليهه فرض ٿيندا. پر حج جا مڙئي فرض ٻن قسمن جا چون ٿا. پهريون قسم انهن مان اهي فرض آهن، جيڪي حج جا رڪن آهن. اهي ٻه فرض آهن، علماءُ لکن ٿا.

1. فرض آهي، عرفات ۾ وڃڻ توڙي ڪا هڪ ساعت ئي وڃي.
2. طواف فرض منجهان ڪعبي جا چئن ڪان متي چڪر ڪڍڻ (طواف ڪرڻ) فرض آهي.

ٻيو قسم حج جي انهن فرضن جو آهي، جيڪي حج جا رڪن ناهن. اهي مڙئي پورا ٽي قسم آهن. پهريان انهن مان اهي آهن جيڪي حج جي فرضيت لاءِ شرط آهن، ٻيا ادا جي فرضيت جا شرط چون ٿا، ٽيان حج جي ادا جي درستيءَ جا شرط چون ٿا.

پهريون قسم انهن منجهان اهي آهن، جيڪي فرضيت حج جا ڪتابن شرط لکيا آهن. اهي ليکي شماري ۾ اٺ فرض آهن.

1. فرض انهن مان آهي اسلام، ان ڪري ڪافر تي حج فرض نه چئبو.
2. فرض انهن مان بلوغت چون ٿا. تنهن ڪري ٻار تي حج فرض ناهي.
3. فرض ڪتاب لکن ٿا، ته عقل آهي. تنهن ڪري چريئي تي حج فرض ناهي. جنهن جو عقل چريائي سبٻان هليو ويو. پڻ حج معتوهه تي



فرض نه چئبو، جنهن جا گهڻا احوال اڪثر مختلف آهن.

4. فرض حج جو اُن شخص جو آزاد هئڻ آهي. ان ڪري حج غلام تي فرض ناهي.
5. ماڻهو پنهنجي ٿمر ۽ عيال جي گذر سفر جو ملڪيت جي طور تي مالڪ هجي. وڃڻ جو ٿمر توڙي موٽڻ جو ٿمر ٻئي هجڻ گهرجن. پڻ اهو ڪنهن وهٽ/ جانور جو مالڪ هجي، توڙي عين جانور جو مالڪ هجي يا نفعي جي ملڪيت جو مالڪ آهي. توڙي اهو شخص اهڙيءَ صفت وارو هجي جو هوند پيرن سان بنا مشقت جي هلي سگهي. يا بنا سواريءَ جي بنهه هلي نه سگهي. توڙي اٺ، ڏڳو يا گڏهه ميسر ٿئيس يا ان ڪان سواءِ ڪو ٻيو جانور سواريءَ لاءِ ميسر ٿئيس پر هيءُ سڄو حڪم علماءَ ان جو ٿا لکن، جيڪو ميقات ڪان ٻاهر تو رهي. ميقات انهن جاين کي چون ٿا، جيڪي احرام ٻڌڻ لاءِ مقرر آهن. پر جيڪي ميقاتن ڪان اندر يا خود ميقاتن ۾ رهن ٿا انهن جي حق ۾ سواريءَ جو هئڻ شرط ناهي. جيڪڏهن اهو پنڌ ڪرڻ تي قدرت رکي ٿو، پر جي پنڌ جي قدرت نه اٿس، ته پوءِ ان جي حق ۾ ٻه وهٽ شرط آهي. حج فقير جي مٿان فرض ناهي، جنهن کي انهن شين تي قدرت ناهي، جن جو گهڻو چٽو بيان ڪيم.
6. فرض اهو آهي، ته اها قدرت حج جي وقت هئڻ گهرجي. حج جو وقت پورا ٻه قسم لکن ٿا. پهريون قسم وقت جو اهو آهي، جنهن ۾ ان جي شهر جا ماڻهو حج جي مهينن ڪان اڳي حج لاءِ نڪرن ٿا. حج جا مهينا آهن، شوال، ذوالقعد ۽ ڏهه تاريخون ذوالحج جون، ۽

بيو قسم حج جا مهينا آهن جن ۾ ان جي شهر جا ماڻهو حج جي ارادي سان نڪرن ٿا. جيڪڏهن ماڻهو ايتري مال جو مالڪ آهي، جنهن سان حج جو پورائو ٿي ٿو وڃي، ان وقت کان اڳ جنهن ۾ ماڻهو پنهنجي وطن جي شهر کان پلي حج لاءِ نڪرن ٿا. پر جڏهن اهو وقت آيو، جنهن ۾ ماڻهو حج لاءِ نڪرن ٿا ۽ ان کان اڳ ان جو مال خرچ ٿي ويو، ته ان طرح پهرين صورت ۾ حج فرض ٿيندو يا حج جي مهينن کان اڳ ٻي صورت ۾ اهو مال پنهنجي ڪمن ۾ خرچ ڪري ڇڏيائين حج جي مهينن جي وقت کان اڳ ان کي حج ۾ بنهه نه خرچ ڪيائين، ته ان صورت ۾ حج فرض نه چئبو. پر جي ڪو شخص انهن ٻن وقتن مان ڪنهن هڪ وقت ۾ ايتري مال جو مالڪ ٿيو. جنهن مال سان هوند پلو حج ٿي وڃي. پر ان وقت ۾ حج کان سواءِ اهو مال خرچ ڪري ڇڏيائين، ته ان صورت ۾ حج فرض ٿي ويندو: ان شخص تي جنهن جي اها صفت آهي. پر عالمن جو ان ڳالهه ۾ اختلاف آهي ته حج جو وقت فرضيت جو شرط آهي يا ان کي ادا جي وجوب جو شرط چئبو. پر پهريون قول مذهب مشهور آهي، ته وقت حج جو فرضيت جو شرط آهي. ان طرح شيخ علي قاري شرح مناسڪ متوسط ۾ بيان ڪيو آهي. هن اختلاف جو ثمر سگهو بيان ٿيندو. هن کان پوءِ ان کي واضح ڪندس.

7. فرض لکن ٿا بدن جي سلامتي انهن مرضن کان جيڪي حج کان جهلين ٿا. اهو فرضيت جو شرط لکن ٿا. علماءَ چون ٿا ته هيءُ



مذهب صحيح آهي. ان طرح بحرالرائق ۾ واقع آهي. پڻ ان جو ڪتاب نهايه جزم ڪيو آهي. پر قاضي خان الله رحمت ڪريس شرح جامع صغير ۾ گهٽي چٽائيءَ سان فرمايو آهي، ته مڙني مرضن کان جسم جي سلامتي حج جي ادا ڪرڻ جي فرضيت جو شرط آهي. ان قول کي گهڻن عالمن پسند ڪيو آهي. پڻ انهيءَ قول کي ابن الهمام ترجيح ڏني آهي. پهرئين قول تي هيءُ ڳالهيون متفرع ٿين ٿيون، ته حج ڪنهن مريض تي ماڳهين فرض نه ٿيندو، نه ئي ٻئي کان حج ڪرائڻ فرض ٿيندو. جو جيئري ڪنهن ٻئي کان پڙهائي يا ان فرض جي وصيت ڪري، ته مرڻ کان پوءِ منهنجي مال منجهان منهنجي پاران حج پڙهجو. توڙي اهو مريض معذور نابين هجي توڙي ان کي اٿڻ جي سگهه نه هجي توڙي فالج لڳل هجي، جنهن سان جسم مان طاقت هلي ويندي آهي توڙي پيرن سان نه هلي سگهي هٿن سان هلي. توڙي ان شخص جا ٻئي پير وڍجي ويا هجن يا ان جو ٻن پيرن مان هڪڙو پير وڍجي ويو هجي. توڙي ان شخص جا ٻئي هٿ وڍيل هجن، پڻ حج ڪنهن مريض تي مرض لاحق ٿيڻ وقت فرض نه ٿيندو. ۽ پڻ ان شخص تي حج فرض نه ٿيندو، جيڪو هوند ڪنهن جانور تي ثابت نه ويهي سگهي، توڙي تنهن وٽ گهڻو ئي مال چو نه هجي، جنهن سان هوند بنا مشقت جي حج پڙهي سگهي. پر ان مرض جي سببان اهو حڪم ٿيس ته ان تي حج بنهه فرض ناهي: نه ئي ٻئي شخص هٿان پڙهائڻ فرض آهي: نه ڪنهن فرض جي وصيت ڪرڻ ان تي فرض آهي. پوئين قول

تي ٽن امرن مان ڪو هڪ امر متفرع ٿيندو. يا هيءُ مريض شخص جڏهن حج تي قدرت ماڻي، مرض وجهڻ جي سببان يا ڪنهن عذر جي وجهڻ جي سببان، ته پاڻ حج پڙهي؛ جي پاڻ پڙهڻ جي قدرت ناهي، ته ان تي ٻن امرن مان هڪ فرض ٿيندو: يا وصيت ڪري ته مرڻ کان پوءِ منهنجي مال منجهان، منهنجي پاران ڪنهن ٻئي جي هٿان حج پڙهائجو؛ پر هيءُ اختلاف ان صورت ۾ آهي جڏهن حج جو مال موجود هجيس؛ پر پاڻ ڪنهن مرض جي ڪري موليٰ جي تقدير سان هنن مرضن ۾ گرفتار ٿيو آهي يا مذڪور مال صحت جي ڏينهن ۾ حج جي وقت ۾ موجود ٿيو اٿس؛ پر ان کان پوءِ ان کي انهن عذرن مان ڪو هڪ عذر اچي رسيو، جن جو مٿي بيان ڪيم، ته ان صورت ۾ ان شخص تي اهو فرض ٿيندو، ته پنهنجي مال منجهان ڪنهن ٻئي کان حج پڙهائي يا وصيت ڪري، ته منهنجي مال منجهان منهنجي مرڻ کان پوءِ حج پڙهائجو. ان طرح علي قاريءَ متن شرح منسڪ متوسط ۾ بيان ڪيو آهي.

8. شخص جي جسم، جان ۽ سندس مال لاءِ واٽ جو امن فرض آهي. ميداني واٽ هجي توڙي دريائي. پر امن ۾ خوف ۾ اهو طريقو معتبر ٿا چون، ته ٻنهي صورتن ۾ غالب کي حڪم آهي. عالمن جي انهيءَ قول تي فتويٰ آهي. پڻ ان قول تي عالم اعتماد لکن ٿا. اهو مسئلو بحر عميق ۾ آهي؛ پر عالمن جو هن ڳالهه ۾ اختلاف آهي، ته واٽ جو امن فرضيت جو شرط آهي يا اهو به وجوب ادا جو شرط آهي. پهريون قول ڪتاب هدايه، بدائع، مجمع، ڪرمانيءَ ۽



ٻين ڪتابن ۾ آهي. پر ابن شجاع امام اعظم کان روايت ڪئي آهي، ته واٽ جو امن وجوب ادا جو شرط آهي. ان تفصيل کي شيخ علي قاريءَ شرح منسڪ متوسط ۾ گهڻي بيان سان آندو آهي، پڻ علامہ حنيف مرشد شرح منسڪ متوسط فرمايو آهي، ته پهريون قول اصح روايت آهي، واٽ جو امن فرضيت جو شرط آهي. اتي شرح حنيف جي عبارت پوري ٿي.

ٻيو صنف انهن شرطن جي بيان ۾ ٿو لکان جيڪي حج جي ادا جي فرضيت جا شرط آهن. پر شرط فرضيت ۽ شرط ادا جي وچ ۾ فرق چئبو. جنهن شخص ۾ اهي ٻئي فرض لڀندا ان تي حج پڙهڻ فرض چئبو. ۽ اهو پنهنجي سر حج پڙهندو. پر جنهن ۾ فرضيت جا شرط موجود هجن، پر فرضيت ادا جا شرط موجود نه هجن، ته ان تي پاڻ حج پڙهڻ فرض نه چئبو؛ بلڪ ان تي جيئري هيءُ فرض آهي، ته في الحال اهو ٻئي جي هٿان حج پڙهائي يا وصيت ڪري، ته منهنجي مرڻ کان پوءِ منهنجي پاران حج پڙهائجو فرضيت ادا جا شرط پورا ٿي آهن.

1. ته ان کي ڪو ظالم بند نه ڪري. ڪو امير يا ڪو ظالم شخص ان کي حج پڙهڻ کان منع نه ڪري. ۽ نه ان کي حج پڙهڻ کان ڪو خوف هجي. جيڪڏهن حج تي وڃڻ کان ڪيس بند ڪن ٿا، منع ڪن ٿا يا انهن کان ڊڄي ٿو ته ان تي حج جو ادا ڪرڻ فرض نه چئبو. هيءَ فرضيت ادا جي شرطن منجهان آهي. ٻين قولن کان اهو قول وڌيڪ صحيح آهي. ڪتاب فتح القدير ۾ ان جو بيان آهي.
2. محرم جو هئڻ، جيڪو امين هجي يا مڙس جو ساڻ هئڻ شرط

آهي؛ پر اهو شرط عورت لاءِ آهي. جيڪڏهن عورت ۽ مڪي مبارڪ وچ ۾ سفر جيتري پنڌ جي سافت آهي مڙس جي حق ۾ هيءَ شرط بنهه ناهي. پر جي مڪي مبارڪ ۽ ان زال وچ ۾ سفر جيترو پنڌ ناهي ته پوءِ پيل عورت حج پڙهڻ لاءِ نڪري، ان صورت ۾ محرم ۽ مڙس جو ان کي احتياج ڪونهي، پر جي اها زال عدت واري هجي، ته ان جو حڪم ٻيءَ طرح آهي. ان جو تفصيل هن ڪان پوءِ ايندو. پر عالمن جو هن ڳالهه ۾ اختلاف آهي ته اهو فرضيت جو شرط ڇئبو يا فرضيت ادا جو شرط ڇئبو. قاضي خان ۽ ٻين عالمن فرمايو آهي، ته شرط فرضيت جو قول صحيح آهي. بدائع واري ۽ امام سروجي چيو آهي ته اها شيءِ فرضيت حج جو شرط ڇئبي. اهو قول صحيح ۽ پسنديده آهي. ان اختلاف جو ثمر هن ڪان اڳ گهڻي تفصيل سان بيان ڪيو اٿم.

3. عورت جي حق ۾ هيءُ شرط آهي، ته عورت عدت واري هرگز نه هجي. اها عدت نه طلاق بائن جي هجي نه رجعيءَ جي، نه مڙس جي موت جي، نه نڪاح ٽٽڻ جي. ان ڪري جنهن وقت حاجي حج لاءِ ان شهر مان نڪرن ٿا، جنهن ۾ مٿين صفت واري عورت رهي ٿي، ته ان عورت تي حج فرض نه ڇئبو. ان زال تي اهو آهي، ته عدت گذرڻ ڪان پوءِ پنهنجي طرفان حج ادا ڪري. پر اهو ادا جي فرضيت جو شرط آهي ان قول مطابق جيڪو ٻين ڪان غالب آهي. اهو ٻين ڪان وڌيڪ قوي آهي.

صنف ٽيون انهن شرطن جي بيان ۾، جيڪي درستيءَ جا شرط آهن. جن جي ڪري حج صحيح ۽ درست ٿئي ٿو. هن ٽئين صنف



۾ ڏهه نوع آهن. انهن ڏهن نوعن جا ليکي مطابق مڙئي نوي فرض ڪتاب لکن ٿا.

**نوع پهريون حج جي مطلق فرضن جو بيان**

اهو حج فرض هجي واجب هجي يا نفل هجي، اهي مڙئي پنجويهه فرض علماءَ لکن ٿا.

1. فرض انهن مان آهي اسلام ان ڪري ڪافر جو حج صحيح نه ڇئبو. هيءُ شرط پڻ عمري جي صحت لاءِ آهي ان ڪري ڪافر جو عمرو صحيح نه ڇئبو.
2. فرض آهي، حج جي وقت اسلام جو باقي رهڻ؛ مرڻ وقت تائين باقي هجيس، ان ڪري جي ڪو مسلمان شخص حج ٿو پڙهي پر ان ڪان پوءِ اهو نعوذ بالله منها مرتد ٿيو، ته ان جو حج باطل ٿي ويندو. توڙي اهو حج فرض هجي، نفل هجي يا واجب. توڙي ارتداد ڪان پوءِ اهو مسلمان ٿيو توڙي ردت تي باقي رهيو.
3. فرض آهي، عمري ۽ حج لاءِ احرام چون ٿا. ان ڪري جي ڪو حج ۽ عمرو بنا احرام جي ڪري، ته اهو صحيح نه ٿيندو.
4. حج جي نيت ڪرڻ پڻ فرض آهي، فرض هجي نفل هجي توڙي واجب هجي. ۽ عمري ۾ پڻ نيت فرض آهي، توڙي اهو واجب هجي توڙي نفل.
5. فرض آهي خاص دل سان نيت ڪرڻ. زبان سان نيت ڪرڻ مستحب آهي.
6. فرض آهي، لبيڪ چوڻ يا اهي ڪم ڪرڻ جيڪي لبيڪ جي قائم مقام هجن. جيئن: حج ڏانهن هلندي اٺ کي قلادو وجهي، جنهن

ڪي پاڻ سان ڪاهي هليو آهي يا ڏڳي ۾ قلادو وجهي. ان ۾ ڪاهڻ لبيڪ جو قائم مقام آهي. احرام نيت ۽ لبيڪ جي لفظن کي چئجي ٿو. نيت ٻي شيءِ آهي، جيڪا لبيڪ جي قائم مقام آهي، ٻئي احرام جا فرض آهن. ان ڪري جيڪڏهن ان جو ڌار ذڪر نه ڪجي، هن صنف ۾ احرام جي ذڪر کان پوءِ، ته احرام جو ذڪر ان لاءِ ڪافي آهي، ان جو ذڪر جو احتياج ڪونهي.

7. پنهنجي زبان سان لبيڪ چوڻ، جيڪڏهن زبان کان سواءِ دل ۾ نيت ڪندو، ته ان جي اهڙو احرام صحيح نه ٿيندو.

8. لبيڪ جو اهڙي صفت ۾ هئڻ، جو لبيڪ پنهنجي ڪنن سان ٻڌي. جيڪڏهن ڪنهن شخص اهڙي طريقي سان لبيڪ چئي، جو پنهنجي لبيڪ پنهنجي ڪنن سان نه ٻڌي ته ان شخص جو احرام صحيح نه ٿيندو.

9. حج جو وقت هئڻ فرض آهي. حج جا مهينا حج جو وقت آهن. ان ڪري اهو درست نه ٿيندو ته اڳئين مهيني ۾ حج لاءِ حج وارا ڪم ڪري. ائين ڪرڻ سان اهو حج صحيح نه ٿيندو، جنهن جا ڪم وقت کان اڳي ڪيائين؛ پر احرام وقت کان اڳ صحيح آهي، پر تڏهن به مڪروهه آهي.

10. زوال کان پوءِ عرفات ۾ بيهڻ ذوالحج جي نائين تاريخ واري ڏينهن فرض آهي. ويندي عيد الاضحيٰ جي پرهه تائين وقوف صحيح آهي. هڪ گهڙي بيهي يا وڌيڪ. جيڪڏهن ڪو ماڻهو عرفات ۾ نائينءَ جي ڏينهن کان اڳ بيهي يا حج جي ڏينهن زوال



کان اڳ بيهي يا عيد جي رات پرهه ڦٽيءَ کان پوءِ بيهي، ته اهو وقوف صحيح ۽ معتبر نه چئبو.

11. طواف فرض حج کان پوءِ عيدالاضحيٰ جي ڏينهن کان اڳي نه ڪري، ان ورهيه ۾ جنهن ۾ ان شخص خاص الله ڪارڻ عرفات ۾ وقوف ڪيو آهي. جيڪڏهن طواف فرض عيد کان اڳ ڪندو، هن سال جو طواف جنهن ۾ عرفات ۾ بيٺو آهي، ته اهو طواف شريعت ۾ صحيح نه چئبو، پر طواف فرض عيد جي ڏينهن ڪرڻ، يا يارهين تاريخ عيد جي ڏينهن کان پوءِ ڪرڻ يا ٻارهين تاريخ ڪرڻ واجب چئبو فرض نه چئبو. هيءُ ٽئي ڏينهن نحر جا ڪتاب لکن ٿا. جيڪڏهن ڪنهن طواف فرض ڄاڻي واڻي نحر جي ڏينهن کان پوئتي ڪيو، ڪنهن عذر کان سواءِ، ته ان صورت ۾ شريعت جو حڪم اهڙو آهي ته ان شخص مٿان واجب جي وڃڻ ڪري هڪڙو دم ڪهڻ واجب ٿيندو ۽ ان صورت ۾ اهو طواف درست چئبو.

12. حج جو فرض حج جو مقام چون ٿا. جهڙوڪ: وقوف لاءِ عرفات جو مقام آهي ۽ پڻ ٻن نمازن جي جمع لاءِ اهو فرض آهي، ۽ جهڙوڪ: وقوف لاءِ مزدلفي جو مقام آهي. مزدلفي جي مقام ۾ بيهڻ شريعت ۾ واجب آهي، ۽ جيئن مزدلفو نمازن جي جمع لاءِ فرض آهي. سانجهيءَ ۽ سومهڻيءَ جي نماز اتي جمع ڪبيون آهن ۽ عيد جي رات رهڻ جي جڳهه پڻ مزدلفو آهي ۽ جهڙوڪ مسجد حرام ۽ ان جي چٽ طواف جو ماڳ آهي. ۽ جهڙوڪ صفا ۽ مرويٰ جو

مقام ’سعي‘ لاءِ ۽ جھڙوڪ منيٰ جو ماڳ خيمن هڻڻ لاءِ آهي ۽ جھڙوڪ: مڪي جو حرم هديي ڪھڻ لاءِ. مذڪوره شين مان ڪابہ هڪ شيءِ پنھنجي پنھنجي ماڳ کان سواءِ ڪنھن ٻئي ماڳ تي ڪرڻ صحيح نہ ٿيندي. هيءُ نوَ فرض انھن فرضن مان آهن، جيڪي مڙئي حج جي مقام سان تعلق رکن ٿا. هيءُ نوَ فرض يارهن فرضن سان، جيڪي بيان ڪيم، گڏ ڪبا، تہ مڙئي فرض ليکي ۾ ويھ فرض ٿي ويندا.

21. فرض حج جو لکن ٿا تہ عقل آهي. ان ڪري جنھن شخص کي عقل ناهي، ان جو حج صحيح نہ چئبو. نہ ئي ان ٻار جو حج صحيح ٿيندو، جنھن کي عقل ۽ تميز ڪانھي. جي پنھنجي پاران پڙھن فرض پڙھن توڙي نفل. پر جي حج ان جي طرفان پڙھن. نيابت جي طور تي اهي ڪم ڪن جيڪي سڀ ڪنھن حج ۾ ضروري آهن، تہ ان حج کي نفلي حج چئبو. ڇريي ۽ ٻار جو حج نفلي ئي ٿيندو. سگھو ان جو بيان ايندو.

22. فرض آهي، حج جا ڪم پنھنجي هٿن سان ڪرڻ. احرام ٻڌڻ کان پوءِ (سڀ ڪجھہ) پنھنجي سر ڪرڻ. جي ان تي قدرت اٿس، تہ اهي ڪم پنھنجي جسم سان ادا ڪري. پر جنھن کي ان تي قدرت ناهي، تہ ان صورت ۾ ان مسئلي ۾ گھڻو تفصيل آهي، مؤمن! اهو ٻڌي ياد ڪر. جي اهو شخص اهڙو آهي جنھن تي پلارو حج فرض آهي پر ان تي في الحال ان کي قدرت ڪانھي. نہ ئي ان تي ان کي قدرت ٿيڻ ئي آهي جيئن اهو شخص جھور پوڙھو هجي، جنھن کي حج پڙھڻ جي اميد ڪانھي، تہ ڪو پاڻ پڙھي سگھندو يا جيئن ڪو



اهڙو بيمار جنھن کي بيماريءَ وڃڻ جي اميد ڪانھي، تہ ان شخص تي فرض اهو آهي، تہ ٻئي هٿان پنھنجو حج پڙھائي. پر جي اهو شخص، جنھن تي حج فرض آهي، سو مري ويو، ان هن طرح وصيت ڪئي، تہ منھنجي پاران منھنجي مال منجھان مون تي فرض حج پڙھائجو، تہ ان جي وارث تي موت کان پوءِ اهو فرض آهي، تہ ميت پاران ان جي مال مان ٻئي هٿان حج پڙھائي، تہ ان صورت ۾ نائب جو حج ميت طرفان صحيح ٿيندو. پر جي ان شخص جو مرض اهڙي قسم جو آهي، جو ان جي لھڻ جي ڪيس اميد آهي، ۽ ان صورت ۾ حج لاءِ ان نائب مقرر ڪيو، تہ اهو سندس پاران حج پڙھي. ان کان پوءِ ان مرض ۾ اهو شخص مري ويو، ان بيماريءَ مان ڇٽو نہ ٿي سگھيو، تہ ان صورت ۾ پڻ نائب جو حج ميت پاران صحيح ٿيندو ۽ چئبو تہ ان پنھنجي مٿان فرض لاهي ڇڏيو، پر جي مريض مرض ۾ نائب رکيو، تہ سندس پاران حج پڙھي اچي، ان کان پوءِ پاڻ ڇٽو ڀلو ٿي ويو، تہ ان صورت ۾ نائب جو ان شخص پاران حج فرض نہ نفل ٿيندو. جي ڪنھن شخص مٿان حج فرض هو، احرام کان اڳ ڪو مٿي کي چڪر اچي ويس، ان صورت ۾ ان شخص طرفان ڪنھن ٻئي احرام ٻڌو، تہ ان احرام کي ان شخص پاران صحيح ۽ جائز چئبو، جيڪو ڏڪريو آهي. پر اهو جي احرام کان پوءِ خبردار ٿي ويو، تہ ان تي فرض آهي تہ حج جا ٻيا ڪم پنھنجي سر ڪري، پر جي ان کي ڏڪر باقي رهيو، حج جي ڪمن وقت ڪانئس اهو نہ ويو، تہ ان جو نائب ان جي پاران حج

جا ڪم ادا ڪري. ۽ حج پورو ڪري، ته انهن ٻنهي صورتن ۾ حڪم اهو آهي، ته ان شخص تان حج جو فرض لهي ويو. پر جي ان شخص تي حج فرض آهي ان ۾ فرضيت جا شرط موجود نه آهن نه ڪي ادا جا شرط ان ۾ لڀن ٿا جيئن اهو شخص چريو يا ٻار آهي، جنهن ۾ پوري تميز ٻنهه ڪانهي، ته ان جي پاران ٻئي جو نائب ٿيڻ حج جي ادا لاءِ درست آهي، پر ان جا شرط تمام گهٽا آهن. ان جو تفصيل تمام وڏو آهي، جيڪي فقهه جي ڪتابن ۾ مذڪور آهن. پر ان نائب جو حج نفل چون ٿا. ٻار جي طرفان پڙهي يا چرئي جي طرفان پڙهي. پر جي ان ۾ فرضيت جا شرط لڌا پر ادا جا شرط ان ۾ موجود نه ٿيا، جيئن اهو شخص جنهن کي بادشاهه حج پڙهڻ کان سختيءَ سان منع ڪئي آهي يا جيڪي ٻيا ان جهڙا آهن. ان صورت ۾ جي ان شخص کي حيلا ڪري پاڻ وڃي سونهارو حج پڙهيو، ته ان صورت ۾ حج جو فرض چئبو ته ادا ٿي ويس. پر جي ان ڪنهن ٻئي شخص کان پنهنجي پاران حج پڙهايو، ته ان جي پاران سندس نائب حج پڙهندو. جي ان وقت تائين اها عاجزي باقي رهيس، موت جي وقت تائين اها غالب موجود رهي. جنهن ڪري پاڻ حج نه پڙهي سگهيو.

23. فرض آهي، انهن شين کان پاسو ڪرڻ، جيڪي حج جون پجندڙ آهن ۽ عمري جي پجندڙن کان پڻ پاسو ڪرڻ فرض آهي. حج جي پجندڙ هڪ شيءِ آهي. اها آهي احرام کان پوءِ حج ۾ جماع ڪرڻ.

ڏِڪَرَ = چڪرُ اچڻ مٿو ڦرڻ.



عرفات ۾ بيهڻ کان اڳ جماع ڪرڻ پجندڙ آهي ۽ عمري جو پجندڙ پڻ هڪڙو آهي. اهو آهي، عمري جي ستن پيرن (طواف) مان چئن پيرن کان اڳ جماع ڪرڻ. ان شخص جو حج صحيح نه چئبو، جنهن احرام کان پوءِ جماع ڪيو يا وقوف کان اڳ ڪيائين. جنهن شخص حج پڳو آهي، تنهن تي آهي، ته فاسد حج کي توڙ تائين پورو ڪري. ان ۾ حج جا مڙئي ڪم ڪري. اهي ڪم ڪري جيڪي حج ۾ صحيح هجن. پڻ ان تي پيجڻ سڀان فرض آهي، ته ايندڙ ورهيه ۾ حج جي قضا ڪري ۽ پڻ حج جي پيجڻ ڪري بدنو ڏڳن يا اٺ منجهان ذبح ڪري.

24. فرض آهي، احرام جي ورهيه ۾ حج ادا ڪرڻ، جنهن ورهيه ۾ احرام ٻڌي ان ۾ ئي حج به پڙهي. جيڪڏهن ڪنهن احرام هڪڙي سال ٻڌو ۽ حج جي ان کان تاخير ڪيائين، اهو حج ٻئي ڪنهن ورهيه ۾ ادا ڪيائين، ته اهو حج ان صورت ۾ درست نه چئبو. جيڪڏهن ڪنهن حج پڙهڻ لاءِ احرام ٻڌو، پر عرفات ۾ بيهڻ ميسر نه ٿي سگهيس، ته ان جي حق ۾ فرض اهو ٿا چون، ته عمري جا ڪم ڪري، هن احرام کان آجو ٿئي، جيڪو ان ٻڌو آهي. مٿو ڪوڙائي ان کان آزاد ٿئي. يا مٿي جي وارن مان چوٿون حصو ڪترائي، ان کان پوءِ ايندڙ ورهيه ۾ احرام ٻڌي. تازو احرام ٻڌي. وري حج پڙهي، ان کي فوت ٿيل حج پاران قضا ڪري اتي عمرو واجب ڪونهي؛ پر ان تي دم به ٻنهه واجب ڪونهي. هيءُ مسئلو امام اعظم جي مذهب ۾ آهي.

25. فرض آهي، حج جي فرضن ۾ ترتيب جي رعايت رکڻ. احرام وقوف عرفات کان اڳ ڪري. عرفات جو وقوف احرام کان پوءِ ڪري. ان کان پوءِ طواف زيارت جو ڪري.

**نوع ٻيو**

انهن شرطن جو بيان، جن سان فرض حج صحيح ٿئي ٿو. انهيءَ نوع ۾ ٻه وجهه آهن.

پهريون وجهه: ڪتابن اهي شرط لکيا آهن، جيڪي جهڙا حج فرض ۾ تهڙا نفل ۾. انهن جو پهرئين نوع ۾ بيان ڪيم. جيڪي پهرئين نوع ۾ فرض بيان ٿيا، سي مڙئي وجهه پهرئين ۾ داخل چون ٿا.

ٻيو وجهه: انهن شرطن ۾ آهي، جيڪي حج فرض سان خاص آهن. جن جي نفل حج ۾ رعايت ناهي، ڪتاب لکن ٿا ته اهي مڙئي چار شرط آهن.

1. پهريون شرط انهن مان لکن ٿا، ته بلوغت آهي. تنهن ڪري ٻار جيتوڻيڪ عقل وارو هجي، شريعت ۾ ان جو حج فرض بنهه ناهي. بلڪ ٻارن جو حج نفلي حج آهي.
2. شرط، علماءَ چون ٿا، ته آزاد هجڻ آهي. تنهن ڪري ٻانهي جو حج ماڳهين فرض ڪونهي. سجو غلام هجي يا ڪجهه غلام هجي. توڙي مالڪ جي موڪل سان پڑهندو هجي توڙي بنا موڪل جي پڑهندو هجي. ٻانهي جو حج نفلي چئبو.



3. شرط آهي احرام وقت نفل جي نيت نه ڪرڻ. تنهن ڪري جي احرام وقت نفل جي نيت ڪري ۽ ان کان پوءِ فرض پانئي حج پڑهي، ته ان شخص جو حج فرض نه ٿيندو. توڙي اهو حج مسڪين فقير پڑهي توڙي ان جي قدرت رکندڙ شاهوڪار پڑهي. اهو حج نفلي حج آهي. پر حج فرض ۾ اهو شرط ناهي، ته حج جي نيت ڪي فرض سان معين ڪري. تنهن ڪري احرام جي وقت جيڪڏهن ڪو شخص مطلق حج جي نيت ڪري فرض يا نفل جي نه ڪري ۽ ان کان پوءِ حج پڑهي، ته ان تان حج جو فرض لهي ويو.
4. شرط آهي، پنهنجي پاران حج جي نيت ڪرڻ، اهو پانئي ته پنهنجي طرفان حج پڑهان ٿو. تنهن ڪري جيڪڏهن حج جي ٻئي شخص پاران نيت ڪري ۽ پانئي، ته پنهنجي پاران ٿو پڑهان، حج جو فرض پنهنجي ذمي مان ٿو لاهيان، ته ان شخص تان حج جو فرض نه لهندو. پر ان صورت ۾ اهو چئبو، ته ان ٻئي تان فرض لٿو. پر اهو ان صورت ۾ جڏهن ٻيا ان جا شرط موجود ٿيا هوندا، جيڪي ٻئي هٿان حج پڑهائڻ ۾ گهربل ٿيندا آهن، جن جو هن پويان بيان ڪندس.

**هن نوع جو تڪملو**

تڪملي ۾ پڻ سڄا چار فرض آهن.

پهريون فرض انهن مان هن کان اڳ لکيو اٿم. هن فرض جي اول ۾ گهٽي چٽائي سان بيان ڪيو اٿم، ان کي اڳئين عدد ۾ داخل ڪيو اٿم. ان ڪري هتي هن جاءِ تي ان کي ليکي ۾ نه ڳڻبو، تڪملي

۾ پورا ٿي فرض ليکبا.

1. فرض انهن مان ان شخص جي مٿان آهي، جنهن ۾ فرضيت حج جا مڙئي شرط ۽ فرضيت ادا جا مڙئي شرط لين ٿا، ته اهو حج پاڻ پنهنجي سر پڙهي: جي ان ۾ اهي سيئي شرط موجود ٿيا هجن، جيڪي پهرئين فصل ۾ واضح بيان ڪيا اٿم. پر عالمن جو هن ڳالهه ۾ اختلاف آهي، ته حج في الفور، (فوري طور تي) فرض ٿئي ٿو يا ان جي فرضيت فرصت سان آهي، پر غالب انهن ٻن قولن مان پهريون قول لکن ٿا. گهڻن متنن ۾ اهو مذڪور آهي.
2. انهن فرضن مان، ان شخص جي مٿان فرض آهي، جنهن ۾ فرضيت جا شرط ته موجود آهن، پر ان جي فرضيت جا شرط موجود ناهن ته اهو پنهنجي طرفان ٻئي ڪان حج پڙهائي. ان ۾ انهن هڙني شرطن جي رعايت ڪري، جيڪي ارڙهين فصل ۾ ذڪر ٿيا آهن. پر ان تي حج پنهنجي حياتيءَ ۾ پڙهائڻ، ان صورت ۾ فرض آهي، جڏهن اهو ماڻهو ڪيس پنهنجي حياتيءَ ۾ ملي وڃي، جيڪو هوند سندس پاران حج وڃي پڙهي اچي.
3. فرض انهن مان ڪتاب اهو ٿا لکن، ته پنهنجي وارثن کي وصيت ڪري، ته منهنجي طرفان منهنجي مال مان ڪنهن ٻئي ڪان حج پڙهائجو.
4. فرض انهن مان وارثن جي مٿان آهي، ته ميت جي وصيت ڪان پوءِ وارث اهو چون، ته ميت جي طرفان حج پڙهندا يا ڪنهن ٻئي شخص هٿان ان لاءِ حج پڙهائيندا. پر، هو تڏهن جڏهن ان ميت جو



مال موجود هجي، ان مال جي ٽين پتي حج جي خرچ لاءِ بنا تڪلف جي ڪافي ٿي وڃي. پر جنهن ۾ ادا جا شرط موجود ٿين. فرضيت جا شرط موجود نه ٿين، ته ان تي ڪجهه به فرض نه چئبو، نه پاڻ حج پڙهن، نه ٻئي هٿان پڙهائن، نه ئي حج جي وصيت ڪرڻ انهن تي فرض آهي.

### نوع ٽيون: طواف جا فرض

طواف فرض هجي واجب هجي نفل هجي توڙي سنت، مطلق طواف جا ليکي مطابق ڇهه فرض آهن.

1. شرط آهي، اسلام ڪافر جو طواف صحيح نه چئبو. طواف فرض هجي توڙي واجب.
2. شروع وقت طواف جي نيت ڪرڻ. بحر عميق ۾ ان طرح مذڪور آهي، ته نيت اصل طواف جي، طواف جو شرط آهي. تعين ڪرڻ طواف جو شرط ناهي، ته طواف زيارت جي نيت ڪيان ٿو. بحر عميق جي عبارت هتي پوري ٿي. پڻ شيخ علي قاريءَ شرح منسڪ متوسط ۾ فرمايو آهي، ته نيت اصل طواف جي شرطن مان هڪ آهي. ان ۾ تعين شرط ناهي. طواف زيارت جو تعين يا طواف صدر جو، طواف عمري جو يا طواف قدوم جو. پڻ اهو تعين شرط نه چئبو ته طواف فرض يا واجب يا نفل جي نيت ڪري. علي قاريءَ جي عبارت پوري ٿي. طواف زيارت ان طواف کي چئبو، جيڪو حج جي رڪنن مان هڪ رڪن. آهي طواف صدر علماءَ ان جو نالو ٿا چون، جنهن کي مکي ڪان هلندي حاجي پڙهن: حج ڪان پوءِ

جڏهن مکي کان نڪرن. طواف قدوم جو، ان طواف جو نالو آهي، جنهن کي احرام ٻڌندڙ مکي ۾ داخل ٿيڻ کان پوءِ ۽ عرفات جي بيهڻ کان اڳ ڪندو آهي. طواف قدوم جو بيشڪ سنت آهي. اهو طواف نفل جي قسم مان چئبو. اصل طواف جي نيت طواف جو فرض آهي. جمهور علماءَ جي قول مطابق محققن جو مذهب اهوئي آهي. جيئن صاحب هدايه ۽ ان جا شارح. جيئن ڪافيءَ وارو مجمع جو شارح، ڪنز وارو ۽ ٻيا مصنف. پر ڪن عالمن، الله رحمت ڪرين، چيو آهي، ته نيت اصل طواف جي طواف جو فرض ناهي. ان لاءِ پهرين نيت ڪافي آهي، جيڪا احرام ۾ حج جي نيت ڪندي ڪيائين.

3. طواف ان جاءِ ۾ ڪرڻ، جيڪا ڪعبي جي چوڌاري موجود آهي. جيڪڏهن ڪعبي کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو طواف ڪري، ته اهڙو طواف بنهه صحيح نه چئبو.
4. اهو طواف ڪعبي ٻاهران ڪرڻ، جيڪڏهن ڪعبي جي اندران طواف ڪندو، ڪعبي جي ديوارن جي وچ تان ڪري، ته اهو طواف درست نه چئبو.
5. فرض آهي، اهو طواف مسجد حرام ۾ ڪرڻ. توڙي زمين تي ڪري يا ان جي ڇت تي ڪري. جي اهڙي طريقي سان طواف ڪري، جو مسجد حرام کي ٻاهران ڦري، ته اهو طواف شرع ۾ درست نه چئبو.
6. فرض آهي، اڪثر طواف جو ادا ڪرڻ. چار ڦيرا پنهنجي مٿان



طواف لاهڻ، جيڪڏهن ڪنهن شخص طواف جا ٽي ڦيرا ڏنا، ته ان جو طواف صحيح نه چئبو. ان ڪري طواف ۾ چار ڦيرا ڏيڻ فرض ٿيا. ٽي ڦيرا باقي جيڪي بچن ٿا، سي واجب آهن.

تنبيهه موچاري: هيءُ ڇهه فرض جيڪي ذڪر ڪيم، سي مڙئي طواف قدوم ۾ پڻ فرض چئبا. جيتوڻيڪ طواف قدوم جو سنت آهي. ان کان سواءِ طواف قدوم ۾ ڪوبه فرض ڪونهي.

### نوع چوٿون: صفا ۽ مرويٰ ۾ سعي جا فرض

جيڪي ٻئي مکي مبارڪ ۾ مشهور جبل آهن، صفا ۽ مرويٰ وچ ۾ سعي واجب چون ٿا. حنفي مذهب ۾ انهن کي فرض نه ٿا چون. پر ان ۾ سڄا ست شرط فرض لکن ٿا. جن کان سواءِ سعي ماڳهين صحيح نه ٿو ٿئي.

1. اهو سعي صفا ۽ مرويٰ ۾ ڪرڻ فرض آهي. جيڪڏهن ڪو حاجي حج کان پوءِ ڪنهن جڳهه تي سعي ٿو ڪري، جيڪو صفاءِ مرويٰ وچ ۾ ناهي، ته اهو سعي شريعت موجب صحيح نه ٿيندو.
2. احرام، جيڪو حج يا عمري لاءِ ٻڌجي. تنهن کان پوءِ سعي ڪجي. جيڪڏهن ڪو احرام کان اڳ سعي ڪندو، ته اهو سعي ان صورت ۾ صحيح نه ٿيندو.
3. سعي وقت ان احرام جو باقي رهڻ. جيڪڏهن سعي حج جو طواف قدوم کان پوءِ، طواف زيارت کان اڳ ٿو ڪري، ته فرض آهي:

ڏاري پاسي = چوڌاري. ڏونگر = جبل.

البته جيڪو عمري لاءِ سعي ٿو ڪري، ان لاءِ احرام جو باقي رهڻ فرض ناهي. عمري جو سعي احرام کان سواءِ بلڪل صحيح آهي پر احرام جو باقي رهڻ البته چون ٿا، ته ان سعي ۾ واجب آهي. پر جي حج جو سعي طواف زيارت کان پوءِ ٿو ڪري، ته ان سعي ۾ احرام جو باقي رهڻ فرض ناهي. ان ۾ احرام جو باقي رهڻ نه واجب آهي، نه سنت. طواف زيارت جو تڏهن ڪجي ٿو جڏهن حاجي احرام مان فارغ ٿي وڃي ۽ احرام جا مڙئي ممنوع جائز ٿي وڃن. پر عورت کي ويجهو وڃڻ اڃا ممنوع آهي.

4. طواف کان پوءِ سعي ڪرڻ يا اڪثر طواف کان پوءِ سعي ڪرڻ فرض آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪو طواف کان اڳ سعي ڪندو يا اڪثر طواف کان اڳي ڪندو. مطلب ته سعي کي پهريائين ۽ طواف کي پوءِ ٿو رکي، ته اهو سعي بنهه صحيح نه چئبو.

5. صفا کان سعي شروع ڪجي. اهو سعي جو شرط آهي. مشهور روايت ڪتابن ۾ اها آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪو مروي، کان سعي شروع ڪندو، ته ان پيري کي ڪوبه اعتبار ڪونهي. ان ڪري (اهو پيرو ڳڻبو ئي ڪونه) ان تي فرض آهي، ته ان کي ورائي صفا کان شروع ڪري. جي اهو ڦيرو نه موٽائيندو، ته ٻيا پيرا جيڪي ان پهرئين پيري مٿان ڪيا آهن، سي پڻ صحيح ۽ معتبر نه ٿيندا. ان صورت ۾ اهو سعي صحيح نه چئبو، ائين ان جو اهو سعي ادا نه ٿيندو ۽ اسلام جو هڪ واجب هٿان هليو ويندس. ان سببان ان تي دم واجب ٿيندو. ڪن عالمن جيڪي دين جا باني



آهن، چيو آهي ته سعي ۾ جبل صفا کان شروع ڪرڻ اسلام جو واجب آهي، فرض ناهي. ان ڪري مروي، کان شروع ڪرڻ واجب جو ترڪ آهي؛ جنهن ڪري صدقو واجب ٿئي ٿو. جيڪڏهن اهو ڦيرو ورائي ٻيهر نه ٿو ڪري، ته صدقي فطر جيترو پنهنجي طرفان صدقو ڏئي. پر جي ورائي صفا وٽان ڦيرو ڏنائين، ته اهو صدقو پڻ مٿس واجب ڪونه ٿيندو. پڻ ڪن عالمن، خدا رحمت ڪرين، چيو آهي، ته صفا کان شروع ڪرڻ سنت آهي. ان ڪري جيڪڏهن اهو ڦيرو ورائي نه ٿو ڪري، ته ان تي صدقو دم جو بنهه واجب ناهي.

6. سعي جا ڦيرا يا انهن جو اڪثر ڪرڻ فرض آهي. حج جي مهينن ۾ يا ان کان پوءِ. ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن ستئي ڦيرا طواف ڪيو يا چار ڦيرا طواف ڪيو حج جي مهينن کان اڳي شوال مهيني کان اڳ فارغ ٿيو، ته اهو سعي شريعت موجب صحيح نه ٿيو. پر هيءُ فرض ڇهون ان وقت شرط آهي، جڏهن پاڻ مٿان حج جو سعي ادا ٿو ڪري. هي عمري جي سعي ۾ فرض نه چئبو. ان ڪري عمري جو سعي حج جي مهينن ۾ ڪري يا حج جي مهينن کان پوءِ ڪري صحيح ٿيندو. پر جي عمري وارو قارن يا متمتع آهي، ته ان کان اهو سعي بنهه درست نه ٿيندو. نه سڀ ڦيرا، نه اڪثر، جيڪي حج جي مهينن کان اڳ ڪيا اٿس. پر جي ڪو شخص سعي ۾ تاخير ڪري طواف زيارت کان پوءِ ڦيرا ڏنائين توڙي نحر جي ڏينهن ۾ توڙي انهن کان پوءِ، ته انهن مڙني صورتن ۾ علماءَ چون ٿا، ته اهو سعي بنا ڪنهن شڪ شبهي جي صحيح چئبو.

7. سعي جا اڪثر ڦيرا ڏيڻ فرض آهي، اڪثر سعي جا چار ڦيرا آهن. جيڪڏهن اڪثر ڦيرن کان گهٽ ڪيائين، ته شرع شريف ۾ اهو سعي صحيح نه چئبو. اهو سندس سعي ادا هرگز نه ٿيو، ان صورت ۾ ڪانئس واجب قضا ٿي ويو.

---

اوڏو وڃڻ = ويجهو وڃڻ



## نوع پنجون: وقوف جا فرض

جن کان سواءِ وقوف عرفات درست نه ٿيندو. اهي فرض مڙئي پنج آهن.

1. شرط انهن مان اسلام آهي. ان ڪري ڪافر جو وقوف عرفات صحيح ناهي.
2. شرط آهي عرفات ۾ بيهڻ واري جو اهڙي صفت وارو هئڻ، ته ان حج صحيح لاءِ احرام ٻڌو هجي. نه ويل حج لاءِ ٻڌو هجي، نه فاسد حج لاءِ. جيڪڏهن وقوف جي وقت احرام ۾ نه هو يا عمري لاءِ احرام ٻڌو هئائين يا فوت ٿيل حج لاءِ احرام ٻڌو هئائين، جنهن حج ۾ ڪانئس عرفات ۾ وقوف رهجي ويو، احرام کان پوءِ وقوف ميسر نه ٿيس يا ان شخص حج لاءِ احرام ٻڌو، پر ان جو حج فاسد ٿي پيو، جماع ڪري حج ڀڄي وڌائين. وقوف عرفات کان اڳ ۾ ئي ڀڄي وڌائين، ته ان وقوف کي صحيح بنهه نه چئبو.
3. وقوف جو مڪان پڻ فرض آهي. ان ڪري جيڪڏهن ڪو عرفات بجاءِ ڪنهن ٻئي هند بيٺو، ته ان جو اهڙو وقوف درست نه چئبو. توڙي جاڻي واڻي ائين ڪيائين يا خطا ۾ ائين ڪيائين يا اڻ ڄاڻائيءَ ۾ يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري، جيڪي ان جهڙا آهن ائين ڪيائين، هر حالت ۾ اهو وقوف درست نه چئبو.
4. وقوف جو زمانو پڻ فرض آهي، ان جو شروعات عرفات جي ڏينهن جي زوال کان، عيد جي ڏينهن صبح صادق تائين آهي، جيڪو ڦيريون نحر جو ڏينهن آهي.

5. حاجين جو عرفات جي ماڳ تي وقوف جي وقت موجود هئڻ فرض آهي، توڙي ساعت ئي چو نہ هجي. وقوف جي نيت ڪري، توڙي حج جي نيت ڪري، توڙي ان وقت ان جي بنهہ نيت ئي نہ ڪئي هجي. توڙي جاڳندي عرفات ۾ داخل ٿيو، توڙي ننڊ ۾ داخل ٿيو. توڙي وقوف واري وقت ۾ مجنون هو، توڙي غافل هو، توڙي خبردار، توڙي بيهوش، توڙي ڪنهن شيءَ جي پيئڻ ڪري مست ٿيل هو، توڙي اهو وقوف خوشيءَ سان ڪيو هجيس، توڙي ڪنهن جي زور تي ڪيو هجيس، توڙي ان وقت پاڪ هجي، توڙي جنابت وارو هجي، توڙي بي وضو هجي، توڙي حيض يا نفاس واري ڪا عورت هجي. پر انهن مڙني صورتن ۾ شرط اهو آهي، تہ اهو وقوف کان اڳ احرام ٻڌل هجي.

## نوع ڇهون: جمع جا فرض

جيڪو عرفات ۾ ظهر جي وقت ۾، ظهر ۽ عصر جي وچ ۾، جمع ٿيندو آهي. هن جڳهہ تي هر مؤمن اهو ڄاڻي، تہ اهو جمع عرفات جي سنت آهي، ڪن عالمن چيو آهي، تہ اهو جمع مستحب آهي، پر ان ۾ پورا ڇهہ فرض مقرر آهن.

1. فرض انهن مان اهو تا لکن، تہ ان جمع کان اڳ صبح جو احرام ٻڌي. ان ڪري جيڪڏهن جمع وقت احرام سان نہ هو يا اڳين نماز جي وقت عمري لاءِ احرام ٻڌو هئائين، پوءِ ان شخص وچينءَ جي نماز وقت حج جو احرام ٻڌو يا ٻنهي وقتن ۾ عمري جي احرام ۾ هو، تہ انهن ٽن صورتن ۾ ان لاءِ اهو صحيح نہ چئبو تہ عرفات



۾ ظهر ۽ وچينءَ نماز ۾ جمع ڪري، پر ان جي وقت ۾ اهو ادا ڪري ان طريقي کان سواءِ وچين نماز نہ لهندي.

2. فرض آهي، نماز ظهر جي. وچينءَ نماز کان تقديم. جيڪڏهن ان وچين نماز اڳ پڙهي، پوءِ اڳين نماز جمع ڪيائين، ٻئي وقت ظهر ۾ ان شخص پڙهيا، تہ اتي وچين نماز ادا نہ ٿي؛ توڙي وچين ويسر ۾ اڳي پڙهي وجي. يا ڀل ۾ پڙهي وجي. ڀل جو مثال هيءُ آهي، تہ ڦيريائين اڳين نماز پڙهيائين پر اها جهڙالي جي سببان زوال کان اڳ پڙهيائين، تہ اهي ٻئي پنهنجي وقت ۾ ورائي پڙهندو. يا ورائي انهن کي وقت ادا کان اڳ (ظهر جي وقت ۾) ترتيب سان پڙهي.

3. ان جو فرض لکن ٿا، تہ زمانو آهي، جمع جي زماني جي شروعات عرفات جي ڏينهن جي زوال کان، آخر وقت ظهر تائين آهي.

4. جمع جو فرض آهي مڪان يعني هنڌ. جمع جو هنڌ عرفات جي زمين آهي ۽ پڻ اها زمين جيڪا عرفات کي ويجهي آهي. جيڪڏهن ڪو عرفات کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي انهن نمازن ۾ جمع ڪندو، تہ وچين نماز وقت کان ٻاهر صحيح نہ ٿيندي. ان کي ان جي وقت ۾ ورائي پڙهڻو پوندو.

5. فرض جمع جو آهي، ٻنهي نمازن جي جماعت ڪرڻ. ان ڪري جي ڪنهن اڳين نماز اڪيلي پڙهي ۽ وچين جماعت سان پڙهيائين يا اڳين جماعت سان پڙهيائين وچين اڪيلي پڙهيائين يا ٻئي عرفات جي ڏينهن اڪيلي طور پڙهيائين، تہ اهڙو جمع بنهہ درست نہ ٿيندو.

ان صورت ۾ ان تي فرض اهو آهي، تہ وچين نماز ورائي ان جي وقت ۾ پڙهي. امام اعظم جو قول اهو آهي؛ پر صاحبين جو قول اهو آهي، تہ جمع لاءِ جماعت فرض نہ چئبي.

6. فرض آهي، تہ بادشاهہ امام ٿئي يا ان جو نائب امام ٿئي. جيئن مڪي جو قاضي ۽ عرفات جو خطيب، جيڪي بادشاهہ طرفان مقرر آهن. ان ڪري جيڪڏهن ڪنهن اڳين اهڙي امام جي پنيان پڙهي، جيڪو بادشاهہ جو نائب ناهي يا وچين نماز ٻئي امام جي پنيان پڙهيائين، تہ اهو جمع اهڙيءَ صورت ۾ درست نہ ٿيندو. ان ڪري وچين نماز پنهنجي وقت ۾ ورائي پڙهي.

### نوع ستون: سانجهيءَ ۽ سومهڻيءَ جي جمع جا فرض

سانجهي ۽ سومهڻي، جن کي مزدلفي ۾ سومهڻيءَ جي وقت ۾ جمع ڪبو آهي. اهو جمع شريعت ۾ واجب آهي. ان جمع کي فرض نہ ٿا چون. ان نوع ۾ پڻ پورا ڇهہ فرض آهن.

1. حج لاءِ احرام اڳ ۾ ٻڌڻ. جيڪڏهن ڪو احرام کان بنا انهن ۾ جمع ڪندو يا عمري جي احرام ۾ جمع ڪندو، تہ ان صورت ۾ اهو جمع درست نہ چئبو.
2. عرفات ۾ وقوف اڳ ۾ ڪرڻ. ان ڪري جيڪڏهن وقوف کان اڳ مزدلفي ۾ انهن ٻن نمازن ۾ جمع ڪري پوءِ وڃي عرفات ۾ وقوف ڪيو، تہ ان صورت ۾ پڻ جمع صحيح نہ ٿيندو.
3. جمع جو زمانو پڻ فرض لکن ٿا. ان جمع جو زمانو اضحيٰ جي عيد



جي رات چون ٿا. ان رات کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ رات ۾ اهو جمع درست نہ ٿيندو.

4. فرض آهي، تہ جمع جو ماڳ مزدلفو آهي. ان ڪري هيءُ جمع مزدلفي کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ جاءِ تي صحيح نہ چئبو.
5. فرض آهي، هيءَ جمع سومهڻيءَ وقت ڪرڻ. ان ڪري جيڪڏهن مغرب جي وقت جمع ڪيائين، تہ اهو جمع ان طرح صحيح ٿيندو.
6. فرض آهي، سانجهي نماز عشاء کان اڳ پڙهڻ. جيڪڏهن ڪنهن سومهڻي جي نماز اڳي پڙهي. ان کان پوءِ سانجهيءَ جي نماز پڙهيائين، تہ ان صورت ۾ ان تي فرض آهي، تہ سومهڻي ورائي ٻيهر پڙهي، جيستائين پرهہ ڦٽي. پر جي پرهہ ڦٽيءَ تائين ان شخص ان جي قضا نہ ڪئي، تہ ڦري سومهڻي نماز درست ٿيس، ان ڪري پرهہ ڦٽڻ کان پوءِ اهو شخص سومهڻي ادا نہ ڪري.

### نوع اٺون: طواف زيارت جا فرض

طواف زيارت ۾ ڇهہ فرض چون ٿا. ٿئين نوع ۾، جتي طواف جا فرض بيان ڪيا اٿم، اتي انهن جو بيان ڪيو اٿم.

### نوع نائون: جمرن کي چٽڻ جي فرضن جو بيان

جمرن جو چٽڻ شريعت موجب واجب چون ٿا. عالم پلارا ان کي فرض نہ ٿا چون. ان ۾ عدد جي لحاظ کان اٺ فرض لکن ٿا.

1. جمرن جي ماڳ تي پٿرن جو واقع ٿيڻ يا جمرن جي ويجهو واقع ٿيڻ فرض آهي ويجهڙائيءَ جو مقدار ٽي گز پورا آهي ان ڪري جيڪڏهن پٿريون ٽن گزن کان پري ڪِرن ته اهو هڻڻ بنهه معتبر نه چئبو.
2. فرض پٿرن جو ڇٽڻ چون ٿا. جيڪڏهن پٿريون صرف رکي ڇڏي، ته ان سان واجب ادا نه ٿيندو. پٿريون رمي جي جڳهه تي رکڻيون بنهه ناهن. پر جيڪڏهن رمي جي وقت ائين ڪري ٿو، ته واجب رمي جو ادا نه ٿيندو. پر اهو فعل علماءَ لکن ٿا، ته مڪروهه چئبو.
3. فرض پٿرين جو جمرن جي هنڌ يا ان جي ويجهو بنا ڪنهن واسطي جي پنهنجي فعل سان پهچائڻ آهي. پر جيڪڏهن انهن کي جمرن ڏانهن ڇٽيائين؛ پر وڃي ڪنهن ماڻهوءَ جي پٺ تي پيون ان کان پوءِ ان تان وڃي جمرن تي ڪريون، ته اهو پٿرن جو هڻڻ درست نه چئبو.
4. فرض آهي ته جدا جدا پٿريون هڻي. جيڪڏهن ستئي پٿريون هڪ ئي دفعي سان هنيائين، ته هڪ کان سواءِ ٻيون درست نه ٿينديون. يعني اهو هڪ پيرو شمار ٿيندو.
5. فرض آهي، ته پٿريون پاڻ اڇلي، جيڪڏهن پاڻ قدرت رکي ٿو. پر جي قدرت جي هوندي ان نائب رکيو، جنهن سندس پاران پٿريون هنيون، ته اهو هڻڻ شريعت ۾ درست نه چئبو.
6. پٿرين جو زمين جي جنس مان هئڻ فرض آهي، ننڍيون هجن يا وڏيون. مٽيءَ جا پتر هجن يا سرن جا ڪچا پڪا ٽڪرا هجن يا ڪن



ٻين زمين جي جنسن جي شين جا ٽڪرا، جن تي تيمم صحيح ۽ جائز آهي، جڏهن ته سون، چاندي، موتيءَ، ڪانيءَ ۽ لوهه وغيره جا ٽڪر هڻڻ جائز ناهي.

7. فرض عالم اهو ٿا لکن، ته رمي جو وقت به رمي جي فرضن مان آهي، ته عيد جي ڏينهن پرهه کان پوءِ، يارهين، ٻارهين ۽ تيرهينءَ جي پڻ پرهه ڦٽڻ کان پوءِ هڻن. پرهه ان ڏينهن جي معتبر ٿا چون. تنهن ڪري جيڪو ان ڏينهن ۾ پرهه ڦٽڻ کان اڳ هڻندو يا چئني ڏينهن مان ڪنهن هڪ ڏينهن ۾ هڻندو ته اهو رمي درست نه چئبو. البته انهن سڀني ڏينهن جي پرهه ڦٽڻ کان پوءِ ايندڙ نحر تائين، جيڪا ايندڙ ڏينهن ۾ پرهه ڦٽڻ سان ڦٽندي. اهو ڇٽڻ درست آهي. اهو امر ڪتابن لکيو آهي، ته واجب آهي. ان ڪري پهرئين ڏينهن جو پٿريون جيڪڏهن ايندڙ ڏينهن جي پرهه تائين مؤخر ڪري ڇڏيائين، ته ان واجب جي ڇڏڻ جي ڪري ان شخص تي دم واجب لکن ٿا.
8. فرض آهي ست پٿريون يا ستن مان اڪثر يعني چار هڻڻ. جيڪڏهن ڪو پوريون ٽي عدد پٿريون يا انهن کان گهٽ هڻندو ته اهو رمي جائز نه چئبو.

### نوع ڏهون: طواف صدر جا فرض

جاڻڻ گهرجي ته طواف صدر واجب آهي فرض ناهي. ان ۾ پورا ست فرض آهن. ڇهه فرض انهن مان اهي آهن، جيڪي طواف مطلق جي فرضن ۾ ٽئين نوع ۾ بيان ڪيم.

7- فرض انهن مان اهو تا چون ته طواف صدر جو طواف زيارت کان پوءِ ڪرڻ گهرجي. جيڪو طواف صدر جو طواف زيارت کان اڳ ڪندو، ته اهو طواف، جنهن جو طواف صدر نالو آهي، سو صحيح نه ٿيندو. طواف صدر علماءَ ان ڪي تا چون، جيڪو موڪل وقت

ونجن = وڃي

ڪجي، جڏهن ماڻهو مڪي کان حج پورو ڪري نڪري.

## فصل سترهون

## عمري جا فرض

ان ۾ لکن تا ته پورا ٻه فرض آهن.

1. انهن مان آهي، احرام، جيڪو لبيڪ جي لفظ سان عمري جي نيت سان پهرڻ گهرجي.
2. فرض انهن مان آهي، ڪعبي جو چار پيرا طواف ڪرڻ، چار پيرا اڪثر طواف آهن.

## فصل ارڙهون

## حج جا فرض جڏهن ٻئي پاران ادا ڪجي

سڀ ڪنهن مؤمن مسلمان ڪي اهو ڄاڻڻ گهرجي، ته جنهن ماڻهوءَ ۾ حج جي فرضيت جا سڀ فرض گڏ هجن يا حج جي ادا ڪرڻ جا فرض ان ۾ موجود آهن، پر پاڻ حج جي قدرت نه رکي سگهيو، ڪنهن اهڙيءَ عاجزيءَ جي سببان جيڪا ڪيس دائمي لڳل هئي، ته ان تي اهو فرض آهي، ته ٻئي هٿان حج پڙهائي پنهنجي مٿان فرض جو بار



لاهي، پر عاجزيءَ سببان ٻئي کان حج ڪرائڻ جي درستيءَ جا گهڻا فرض آهن. پنجويهه فرض ان ۾ عالم لکن تا. ڪن ان ۾ چوويهه فرض چيا آهن. هڪڙي فرض ۾ عالمن جو اختلاف آهي. جنهن ڪي ڇهين فرض ۾ تفصيل سان لکندس. پر گهڻن متاخرن جي فتويٰ ان تي آهي ته اهو پڻ فرض چئبو.

1. فرض اهو آهي، ته جنهن جي بدران ڪو ٻيو شخص حج ٿو پڙهي ان جو حج فرض جي قسم جو هئڻ گهرجي. جيڪڏهن ان تي حج فرض نه هو، ته ٻئي جو ان طرفان حج صحيح نه ٿيندو. توڙي ان تي ان کان پوءِ حج فرض پيل چو نه ٿئي. پر ان حج مهل ان تي حج فرض نه هو. ان طرح لاحق عبادت جي اڳئي نيابت لازم ايندي. پر جي اهڙي طريقي سان حج پڙهائي ته اهو حج پڙهائيندڙ لاءِ نفلي حج ٿيندو.
2. فرض ان باري ۾، جنهن جي طرفان ڪو ٻيو حج ٿو پڙهي، اهو تا لکن، ته اهو پاڻ حج ڪرڻ کان عاجز هجي، ۽ اها عاجزي اهڙي هجي، جيڪا دائمي طور ساڻس لڳل آهي جيئن ان سان مري وڃي يا پوڙهو ٿي وڃي. پر پيري اهڙي حد کي پهچي، جنهن مان صحت جي اميد بنهه نه اٿس يا ان جو مرض اهڙن مرضن منجهان هجي جيڪو موت کان سواءِ ڪڏهن به نه وڃي. پر جيڪو حج پڙهڻ کان عاجز ڪونهي، پاڻ به حج پڙهي ٿو سگهي، ته ان لاءِ اهو درست ناهي، ته ان صورت ۾ پنهنجو حج ٻئي کان پڙهائي.
3. فرض اهو آهي، ته عذر ان وقت کان اڳي هئڻ گهرجي جڏهن ٻئي

هتان فرض حج پڙهائي ٿو. پر جي فرض حج ٻئي هتان پڙهائي ۽
هوڏانهن پاڻ ان وقت چڱو ڀلو هجي، حج پڙهڻ تي پاڻ کي ٻه قدرت
اٿس ان کان پوءِ وجي پنهنجي پاڻ پڙهڻ کان عاجز ٿيو آهي، ته ان
صورت ۾ نائب کان حج پڙهائڻ صحيح ناهي. حج پڙهائيندڙ تان
ان حج سان حج جي فرضيت نه لهندي. پر ان عذر جو ان وقت دائمي
هئڻ فرض ناهي، جڏهن هو ٻئي کان پنهنجي لاءِ حج پڙهائي ٿو.
ان ڪري جيڪڏهن مريض کي ڪو اهڙو مرض آهي جنهن جي
وڃڻ جي ان کي اميد آهي، پر ان صورت ۾ به ان نائب ورتو، ته
منهنجي پاران حج وڃي پڙهي، پر اتفاق تقدير سان اهو ٿيو، جو
حج پڙهائيندڙ کي اهو مرض باقي رهيو، ان جي مرڻ تائين موجود
رهيو، ته ان صورت ۾ نائب جو حج درست چئبو ۽ اهو حج
پڙهائيندڙ طرفان صحيح ٿيو.

4. فرض اهو پڻ لکن ٿا، ته ان وٽ ايترو مال هجي، جو ان سان سندس
نائب حج پڙهي سگهي. تنهن ڪري جيڪڏهن اهڙي صورت آهي،

تِهڪَن = تنهن وٽ

جو حج پڙهائيندڙ تي حج فرض ٿيو هو، ان وقت اهو مال ۾
شاهوڪار هو. ان کان پوءِ ڪانئس مال ويو هليو ۽ اهو فقير ٿي پيو
پر ان تي حج جو فرض باقي رهجي ويو، جنهن ڪري ان پنهنجي
طرفان نائب رکيو، ته منهنجي پاران حج وڃي پڙهي. پر ان جو خرچ
نائب پاڻ ڪري ان جي پاران وڃي حج پڙهيو، ته ان صورت ۾ ان
جي پاران حج فرض ادا نه چئبو.



5. فرض آهي، پنهنجي پاران حج پڙهائيندڙ جو پنهنجو حڪم حج
پڙهندڙ کي موڪلڻ، ته سندس پاران وڃي حج پڙهي. ان ڪري
جيڪو ماڻهو ٻئي ڪنهن جي طرفان ان جي حڪم کان سواءِ ان
جي حياتيءَ ۾ حج ادا ڪري آيو، جنهن جي پاران حج ڪري آيو سو
پاڻ حج کان عاجز هو ۽ سندس عاجزي دائمي به هئي، ته ان صورت
۾ اهو حج ان شخص طرفان صحيح نه ٿيندو. حج فرض ان کان ٻنهه
نه لهندو. پر جي حج جو مالڪ مري ويو آهي، ان جي پويان سندس
وارث حج ٿو پڙهائي. ان جي ڪنهن ٻئي شخص هتان وصيت ٿو
ڪري يا ڪو ٻيو وارثن مان حج ٿو پڙهائي، ته انهن ٻنهي صورتن
۾ هيءُ حڪم آهي، ته ان طرح ميت جو حج درست ٿيو. ان جو
فرض حج ادا ٿي ويو. ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي علماءَ لکن ٿا. اها
وصيت امر جي جڳهه تي سمجهبي. پر جي ميت جي وصيت کان
سواءِ ڪو حج ٿو پڙهائي، ته ميت جي طرفان فرض ادا ڪري اچي،
ته ان صورت ۾ امام اعظم فرمايو آهي، ته ان صورت ۾ به ميت
جي پاران حج درست ٿي ويندو، جي الله ان جي درستي گهري
هوندي ته.

6. فرض اهو آهي، ته نائب کي صريح ائين نه چئي ته هيترا پيسا وٺ
۽ منهنجي پاران حج ڪري اچ. جيڪڏهن نائب کي اهڙا لفظ صريح
چيائين ۽ ان سندس بدران حج وڃي پڙهيو ته اهو حج ان پاران
صحيح نه ٿيندو. هدايه ۽ ڪافيءَ ۾ اهڙو بيان آهي، ٻين ڪتابن ۾
پڻ اهڙو بيان آهي، پر جي اهي لفظ صريح نه چيائين، بلڪ ڪنهن

ڪي هن طرح چيائين، تہ منهنجي پاران حج مبارڪ وڃي پڙهہ ۽ ڪرايي جو ان ۾ ذڪر نہ ڪيائين ۽ نائب ان جي پاران حج وڃي پڙهيو، تہ نائب جو موڪليندڙ طرفان حج صحيح ٿيو. پر بحر عميق ۾ هن طرح مذڪور آهي ۽ پڻ شرح مناسڪ ۾، جيڪو مرشديءَ جي تصنيف آهي. ان کي ڪفايا کان نقل ڪيو اٿس، جيڪا ابوالحسن غندري جي تصنيف آهي، تہ ٻئي کي موڪليندڙ تان فرض لهندو ۽ ان پاران حج درست ٿيندو. هيءَ روايت اصل امام اعظم کان آهي. بحر عميق ۽ شرح مناسڪ جي عبارت پوري ٿي. بحر عميق ۾ هيءُ لفظ زائد آهن، تہ ڪفايہ جو قول سولو ۽ صحيح آهي. بهر عميق جا زائد لفظ پورا ٿيا. قاضي خان ۽ ٻين ڪتابن ۾ آهي، تہ جيڪو شخص ڪرائي جا لفظ چوي ۽ نائب جي آڏو انهن کي صريح ذڪر ڪري، تہ اهڙو استيجار بنهہ معتبر نہ چئبو. نائب کي ڪرايو وٺڻ بہ فاسد چون ٿا. پر اتي حج جو امر باقي آهي. اجاري جي ضمن ۾ واقع ۽ ثابت آهي. ان ڪري اهو موڪليندڙ پاران حج درست ٿيندو. موڪليندڙ تي نائب کي نفعو مثل ڏيڻ واجب ٿيندو. اها امام اعظم کان ظاهر روايت آهي. اتي قاضي خان جي عبارت پوري ٿي. هيءُ فرض ڇهون هنن ٻن روايتن جي بنياد تي، ٻئي پاران پڙهجندڙ حج جي فرضن مان ناهي. پهريون قول ضعيف آهي انهيءَ جي روايت ۾ قوت ڪانهي. ان ڪري ان کي بنهہ نہ ليکبو.

7. فرض اهو آهي، تہ نائب حج جي واٽ ۾ اڪثر خرچ موڪليندڙ جي



مال مان ڪري، جيڪڏهن سمورو واٽ جو خرچ پاڻ ٿو ڪري يا اڪثر خرچ پاڻ ٿو ڪري، تہ ان جي ڪري موڪليندڙ جي پاران حج صحيح نہ ٿيندو. ان جي ڪري منيب تان حج جو فرض نہ لهندو. ان جي ئي ڪري اهو نائب جو حج ادا ٿي ويندو، حج فرض هجي توڙي نفل. اهو نائب موڪليندڙ کي سندس سڀ مال موٽائي ڏئي جيڪو ان حج جي سفر خرچ لاءِ ڏنو: پر ٻہ صورتون ان کان مستثنيٰ آهن.

پهرين صورت اها ٿا لکن، تہ جيڪو نائب وٽ موڪليندڙ جو مال آهي، ان مان خرچ جو پورائو ٿئي ٿو، تہ حج کان پوءِ نائب جو پهريون ڪم اهو آهي، تہ واٽ جو خرچ ان مال مان ڪري ان سان موڪليندڙ جو حج وڃي پڙهي، تہ ان صورت ۾ موڪليندڙ پاران اهو ٻيو حج صحيح ٿيندو.

ٻي صورت اها آهي، تہ منيب جيڪو خرچ نائب کي ڏنو، سو وچ واٽ تي ڪانئس چوري ٿي ويو يا ڪنهن ٻئي سبب جي ڪري ڪانئس ضايع ٿي ويو، ان وقت واٽ جو خرچ پنهنجي مال مان ڪيائين، پر منيب جي مال جي ارادي سان ڪيائين تہ اهو حج منيب جي پاران درست ٿيو. توڙي سڄو خرچ پاڻ ڪيائين يا اڪثر خرچ پاڻ ڪيائين، پر جي ان صورت ۾ واٽ جو خرچ پنهنجي مال مان ان ارادي بنا ڪيائين تہ واٽ جو خرچ منيب پنهنجي طرفان خرچ ڏنس بہ.

8- فرض آهي، نائب جي ڪنهن شيءِ تي سواري گهوڙي جي هجي يا ڪنهن ٻئي جانور جي. ٻيڙي هجي يا ان جهڙي ڪا ٻي سواري

هجي. هڪ جنس جي سواري هجي يا مختلف سواريون هجن، پر
سيني طريقن ۾ نائب جي سواريءَ ۾ فرض اهو آهي ته اڪثر حصو
واٽ جو نائب سواريءَ تي هلي، ان ڪري جيڪڏهن نائب پيرين
پنڌ وڃي منيب جي پاران حج ڪيو ته ان صورت ۾ منيب جو حج
بنهه صحيح نه ٿيندو. نائب منيب کي خرچ پري ڏيندو، توڙي منيب
جي حڪم سان پنڌ حج تي ويو توڙي منيب جي حڪم بنا پنڌ
ڪيائين. پر سواريءَ جي فرضيت ان جڳهه تي چون ٿا، جتي منيب
نائب کي سواريءَ جو خرچ ڏنو هجي، پر جي ان کي سواريءَ جو
خرچ ڏنائين ۽ مجيب پنڌ وڃي حج پڙهيو ته اهو حج منيب جي
طرفان درست ٿيو. ڪتاب نهر فائق ۾ اهو بيان آهي. ڪتاب الايمان
۾ ان هيءَ عبارت لکي آهي ته بيڙيءَ تي چڙهڻ به جانور تي چڙهڻ
وانگر آهي.

9- جيئرو منيب جيڪڏهن ڪنهن هٿان پنهنجو فرض حج نيابت جي
طريقي تي پڙهائي ٿو ته نائب تي اها ڳالهه لکڻ فرض آهي ته حج
منيب جي مال مان پڙهندو. منيب جي وطن کان ان جي شروعات
ڪندو، توڙي مال گهڻو آهي، جنهن سان منيب جي وطن کان اهو
حڪم ٿئي، يا مال ٿورڙو آهي. ايترو جو منيب جي وطن کان ان
سان شروعات نه ٿي سگهندي ته نائب لاءِ اهو درست ناهي ته
پنهنجي منيب جو حج ان جڳهه کان شروع ڪري، جتي ڪيس مال
پهچي. بحرالرائق ۾ ان طرح مذڪور آهي، فتاويٰ والوالجيءَ کان
ان کي نقل ڪيو اٿس.



10- جيڪڏهن منيب حج جي وصيت ڪري مري ويو ته نائب تي اهو
فرض آهي ته نائب اهو حج منيب لاءِ پڙهي ۽ منيب جي وطن کان
ان جي شروعات ڪري. پر ان جي ٽين پتي مال مان اهو ڪم ڪبو،
جيڪڏهن ٽين پتي مال جي گهڻي آهي، جنهن سان هوند حج
اتاهون شروع ٿي سگهي ٿو، پر جي اها ٿورڙي آهي ان سان منيب
جي وطن کان خرچ پورو نه ٿيندو ته پوءِ نائب ان جڳهه کان حج
شروع ڪري، جتان کان خرچ پورو ٿي سگهي. جيڪڏهن نائب
منيب جي پاران اهڙي صورت ۾ وچ واٽ کان حج پڙهيو، جنهن
۾ مال ايترو آهي جو وطن کان شروعات ڪرڻ جي صورت ۾ به
پورو ٿي سگهي ٿو ته ان صورت ۾ منيب جو حج درست نه ٿيندو،
پر اهو فرض تڏهن معتبر ٿيندو جڏهن منيب جو وطن مقرر هجي.

11- جيڪڏهن منيب جو وطن مقرر نه هجي، ته ان صورت ۾ ان هنڌ کان
ان پاران حج پڙهڻ شروع ڪري، جنهن هنڌ تي منيب کي موت آيو
۽ ساهه نڪتس.

12- جيڪڏهن منيب ميت جا وطن گهڻا آهن، ته نائب ان وطن کان حج
پڙهڻ شروع ڪري، جيڪو مڪي کي ويجهو هجي.

13_ فرض آهي، ته نائب هيءَ نيت ڪري ته هيءُ حج نيابت جي طور
منيب جي پاران پڙهندس، توڙي اها نيت احرام وقت ڪري يا
احرام کان پوءِ. حج جي عملن شروع ڪرڻ کان پوءِ ڪري، پر
جيڪڏهن نائب انهن ٻن وقتن مان ڪنهن وقت ۾ نيت نه ڪئي
۽ منيب جي پاران وڃي حج پڙهائين ته اهو حج منيب جي پاران

صحيح نہ ٿيندو.

14- فرض اهو آهي، تہ نائب حج لاءِ ميقات کان احرام ٻڌي، جيڪي احرام جا مشهور ۽ معلوم هنڌ آهن. پر هيءَ فرض ان نائب جو آهي، جنهن جو منيب آفاقي آهي. آفاقي ان منيب کي ٿا چون جيڪو نہ مکي ۾ ٿو رهي نہ حل ۾ نہ ميقاتن جي اندر. تہ اهو شريعت ۾ آفاقي آهي، پر جي اهو منيب مکي جو رهندڙ آهي تہ ان صورت ۾ نائب تي اهو فرض آهي تہ ان ميقات کان احرام ٻڌي، جيڪو مکي لاءِ مقرر آهي، پر جي منيب حل جو يا ميقات جو رهندڙ آهي تہ ان صورت ۾ نائب تي اهو فرض آهي، پر جي منيب حل جو يا ميقات جو رهندڙ آهي تہ ان صورت ۾ نائب تي اهو فرض آهي تہ منيب جي پاران حل کان احرام ٻڌي، جيڪڏهن منيب آفاقيءَ جو نائب حل يا ميقات کان احرام ٻڌي يا مکي جي منيب جو نائب حل کان احرام ٻڌي يا مکي جي منيب جو نائب ميقات کان احرام ٻڌي يا حِلَ جي منيب جي نائب ميقات کان احرام ٻڌو يا مکي جي ميقات کان احرام ٻڌائين يعني نائب ميقات ۾ منيب جو مخالف ٿي پيو ۽ ان طرح ان منيب جو حج پڙهيو تہ ان صورت ۾ منيب جو حج درست نہ چئبو. هرهڪ نائب تي اهو فرض آهي تہ احرام منيب جي ميقات کان ٻڌي.

15- نائب کي منيب جيڪو چوي تنهن جي نائب مخالفت نہ ڪري، جيڪڏهن منيب نائب کي چيو تہ منهنجو ساري حج پڙهي اچ تہ نائب حج جو احرام ٻڌي ٻي ڪا نيت نہ ڪري، پر جي منيب عمري



پڙهڻ جو ڪيس چوي تہ احرام وقت عمري جي نيت ڪري، پر جي نائب ٻن طريقن مان ڪنهن هڪ طريقي سان ان جي مخالفت ڪئي. جيئن منيب مکي نائب کي حج جو چيو، پر نائب پنهنجي عمري جو احرام ٻڌو. عمرو پڙهي ان جا ڪم پورا ڪري، تنهن کان پوءِ مکي مبارڪ کان حج جو احرام ٻڌائين تہ منيب جي پاران اهو حج درست نہ چئبو. نائب اهو خرچ منيب کي پري ڏيندو. منسڪ ڪبير ۾ اهو بيان آهي، جيڪا ان عالم جي تصنيف آهي، جنهن کي مکي جا علماءُ مولانا رحمت الله سنڌي چون ٿا. جيڪڏهن منيب عمري جو حڪم ڪيو، پر نائب پنهنجي حج جو احرام ٻڌو، ان کان پوءِ نيابت جي طور منيب جو عمرو پڙهيائين، تہ اهو عمرو منيب پاران صحيح نہ چئبو. جيڪڏهن منيب نائب کي اهو حڪم ڪيو تہ منهنجي طرفان هڪڙو حج پڙهج. ان سان احرام جو عمرو نہ گڏاءِ. يا چيائين تہ منهنجي پاران هڪڙو عمرو وجي پڙهج، ان سان حج نہ گڏاءِ. ۽ نائب ٻئي احرام ۾ گڏائي ڇڏيا، جنهن کي ماڻهو قران چون ٿا، ٻنهي جي منيب لاءِ نيت ڪري ڇڏيائين يا پهرئين عمري جي نيت ڪيائين، پر عمري جي ڪمن کان فارغ ٿي حج جو احرام مکي مبارڪ کان ٻڌائين، اهو طريقو اختيار ڪيائين، جنهن جو تمتع نالو آهي، تہ اهو منيب جي طرفان صحيح نہ ٿيندو. نائب کي منيب جو خرچ پري ڏيڻو پوندو، انهن مڙني صورتن ۾ اهو حڪم آهي.

هاڻي اهو حيلو ٻڌو، جنهن سان نائب جو منيب پاران حج

صحيح ٿيندو، اهو هيءُ آهي تہ منيب نائب کي نيابت وقت هن
طريقي سان پنهنجي پاران موڪل ڏئي تہ تون ڀهريائين پنهنجي
پاران عمرو ڪج، تنهن کان پوءِ منهنجو حج ادا ڪج. يا ڀهريائين
منهنجي طرفان حج پڙهج، ان کان پوءِ پنهنجي لاءِ عمرو ڪج. يا
قران جي يا تمتع جي موڪل ڏئيس. جن جي معنيٰ مٿي گذري. يا
منيب پنهنجي پاران نائب کي عام موڪل ڏئي. نائب کي پنهنجي
طرفان اهو اختيار ڏنائين تہ تون مرضيءَ وارو آهين، جيڪو ڪپئي
سو وجي ڪر. تہ انهن مڙني صورتن ۾ حڪم اهو آهي تہ نائب
اختيار وارو آهي، جيڪو گهري سو ڪري، جيڪو عمل اڳ ڪرڻ
گهري سو اڳ ڪري، جيڪو پوءِ ڪرڻ گهري سو پوءِ ڪري.
ڪنهن بہ صورت ۾ ان تي منيب جي خرچ ڀري ڏيڻ جو ذمو
ڪونهي. ان طرح علي قاريءَ شرح مناسڪ متوسط ۾ بيان ڪيو
آهي، ٻئي رسالي ۾ پڻ بيان ڪيو اٿس، جيڪو سندس تصنيف
آهي.

16. فرض اهو آهي، تہ حج تي موڪليندڙ جي پاران نائب پاڻ پنهنجي
سر حج پڙهي. جيڪڏهن نائب وچ رستي ۾ مريض ٿي پيو يا اهڙو
ڪو ٻيو مانع ان کي درپيش اچي ٿيو، جنهن جي ڪري اهو پاڻ اهو
حج نہ ٿو پڙهي سگهي، جيئن نائب قيد ٿي پيو يا اهڙو ڪو ٻيو
مسئلو ٿي پيو، تہ ان صورت ۾ نائب ڪنهن ٽئين شخص کي خرچ
ڏنو، تہ نائب کي موڪليندڙ جو حج وجي پڙهہ ۽ رستي ۾ هيءُ ان
جو مال خرچ ڪج؛ پر اهو موڪليندڙ جي اجازت کان سواءِ ڪيو،



ٽئين شخص موڪليندڙ جي پاران ان جي خرچ تي حج وجي
پڙهيو، تہ ان طرح موڪليندڙ جو حج صحيح نہ ٿيندو. موڪليندڙ
جو نائب ۽ ٽيون شخص ان صورت ۾ موڪليندڙ جي مال جا ضامن
آهن. (يعني ڀري ڏيندا) پر موڪليندڙ کي اختيار آهي تہ پنهنجو مال
پنهنجي نائب کان ڀرائي وٺي يا ٽئين شخص کان ڀرائي وٺي. پر
جي نائب کي موڪليندڙ اهو اختيار ڏنو، تہ جي توکي حج ميسر
نہ ٿي سگهي، تہ ان وقت پنهنجي طرفان ڪو نائب ڪري ونجان
يا منيب کي اهڙا لفظ چيائين، تہ توکي جيئن وڻي تيئن حج ادا
ڪري اچ تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ حڪم اهو آهي، تہ نائب
موڪليندڙ جو ٽئين شخص کان حج پڙهائي وٺي. ان صورت ۾
جيڪڏهن ٽئين شخص موڪليندڙ پاران حج ڪيو، تہ ان سان
موڪليندڙ جو حج درست ٿيو. جي نائب ٽيو ماڻهو مانع عذر جي
ڪري مقرر ڪيو، تہ ان صورت ۾ پڻ حڪم اهو آهي، تہ اهي نائب
مال ڀري نہ ڏيندا. ڀري ڏيڻ کان اهي آجا آهن.

17. فرض اهو آهي، تہ نائب ٻئي جي نيابت وقت حج نہ پيجي، جيڪڏهن
نيابت ڪندي نائب عرفات ۾ ويهڻ کان اڳ حج پيجي وڌو، عرفات
۾ ويهڻ کان اڳ جماع ڪري وڌائين، تہ نائب جو منيب پاران حج
صحيح نہ ٿيو. نائب موڪليندڙ جو مال ڀري ڏئي.

18. فرض اهو آهي، تہ موڪليندڙ جو نائب هڪڙي موڪليندڙ جي
پاران حج جو احرام ٻڌي. جيڪڏهن نائب ٻن حجن جو احرام ٻڌو
هڪڙو حج منيب جو ۽ ٻيو پنهنجو يا ٻئي حج جي ڪنهن ٽئي جي

پاران نيت ڪيائين، توڙي هڪ ٻئي مٿان حج جي نيت ڪيائين، احرام جي وقت، ته اهو حج موڪليندڙ لاءِ درست نه ٿيندو. ان صورت ۾ نائب کي موڪليندڙ جو خرچ پري ڏيڻو پوندو. پر جي ٻئي حج کي ڇڏي ڏئي، جيڪو نائب موڪليندڙ کان سواءِ ڪنهن ٻئي لاءِ نيتيو هو، ته پهريون موڪليندڙ پاران صحيح ٿي ويندو ان صورت ۾ نائب کي مال پرٺو نه پوندو. نائب تان خرچ پري ڏيڻ جو ذمو لهي ويندو. پر ٻئي حج جو ڇڏڻ تڏهن معتبر آهي، منيب پاران حج جي درستي لاءِ ۽ نائب جي ذمي مان خرچ جي لهڻ لاءِ، جڏهن نائب انهن ٻنهي حجن لاءِ گڏ احرام کي ٻڌو يا ان شخص هڪڙو احرام ٻئي جي پنيان ٻڌو، پر پهريون موڪليندڙ لاءِ نه نيتيائين، پويون حج موڪليندڙ لاءِ نيتيائين، ان کان پوءِ پهريون مؤقوف ڪري ڇڏيائين. ۽ پويون حج اهڙي طريقي سان پڙهيائين، ته هيءُ حج موڪليندڙ پاران صحيح نه ٿيندو. نائب کي موڪليندڙ جو سمورو خرچ پري ڏيڻو پوندو. شرح مناسڪ متوسط ۾ ان طرح بيان آهي، جيڪو مرشديءَ جي مشهور تصنيف آهي.

19. فرض اهو آهي، ته خاص ڪنهن هڪڙي موڪليندڙ پاران احرام ٻڌي. جيڪڏهن ٻن موڪليندڙن هڪڙي نائب کي حج جو چيو، ته وڃي اسان طرفان حج پڙهي اچ. ۽ نائب ٻنهي جي پاران اچي احرام ٻڌو ۽ ان احرام سان حج پڙهيائين، ته اهو نائب ان صورت ۾ ٻنهي موڪليندڙن جو مال پري ڏيندو. اهو نائب جو حج سندس ئي طرفان ٿي ويندو. ان حج کان پوءِ ان نائب کي اهو اختيار ناهي، ته



ان حج جو ڪنهن خاص موڪليندڙ لاءِ تعين ڪري؛ پر جي احرام ٻڌڻ وقت نائب ڪنهن موڪليندڙ لاءِ تعين ڪري، پوءِ وڃي ان مقرر موڪلڻ واري پاران حج پڙهيو، ته ان وقت ان موڪليندڙ جو حج صحيح ٿيندو ۽ ٻئي موڪليندڙ کي مال پري ڏيڻو پوندس.

20. فرض اهو آهي، ته نائب ۽ ان کي موڪليندڙ ٻئي مسلمان هجن، ان ڪري مسلمان جو ڪافر جي پاران حج درست نه ٿيندو. پڻ ڪافر جو مسلمان جي پاران حج درست نه ٿيندو. پر جي موڪليندڙ ۽ نائب ٻئي مسلمان آهن؛ پر موڪليندڙ، مرتد ڪافر کي وصيت ڪئي ۽ نائب وصيت ڪندڙ ڪافر جي حڪم سان نيابت جو حج پڙهيو، ته اهو حج موڪليندڙ پاران صحيح ٿيندو.

21. ته موڪليندڙ جو عقل وارو هئڻ به شرط چون ٿا. پڻ نائب جو عقل وارو هئڻ ۽ وصيت ڪرڻ واري جو عقل وارو هئڻ پڻ شرط آهي. جيڪڏهن انهن ٽنهي مان ڪو هڪڙو به نيابت وقت چريو هيو، ته نائب جو موڪليندڙ پاران حج صحيح نه ٿيندو.

22. موڪليندڙ جو بالغ هئڻ پڻ شرط چون ٿا. جيڪڏهن نيابت وقت موڪليندڙ ٻار هو، ته نائب جو ان جي پاران حج درست نه چئبو. نائب جي حج جي ڪري ٻار تان حج نه لهندو، جو ٻار تي حج فرض ئي ڪونهي.

23. نائب جو تميز وارو هئڻ شرط آهي، ته اهو حج کي ڄاڻي ۽ پروڙي ته اهو ڇا ٿيندو آهي جيڪڏهن ڪنهن پنهنجي پاران صغير ٻار کي نائب مقرر ڪيو، جنهن کي تميز ڪانهي، ته ان جو موڪليندڙ پاران حج درست نه چئبو. پر جي ٻار ننڍو، جنهن کي نائب مقرر

ڪيو ويو آهي، تميز وارو آهي، جيڪو حج کي پروڙي ٿو، موڪليندڙ ان کي حج جو حڪم ڏنو، تہ تون منهنجي پاران حج وڃي پڙهہ، تہ ان مسئلي ۾ پورا ٽي قول آهن. ڪن عالمن، جيڪي دين جا باني آهن، چيو آهي، تہ اهو حج موڪليندڙ پاران درست نہ چئبو. ڪن عالمن چيو آهي، تہ اهو ٻار جيڪڏهن ”مراهق“ آهي، تہ اهو حج صحيح چئبو. پر شيخ علي قاري شرح مناسڪ ۾ جيڪو متوسط جو شرح مشهور آهي، چيو آهي، تہ پهريون قول پوئين ٻن قولن تي غالب آهي، جو ٻار کي اها ولايت ڪانهي، تہ ڪنهن عبادت جو ڪنهن ٻئي لاءِ ڪو عمل ڪري يا حج جو ثواب ڪنهن ٻئي کي بخشي، توڙي اهو ڪم ولي جي موڪل سان چو نہ ڪري.

24. اهو تہ نائب کان حج فوت نہ ٿئي. جيڪڏهن نائب ڪنهن جي پاران حج پڙهڻ ويو، پر وقوف عرفات جي وقت وقوف کي نہ پهتو، عمري جا ڪم ڪري احرام کان آجو ٿي ويو، تہ اهو موڪليندڙ جو حج جائز ئي نہ ٿيو. پر جي نائب کان هن سال جو حج هليو ويو، تنهن ڪري سال مڪي ۾ سڪوت ڪري، ٻئي سال ۾ ان موڪليندڙ پاران حج پڙهيو يا حج فوت ٿيڻ کان پوءِ نائب ڪنهن ٻئي طرف کان مڪي مبارڪ مان نڪري وطن موٽي آيو، پر حج لاءِ وري مڪي مبارڪ موٽي آيو، ايندڙ سال ۾ موڪليندڙ پاران حج پڙهيائين، تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ حڪم اهو آهي، تہ منيب جو حج نائب جي فعل سان ٿي ويو.



25. اهو تہ موڪليندڙ جي طرفان اهو نائب حج پڙهي، جنهن کي موڪليندڙ مقرر ڪيو هو. موڪليندڙ جو ڪنهن ٻئي کان حج نہ پڙهائبو. مثال جيڪڏهن موڪليندڙ زيد کي مقرر ڪيو پر ان کي اهڙي طريقي سان مقرر ڪيائين تہ تون مون زيد طرفان حج وڃي پڙهہ. منهنجو حج تون ڪنهن ٻئي هٿان نہ پڙهائج يا وارث کي ڪنهن اجنبي وصي چيو، تہ منهنجي پاران حج پڙهائج. جيڪڏهن ان وقت زيد مذڪور ان صورت ۾ پنهنجي موڪليندڙ پاران حج لاءِ ويو ۽ اهو ڪنهن سبب ڪري رستي ۾ مري پيو، ان وقت موڪليندڙ جو حج ڪنهن ٻئي هٿان پڙهايائين، ان ۾ موڪليندڙ جو خرچ ڪيائين، تہ ان ٻئي جو موڪليندڙ طرفان حج درست نہ چئبو. پر هيءُ حڪم علماءَ چون ٿا تہ تڏهن آهي جڏهن منيب ٻئي جي صريح منع ڪئي. پر جيڪڏهن ٻئي جي صريح منع نہ ڪئي اٿس، بلڪ چيائين، تہ منهنجي پاران زيد حج پڙهي، ٻئي جي ان ۾ منع نہ ڪيائين، ان صورت ۾ زيد موڪليندڙ لاءِ حج تي ويو ۽ رستي ۾ مري ويو ان وقت موڪليندڙ جو حج ٻئي پاران پڙهايائون، تہ ان ٻئي جو موڪليندڙ کان حج صحيح ٿيندو. پر جي موڪليندڙ ڪو نائب مقرر نہ ڪيو، ان جي مرڻ کان پوءِ وارث ڪنهن شخص تي متفق ٿيا، تہ حج نيابت جو وڃي پڙهي ۽ ان مقرر شخص حج نيابت جو وڃي پڙهيو، تہ اهو موڪليندڙ طرفان درست ٿيندو.

**تنبيهہ موچاري**

هيءُ جيڪي هن جاءِ تي شرط گذريا، سي حج فرض جا شرط چون ٿا، جيڪو ٻئي جي پاران نيابت جي طور تي ڪجي ٿو. پر حج نفل، جيڪو ٻئي جي پاران پڙهجي. تنهن ۾ انهن شين منجهان ڪابہ شيءِ شرط ڪانهي. البتہ انهن مان ٽي شيون شرط آهن.

1. شرط انهن مان اسلام آهي.
2. شرط انهن مان آهي عقل.
3. شرط نيت آهي، ان طرح شرح منسڪ، ملا رحمت الله جيڪو سنڌي عالم هو. تنهن جي تصنيف آهي. ان ۾ مذڪور آهي، پر گهرجي تہ انهن شرطن ۾ جيڪي حج نفل جا يا ڪنهن ٻئي جا آهن، سترهون، ٽيويهون ۽ چوويهون وڌائجي. جن ڪي اڳئين تفصيل ۾ بيان ڪيو اٿم. انهن ڪي هينئين سان هنڌائجي.

**تنبيهہ سونهاري**

حج فرض، جيڪو ٻئي جي پاران پڙهجي، تنهن جا جيڪي شرط مٿي گذريا، سي ان عمري جا شرط ناهن، جيڪو ٻئي جي پاران پڙهجي. پر حج نفل، جيڪو ٻئي جي پاران ڪجي، ان جا جيڪي ڇهہ شرط آهن، سي ان عمر جا شرط آهن، ڇاڪاڻ جو عمرو پاڻ اصل ۾ سنت آهي. ان سبب ڪري حج نفل سان مشابهہ آهي.

**ٻئي ڪتاب جي پهرئين باب جو ٻيو قسم**

انهن عين فرضن جي بيان ۾، جن جو اسلام جي پنجن بنيادي رڪنن سان تعلق ناهي، نہ انهن سان انهن جو تعلق آهي جيڪي رڪنن سان متعلق آهن. اهي موچارا فرض ايڪهٺ آهن.



1. ماءُ پيءُ جو حڪم مڃڻ ۽ انهن جي اطاعت ڪرڻ.
2. استاد جو اطاعت جي طريقي سان حڪم مڃڻ؛ جنهن پلي استاد دين جا علم پڙهايا هجن.
3. بادشاهہ يا ان جي نائب جو حڪم مڃڻ. پر انهن ٽن فرضن ۾ هيءُ شرط آهي، تہ اهي ٽئي جنهن شيءِ جو حڪم ڪن، سا شريعت ۾ جائز ۽ مباح هجي. جيڪڏهن انهن مان ڪو اهڙو حڪم ڪري جيڪو شريعت جي بنهہ خلاف هجي، تہ ان ۾ انهن جي اطاعت بنهہ فرض ناهي.
4. ڪائڻ، پيئڻ ۽ ٻين ڪمن ۾ حلال مال منجهان خرچ ڪرڻ فرض آهي، پر هتي حلال مال منجهان مراد هي آهي تہ اهو مال حرام قطعي نہ هجي.
5. ٻئي جو مال سندس ملڪيت ۾ موٽائي ڏيڻ فرض آهي.
6. ورهائڻ وقت درست ۽ برابر ورهائڻ فرض آهي.
7. تورڻ ۽ ماپڻ ۾ برابري ڪرڻ فرض آهي.
8. هميشہ سچ چوڻ فرض آهي. البتہ ڪن جڳهين تي ڪوڙ ڳالهائڻ جائز آهي جن جاين جو تفصيل وڏن ڪتابن ۾ آهي ۽ انهن جي حديث ۽ فقهہ جي ڪتابن مان استثنيٰ ثابت آهي.
9. پاڻ مٿان لازم قرض ڏيڻ فرض آهي. جيئن ڪنهن جو قرض، زالن جو ڪابينو (حق مهر) ڏيڻ ۽ سڀ خرچ. بيع جي قيمت ۽ اهڙا ٻيا قرض، اهڙن قرضن جو، جيڪي اهو لهڻن، تن کي ڏيڻ شريعت جو

فرض عين آهي. جي اهو ڏيڻ تي قدرت وارو آهي.

10. ڪفارا ڏيڻ پڻ فرض آهي جهڙوڪ روزي ڀڃڻ جو ڪفارو، قسم جو ڪفارو، ظهار جو ڪفارو ۽ مظلوم مقتول جي کهڻ جو ڪفارو.

11. قرض، انهن شخصن کي ڏيڻ، جيڪي ان جا لائق آهن.

12. سيئي پلارا فرض قضا ڪرڻ فرض آهن، جڏهن اهي وقت ۾ ادا ڪرڻ کان رهجي ويا آهن. جن جو شريعت ۾ خلف قضا آهي، ان فرض ۾ نمازون به داخل ٿيبيون، جيڪي ڪنهن شخص کان وقتن ۾ پڙهڻ کان رهجي ويون آهن. مٿي پڻ اهڙو بيان گذريو آهي، ته نمازون، جيڪي موليٰ جو فرض آهن، رمضان جا روزا، زڪوات ۽ حج جي قضا پڻ فرضن مان آهي. هن کان اڳي ان جو بيان ڪيو اٿم. نائين فصل جنهن ۾ نماز جا فرض بيان ٿيا، تنهن جي وچ ۾ تنبيهه موچاريءَ ۾ ان جو ذڪر ٿيو.

13. فرض مجتهد جي تقليد فرض آهي. پر اها تقليد ان تي فرض آهي،

مَٺڻ = ماپڻ. برابرو = برابري.

جيڪو صاحب اجتهاد بنهه ناهي. اهو قول راجح، غالب ۽ قوي آهي. ان مطرح متن عضديءَ ۾ مذڪور آهي ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ ان جو ذڪر آهي. پر مجتهد جي تقليد فرضن ۾ فرض، واجبن ۾ واجب ۽ سنتن ۾ سنت آهي.

14. عام ماڻهو، جيڪو بنهه ابوجهه آهي. تنهن جي مشهور معروف عالم جي تقليد ڪرڻ فرض آهي. جيڪو عالم شهر جو فقيهه ۽



ديانتدار آهي. ان جي تقليد علماءَ لکن ٿا، ته فرضن ۾ فرض، واجبن ۾ واجب ۽ سنتن ۾ سنت آهي. انهن حڪمن ۾ پنيان لڳڻ ۽ تقليد ڪرڻ، جيڪي مجتهد يا عالم بيان ڪري ٿو، جيڪي حڪم مجتهد قرآن، رسول الله جي حديث ۽ قياس شرعيءَ مان ثابت ڪري ٿو.

15. سخت بک، جيڪا ماڻهو سهي نه سگهي. تنهن ۾ کائڻ فرض آهي توڙي حرام مال منجهان، توڙي ضرورت وقت مردار جانور منجهان کائي.

16. باس ڏيڻ پڻ فرض آهي، ڪن عالمن ائين چيو آهي: پر شرح وقايه ۽ ٻين ڪتابن ۾ آهي، ته باس جو ڏيڻ شريعت ۾ فرض نه ٿيبو.

17. وليءَ جو ننڍڙي ٻار کي اسلام جا ضروري احڪام سيکارڻ فرض آهي.

18. مڙس جو پنهنجي زال کي اسلام جا احڪام سيکارڻ فرض آهي.

19. ڌاريي شخص ۽ پڻ پنهنجي محرمن وٽ انهن جي گهر وڃڻ وقت، انهن کان موڪل گهرڻ فرض آهي. البته زال جي گهر ۾ مڙس جي وڃڻ وقت ان کي موڪل گهرڻ فرض ناهي.

20. تقدير تي راضي ٿيڻ فرض آهي، جيڪا تقدير موليٰ جي پاران جاري ٿئي.

21. مصيبت تي صبر ڪرڻ به فرض آهي.

22. عدت ۾ وينل عورت جو ٻئي مڙس سان نڪاح کان پاڻ کي جهلڻ فرض آهي، جيستائين عدت پوري ٿئي. پڻ پاڻ کي ان گهر مان

نڪرڻ ڪان جهلي، جنهن گهر ۾ عدت لاءِ ويٺي آهي، جيستائين سندس عدت جو وقت گذري.

23. فرض اهو آهي، ته اها عورت، جنهن کي مڙس ڪنهن سبب جي ڪري ٽي طلاقون ڏنيون. پاڻ کي مڙس اول سان نڪاح ڪرڻ کان جهلي، جيستائين سندس عدت پوري ٿئي. جيڪا ان تي پهرئين مڙس کان واجب آهي. ان عدت کان پوءِ ٻئي مڙس سان نڪاح ڪري، ته حلال آهي، ان ٻئي مڙس جڏهن ان سان دخول ڪيو، (تنهن کان پوءِ ان طلاق ڏني) ۽ سندس عدت پوري ٿي، ته پوءِ پهرئين مڙس سان نڪاح درست ٿيندو. ان سان ان دخول کان پوءِ نڪاح ڪري.

24. ان زال تي سوڳ ڪرڻ فرض آهي، جيڪا طلاق بائن جي عدت ڪٽي ٿي يا ٽن طلاقن جي عدت ڪٽي ٿي يا مڙس جي مرڻ جي عدت ڪڍي ٿي، عدت ۾ زينت ۽ سينگار جي قسم جون شيون ڇڏي ڏئي، البته ضرورت وقت ضرورت موجب اهي مباح ٿين ٿيون.

25. مڙسن مٿان پوري عمر ۾ زالن سان هڪ ڀيرو جماع ڪرڻ فرض آهي.

26. پاڻ کي پنهنجي گهر ڀاتين کي ۽ ٻين پنهنجي تابعن کي دوزخ جي باهه کان بچائڻ فرض آهي. انهن سان هر قسم جي خيرخواهي ڪري ۽ انهن کي دين جا حڪم سيکاري.

27. جيڪي نفقا فرض آهن: اهي ڏيڻ فرض آهن. جهڙوڪ: زال جو



نفقو، اولاد جو نفقو، قريبن يعني محرم عزيزن جو نفقو، ٻانهن ۽ ٻانهين جو نفقو؛ پر ان جي فرضيت جا گهڻا شرط آهن، جيڪي فقهه جي ڪتابن ۾ مذڪور آهن.

28. ڇاول ٻار، جيڪڏهن ماءُ جي کير کان سواءِ ٻيو کير نه ٿو پيئي ته ماءُ مٿان ان کي کير پيارڻ فرض آهي. الله وٽ توڙي قضائت ۾، اهوئي فيصلو آهي. قاضي ماءُ کي حڪم ڪندو، ته ٻار کي پنهنجو کير وجي پياري.

29. ماءُ تي پنهنجي ٻار سان پيار ڪرڻ فرض آهي، جيڪڏهن ماءُ ان جي پيارڻ لاءِ معين ناهي، جڏهن اهو ٻار داين جو کير ٿو پيئي. اهو ماءُ تي رب جي طرفان فرض آهي. قاضي ان جو بنهه حڪم نه ڪندو.

30. زال تي گهر جا ڪم ڪرڻ فرض آهن. جهڙوڪ: ٻوڙ رڌڻ، ماني پچائڻ يا ٻيا ڪاڏا ضرورت وارا رڌڻ. هيءُ فرض پڻ زالن مٿان رب جي طرفان آهي. قاضي ان جو زالن تي حڪم نه ڪندو.

31. مائٽي ڳنڍڻ شريعت ۾ فرض آهي. قريب محرم جيڪي آهن، انهن سان ڳنڍڻ شريعت جي وڏن فرضن مان هڪ فرض آهي. امام شافعيءَ، الله رحمت ڪريس، فرمايو آهي، ته مڙئي مائٽيون ڳنڍڻ فرض آهي. پري جون مائٽيون هجن توڙي ويجهي جون، محرم مائٽ هجن توڙي نا محرم.

32. عبادت ۾ اخلاص پڻ فرض آهي.

33. رب جي نعمتن جو الله لاءِ خاص شڪر ڪرڻ پڻ فرض آهي.

34. مڙني امرن ۾ رب تي توڪل ڪرڻ فرض آهي. انهن ۾ رب تي ڀروسو ڪرڻ فرض آهي. سڀني تي هرگز هميشه ڀروسو نه ڪجي.
35. زالن وچ ۾ عدل ڪرڻ فرض آهي، زالن وچ ۾ ورهاست شريعت ۾ فرض آهي، انهن کي برابر ڏينهن ڏيڻ شريعت جو فرض آهي.
36. خبيث ملڪيت فقير کي صدقو ڪرڻ فرض آهي.
37. زالن مٿان مڙسن جو مباح ڪمن ۾ چيو مڃڻ خدا جو فرض آهي.
38. زبانن کي ڪوڙي شاهديءَ کان جهلڻ به فرض آهي.
39. زبان کي فحش ڳالهين، گارين ۽ بڇڙن لفظن کان جهلڻ فرض آهي.

---

ڳنڊڻ = ڀاڃی/ ٻوڙ. تڪيو = ڀروسو. ڇيڇپائی =

40. زبان کي گلا کان جهلڻ فرض آهي.
41. زبان کي چغلخوري ۽ اهڙن ٻين ڪمن کان جهلڻ.
42. اک کي نظر بد کان جهلڻ.
43. ڪنن کي انهن شين جي ٻڌڻ کان جهلڻ، جن جو ارادي سان ٻڌڻ حرام آهي. جهڙوڪ: نقاري جا اوزار، توتارين جا آواز ۽ اهڙي قسم جا ٻيا اوزار.
44. جن شين جو وٺڻ حلال ناهي، تن شين جي وٺڻ کان ٻنهي هٿن کي جهلڻ فرض آهي. جيئن ٻين جو مال يا اهڙو ٻيو ڪجهه.
45. فرض آهي پيرن کي اهڙين شين ڏانهن پنڌ ڪري وڃڻ کان جهلڻ، جيڪي شيون شريعت ۾ ممنوع آهن. جيئن ظلم، چوري، بدڪاري، زنا ۽ ان جهڙيون ٻيون شيون.
46. اوگهڙ کي زنا جي ڪمن ۽ ان جهڙن ٻين ڪمن کان جهلڻ فرض



آهي.
47. سڀ جسم اهڙين شين کان جهلڻ فرض آهي، جيڪي شيون شريعت ۾ تمام گهٽيون حرام آهن. عالم وڏي محمد اڪرم، جيڪو نصرپور جو رهاڪو ڪمال ۾ ڪامل آهي، تنهن پنهنجي رسالي ۾ اهڙو بيان ڪيو آهي، ته شريعت ۾ مڙئي حرام شيون هڪ سؤ پنجٽيهه آهن. ان عالم انهن شين جو ان رسالي ۾ ذڪر پڻ ڪيو آهي، تفصيل جي طور انهن ۾ جيڪي شيون شامل آهن، انهن مان هڪ اهو آهي، ته ڪنهن شخص کي رشوت ڏيڻ حرام آهي ۽ پڻ ان جو وٺڻ حرام آهي ۽ ظلم پڻ حرام آهي. غصب ڪرڻ ۽ ڦرڻ به حرام آهي. چٽي، ڪينو ۽ حسد پڻ حرام آهي. تڪبير پڻ حرام آهي. پاڻ پڏائڻ به حرام آهي ۽ ٻيا حرام به ان ۾ داخل آهن. پر انهن جو تفصيل مون هن سنڌيءَ ۾ ڪلام جي اختصار سببان ڇاٽي واٽي ڇڏي ڏنو آهي ۽ هن سبب جي ڪري به، ته هيءُ سنڌي فرضن جي بيان لاءِ آهي. حرام جي بيان لاءِ ناهي.
48. نماز کان ٻاهر زالن ۽ مڙسن تي اوگهڙ ڍڪڻ شريعت موجب فرض آهي. پر اها اوگهڙ ايترو مقدار فرض آهي، جيڪو ڪتاب هدايه ۽ وقايه ۾ ۽ پڻ ڪتاب ڪنز ۽ ان جي شرح ۾ مذڪور آهي. مڙس جي اوگهڙ جو مقدار ٻنهه ڌورو ۽ عورت جي اوگهڙ جو مقدار ان کان گهٽو آهي.
49. فرض آهي، الله جي نالي جي تعظيم. جنهن وقت به الله جو نالو ٻڌي ان وقت تعظيم ڪري. جل جلاله، عزوجل، سبحان الله،

تبارڪ الله ۽ ان جهڙن ٻين لفظن سان تعظيم ڪري، جن لفظن ۾ موليٰ جي تعظيم آهي، الله جو نالو ٻڌڻ وقت الله جي نالي جي تعظيم مڙني مؤمنن تي فرض عين آهي. حلاوة المصليءَ ۾ ان جو بيان آهي. پر ان ۾ اختلاف آهي ايندڙ فصل ۾ ان جو تفصيل بيان ڪندس.

50. حضرت نبي ۾لي رسول مختار صلي الله عليہ وسلم جن تي پوري عمر ۾ هڪ ڀيرو صلوات چوڻ فرض آهي، ان ۾ عالمن جو ڪوبہ اختلاف ڪونهي. اهو حڪم پلي قرآن ۾ رب جي فرمودي موجب آهي جيئن [صلو عليہ] موليٰ مختار فرمايو آهي. پر هن ڳالهہ ۾ عالمن جو اختلاف آهي تہ سڀ ڪنهن وقت ۾، جڏهن احمد صلي الله عليہ وسلم جن جو نالو ٻڌي، تڏهن صلوات فرض آهي يا نہ. پر صحيح قول ڪتابن ۾ هيءُ آهي تہ حضرت حبيب تي، جيڪو نوري نبي آهي، صلوات سڀ ڪنهن وقت ۾، جڏهن ان جو نالو ٻڌي يا چوي واجب آهي اهو قول نهايت معتمد آهي. امام اعظم جو پلو مقبول مذهب اهو آهي. ان طرح ڪتاب درمختار ۾ لکيل آهي ۽ شرح تنوير الابصار ۾ پڻ گهڻي چٽائيءَ سان آيو آهي. پڻ

پائڻ = پاڻ پڏائڻ

عالمن جو ان ۾ اختلاف آهي، تہ جنهن وقت موليٰ جو نالو ٻڌي، ان وقت تعظيم ڪرڻ واجب آهي، جيڪو فرض ۽ سنت جي وچ ۾ مشهور مرتبو آهي. يا ان وقت تعظيم فرض قطعي آهي. پڻ عالمن هن ڳالهہ ۾ اختلاف ڪيو آهي، تہ صلوات حضرت رسول



ﷺ تي، جنهن وقت سندن نالو مبارڪ ٻڌي، ان وقت چوڻ واجب آهي يا فرض آهي. پر حلاوة المصلي ڪتاب ۾ ان طرح لکيل آهي، تہ پهرين صورت ۾ تعظيم ڪرڻ ۽ پوئين صورت ۾ صلوات چوڻ تن سيني تي فرض آهي، جيڪي ٻڌن ٿا. يا اهي سونهارا نالا چون ٿا. زاهديءَ ڪتاب حاويءَ ۾ چيو آهي، تہ الله جي نالي جي تعظيم ڪرڻ واجب آهي ۽ حضرت حبيب تي صلوات چوڻ فرض آهي، بحر الرائق ۽ درمختار ۾ ان ڳالهہ جو گهڻي تفصيل سان بيان آهي ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ اهو بيان آهي، تہ ٻئي واجب چئبو فرض بنهہ نہ چئبو. علماءَ چون ٿا، تہ هيءُ قول پسند ڪيل آهي، پر نالي ٻڌڻ سان اسم الله جي تعظيم، جڏهن رب جي نالن مان ڪو نالو ٻڌي ۽ پڻ حضرت احمد صلي الله عليہ وسلم تي صلوات جو تڪرار، جڏهن حضرت نبي صلي الله عليہ وسلم جن جو نالو ٻڌي فرض يا واجب تڏهن آهي جڏهن مجلس، جنهن ۾ رب جا نالا مبارڪ ۽ حبيب صلي الله عليہ وسلم جن جو نالو مبارڪ وٺجي، مختلف هجي، پر الله جي نالي تي تعظيم جو تڪرار ڪرڻ ۽ حضرت رسول ﷺ جن جي نالي مبارڪ تي صلوات جو تڪرار ڪرڻ فرض ناهي هڪ ڀيرو فرض يا شريعت ۾ واجب آهي. انهن جو تڪرار بنهہ فرض ناهي، بلڪ انهن جو تڪرار مستحب آهي. پر اهو ان صورت ۾ جڏهن مجلس هڪ هجي. هيءُ قول ٻين قولن کان صحيح آهي. اها ڳالهہ ڪتاب ڪافيءَ باب سجدي تلاوت ۾ صريح لکي آهي. فتويٰ پڻ ان تي آهي. متانة الرواية ۾ پڻ اهو ذڪر آهي.

ان کي ڪتاب قنيہ مان نقل ڪيائين. پر ڪن عالمن الله رحمت ڪرين، چيو آهي، تہ ان جو هن صورت ۾ تڪرار شريعت جو واجب يا فرض آهي. جڏهن ڳالهائڻ وارو موليٰ جو نالو مبارڪ ڪٺي يا ٻڌي. ڪنهن ٻئي شخص کان جهڙو تفصيل ٻڌڻ جو اهي اهڙو ئي ڳالهائڻ جو آهي. ان جو پاڻ ۾ ڪوبہ فرق ڪونهي. ڪتاب نهايہ، ڪفايہ، ڪافي، بحرالرائق ۽ ٻين ڪتابن ۾ ان جو تفصيل آهي پڻ الله جي نالي جي تعظيم رب جي اسم ذاتيءَ سان مخصوص ناهي، بلڪ ان جي تعظيم جو وجوب رب جي نالن مان هر هڪ نالي سان مقرر آهي. ٻڌي يا ڳالهائي. يا جنهن لفظ مان سندس مراد اها ذات پاڪ آهي تہ ان تي بہ تعظيم ڪجي. فتاوي قاضي خان جي عبارت اها آهي. هيءَ مسئلو مبارڪ ظاهر ۽ چٽو آهي فتاويٰ عالمگيريءَ کان پڻ اهو امر ظاهر آهي، پڻ حبيب ﷺ جن جي مٿان صلوات جو وجوب، لفظ محمد صلي الله عليہ وسلم، جيڪو رسول رب خيرالانبياء جو ذاتي اسم آهي، سان خاص ڪونهي. بلڪ جيڪڏهن ڪو ماڻهو اسم 'احمد' صلي الله عليہ وسلم جو ٻڌي يا ڪوبہ اهڙو اسم ڳالهائي، جنهن مان ذات مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم مراد آهي، تہ بنا شڪ شبهي جي صلوات چوڻ واجب ٿي پوندي. ان طرح ابن حجر مڪي پنهنجي رسالي ۾، جيڪو سندس تصنيف آهي، تصريح ڪئي آهي.

51. فرض مؤمن تي آهي، قرآن جو ايترو مقدار حفظ ڪرڻ، جيتري مان نماز درست ٿي وڃي. بحرالرائق ۾ ان جي تصريح آهي.



مضمرات مان ان جو تفصيل نقل ڪيو اٿس، جيڪو قدوريءَ جو مشهور معروف شرح آهي، پر نماز لاءِ درستيءَ جو مقدار امام اعظم جي مذهب ۾ هڪ آيت چون ٿا. توڙي اها وڏي هجي يا ننڍي؛ پر صاحبين جو مذهب اهو ٿا چون، تہ نماز جي درستيءَ جو مقدار هڪ آيت ڊگهي ۽ ٽي آيتون ننڍيون آهن. پر ان کان مٿي قرآن کي ياد ڪرڻ ويندي آخر تائين فرض ڪفايہ آهي. درمختار ۾ ان طرح مذڪور آهي. امداد الفتاح ۽ ٻين ڪتابن ۾ پڻ مذڪور آهي. سگهو هن کان پوءِ هيءُ فرض باب فرض ڪفايہ ۾ گهڻي تفصيل سان بيان ڪندس. جي منهنجو رب تعاليٰ قادر گهرندو.

52. فرض اهو آهي، تہ قرآن جا حرف درست پڙهي، نماز کان ٻاهر انهن کي صحيح ڪري پڙهي. انهن کي سهڻي ۽ موچاري طريقي سان پڙهي. حرفن کي انهن جي مخرجن مان ڪڍي ۽ انهن جي سڀ ڪا صفت پڻ ادا ڪري. انهن جون حرڪتون درست چوي. پر هيءُ ان شخص تي فرض آهي، جيڪو انهن جي ادا جي قدرت رکندو هجي. نماز ۾ قرآن کي درست پڙهڻ پڻ فرض آهي، ڪتاب لکن ٿا. ان جو بيان نماز جي رڪنن ۾ گذري چڪو آهي.

53. فرض ان شخص جي مٿان آهي، جنهن کي قرآن جا حرف صحيح پڙهڻ جي قدرت ناهي، تہ سانجهيءَ، صبح ان جي درستيءَ جو سعيو ڪندو رهي. ڪوبہ پل سعيو ڪرڻ نہ وساري. پر جي ان سعيي سان بہ قرآن جا حرف صحيح پڙهڻ ميسر نہ ٿيس تہ ان شخص کي ان وقت معذور چئبو. اهو عذاب ۽ گناهہ کان بچي ويو.

جو ان پنهنجو وس هلايو آهي، ان ۾ هرگز قصور نه ڪيو اٿس.

54. لقطو، جيڪو واٽ تان ڪنهن ٻئي جي شيءِ لڀڻ جو نالو آهي، تنهن بابت پڇڻ فرض آهي. شريعت ۾ لقطي جو پچاڻو ڪرڻ فرض آهي، جڏهن ڪا شيءِ لڀي ۽ اها ماڻهو کڻي وٺي، ته ان بابت پچا ڪري، ان پچاڻي جي ڏينهن جو تفصيل فقهه جي ڪتابن ۾ گهڻي تفصيل سان مذڪور آهي.

55. مرڻ کان اڳي مرڻ جي وقت جو سامان ڪرڻ فرض آهي.

56. آخرت جو ڏينهن ڪڏهن به نه وسارجي.

57. پنهنجي رب کان رحمت جي اميد رکڻ.

58. پنهنجي رب کان ڊڄندو رهڻ.

59. بچڙي نظر کان پاسو ڪرڻ فرض آهي. ان جدا ٿيل عضوي ڏانهن

چوڪو = سهڻو، سنو. وير = گهڙي، پل.

نه نهارڻ گهرجي، جيڪو نامحرم مرد يا عورت جو يا جدائي ٿيل زال مڙس جو، اهڙو عضوو آهي، جنهن ڏانهن جدا ٿيڻ کان اڳ نهارڻ جائز ناهي، جيئن: مڙس جو عضوو، جيڪو پاڙ، وچ يا چوٽيءَ کان وڍيو هجي، ۽ جيئن زال جي ٻانهه، ٻکيون يا مڙس يا زال جا ڳچها وار يا ان جهڙيون ٻيون شيون، جن ڏانهن نظر ڪرڻ حرام آهي، هيءُ قول وڌيڪ صحيح ۽ وڌيڪ ترجيح وارو آهي. ان طرح ابوالمڪارم لکيو آهي ۽ پڻ ان طرح امداد الفتاح لکيو آهي ۽ ٻين ڪتابن ۾ به ان جو بيان آهي.

60. فرض آهي "استبراء" ڪا ٻانهي جڏهن ڪنهن شخص کان خريد



ڪجي يا ڪنهن عزيز وٽان ٻانهيءَ جو وارث ٿيو يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري ڪنهن ٻانهيءَ جو ڪو مالڪ ٿئي، ته ان سان جماع ۽ انهن شين کان پنهنجي نفس کي جهلي، جيڪي جماع جو سبب ٿينديون آهن. جيئن ٻانهيءَ کي چهڻ يا ان کي چمي ڏيڻ ۽ ان جهڙيون ٻيون شيون. پر جي اها ٻانهي اهڙين ٻانهين مان هجي، جن کي عادت مطابق حيض ٿو اچي يا حيض واريون آهن، پر انهن کي ڪا مقرر عادت ڪانهي انهن کي هڪڙو حيض رکڻ، پر جي ان کي حيض نه ٿو اچي، ته مهيني جو مقدار رکڻ، فرض آهي.

61. قسم پاڙڻ فرض آهي. جڏهن قسم کڻي ته ڪو خير جو ڪم ڪندس يا ڪو مباح ڪم ڪندس، ته ان کي پاڙي.

## باب ٻيو

### فرض ڪفايہ جو بيان

ان ۾ ڪتاب سورنهن فرض لکن ٿا.

1. سلام جو جواب ڏيڻ. پر سلام جو جواب ڏيڻ سنت موڪده آهي.
2. ڇڪ جو جواب ڏيڻ پڻ فرض آهي. ڇڪ جي جواب ۾ ”يرحمڪ الله“ چئجي يا ”يرحمڪ الله“ جهڙو ڪو ٻيو لفظ چئجي. ڪتاب لکن ٿا، تہ صحيح قول اهو آهي. امام اعظم جي مذهب ۾ قوت ان قول کي آهي. شرح مشڪوات ۾ ان جو بيان آهي، جيڪو شيخ عبدالحق جي تصنيف آهي. ڪن عالمن، جيڪي دين جا باني آهن، چيو آهي، تہ ڇڪ جو جواب ڏيڻ مستحب آهي. ڇڪ جو جواب ڏيڻ جي فرضيت ان وقت آهي، جڏهن ڇڪ ڏيندڙ ڇڪ جي پنيان ”الحمدلله“ چوي ۽ اهو حمد ٻڌجي. پر جي ڇڪ ڏيڻ پنيان ڪنهن حمد نہ ڪيو يا حمد ڳجهو ڪري ڇڏيائين، جنهن کي ڪنهن شخص ڪونہ ٻڌو، تہ انهن ٻنهي صورتن ۾ ٻڌندڙ تي واجب ناهي، پر ڇڪ جو جواب ڏيڻ تي پيرا فرض آهي. جي ڪنهن هڪ کان ڇڪ جو حمد ٻڌي. پر ٽن پيرن کان پوءِ علماءَ چون ٿا، تہ ڇڪ جو جواب ڏيڻ مستحب آهي، ان ۾ ڪوبہ اختلاف ڪونهي. جي هڪڙي ڇڪ ڏيندڙ کان گهڻن ماڻهن حمد ٻڌو، ٻن، ٽن يا ان کان بہ وڌيڪ، تہ سڀ ڪنهن جو ان کان جواب فرض ڪفايہ آهي. ويندي ٽن پيرن تائين فرض چون ٿا.
3. ميت کي اهڙيءَ طرح غسل ڏيارڻ، جو ان جي عضون مان ڪوبہ



عضوو ڌوئڻ کان رهجي نہ وڃي. تہ جيترو يا ان کان بہ ٿورڙو عضوو ڇو نہ هجي. غسل ميت جا چوٿيهہ فرض آهن. انهن جو ٻارهين فصل ۾ تفصيل گذريو.

4. ميت کي ڪفن ڏيڻ بہ فرض آهي. ڪپڙي مان هجي يا ڪنهن ٻيءَ شيءِ مان، جنهن سان ميت جو جسم ڪليل نہ رهي. جيڪڏهن ڪفن ٿورو ميسر آهي، تہ جيڪو حصو ڪفن سان نہ ڍڪيو آهي تہ ان کي حصير (تڏي/ توري) يا گاهہ سان ڍڪي ڇڏجي. يا ان قسم جي ٻين شين سان ڍڪي ڇڏجي.
5. ميت جي مٿان جنازي جي نماز پڙهڻ.
6. ميت کي زمين ۾ دفن ڪرڻ.
7. مريض جي طبع پرسي ڪرڻ پڻ فرض ڪفايہ آهي. اهو حنفين جو مذهب آهي، پر شافعي ان کي سنت چون ٿا. شرح عين العلم ۾ ان جو بيان آهي، جيڪو شيخ علي قاريءَ جي تصنيف آهي.
8. بادشاهہ جي مدد ڪرڻ فرض آهي، جڏهن اهو ڪافرن حربين سان جهاد ڪري، هيءَ مدد ڪرڻ فرض ڪافيہ آهي؛ جڏهن لشڪر کان عام ڇوٽڪارو نہ ٿئي؛ پر جي ڪنهن لشڪر کان عام ڇوٽڪارو ٿئي، تہ خلق تي جهاد فرض عين تي پوندو. توڙي زالون هجن توڙي مرد.
9. امر بالمعروف ڪرڻ فرض ڪفايہ آهي.
10. ٻڇڙن ڪمن کان منع ڪرڻ فرض ڪفايہ آهي. پر اهي بہ فرض انهن تي آهن جيڪي امر بالمعروف ۽ نهي عن المنڪر ڪري سگهن.

پر هيءُ ٻئي فرض ڪڏهن فرض عين ٿي ويندا آهن: جڏهن ڪو ٻيو ان ڪان سواءِ انهن ڪمن ڪي نہ ٿو ڄاڻي يا ٻئي ڪي قدرت ناهي، تہ اهي ڪم روڪي سگهي. جيئن پٽ ڪي ڏسي يا زال يا ٻانهي ڪي، تہ اهڙا ڪم ٿا ڪن، جيڪي غلط آهن، تہ اهڙي وقت ۾ روڪڻ فرض عين آهي.

11. سچو قرآن ياد ڪرڻ، ان مقدار ڪان وڌيڪ جيڪو نماز جي درستي لاءِ ضروري آهي. نماز جي درستيءَ جي مقدار جيترو قرآن ياد ڪرڻ هر شخص لاءِ فرض عين آهي: ان جو اڳئين ڪلام ۾ بيان گذريو.
12. ڪنهن مظلوم سان پنهنجي قدرت آهر مدد ۽ خدمت ڪرڻ، فرض ڪفايہ آهي.
13. انهن شخصن وچ ۾، جيڪي پاڻ ۾ وڙهيا آهن، صلح ڪرڻ پنهنجي وس آهر ان جي ڪوشش ڪجي.
14. قضا ڪي قبول ڪرڻ فرض آهي.
15. مسئلن جي فتويٰ قبول ڪرڻ. ماڻهن ڪي مسئلا ڪتابن مان ٻڌائڻ. پر هيءُ ٻئي فرض ڪفايہ ان وقت چئبا، جڏهن شهر ۾ قضا ۽ فتويٰ جي لائق شخص گهڻا موجود آهن. پر جي شهر ۾ اهڙو هڪڙو موجود آهي، جيڪو قضا ۽ فتويٰ ڏئي سگهي ٿو، تہ ان تي هيءُ ٻئي امر قبول ڪرڻ ڪتابن موجب فرض ڪفايہ چئبا. پر جي شهر ۾ هڪڙو شخص موجود آهي جيڪو فتويٰ جو پلو ۽ صالح آهي، تہ ان تي فتويٰ ڏيڻ فرض عين آهي. جيڪڏهن شهر ۾ هڪڙو



شخص اهڙو موجود آهي، جنهن وٽ قضا جي لياقت آهي، تہ ان تي قضا جو قبول ڪرڻ فرض عين آهي.

16. فرض آهي، ڪنهن حاڪم آڏو شاهدي ڏيڻ. الله جي حق ۾ حدودن ڪان سواءِ ٻانهن جي حقن جي معاملي ۾ شاهدي ڏيڻ فرض ڪفايہ آهي: جڏهن حق وارو ماڻهو شاهديءَ لاءِ سڏي، پر جڏهن شاهد پورا نہ هجن، ٻن ڪان مٿي ڪو شاهد بنهہ موجود ڪونهي، تہ ان وقت شاهدي ڏيڻ فرض عين آهي، جڏهن حق وارو ڪانئڻ شاهدي طلب ڪري، پر جي حق وارو ڪا طلب نہ ڪري، تہ ان صورت ۾ ان تي شاهدي ڏيڻ نہ فرض عين آهي نہ ڪفايہ.

## خاتمو

هن سنڌيءَ جو خاتمو سڀاجها ڏيان سان ٻڌ! ان ۾ پورا ٽي فائدا بيان ڪيا اٿم.

**پهريون فائدو:**

اهو آهي ته سڀڪو مؤمن مشتاق اهو ڄاڻي، ته هن سنڌيءَ ۾ هيستائين جيڪو رب جي فرضن مان ذڪر ٿيو، فرض عين مان يا فرض ڪفايه مان، انهن مان اهي فرض عين، جن جو دين اسلام جي پنجن رڪنن سان تعلق آهي، جن تي اسلام جو بنياد رکيل آهي، انهن مان سؤ ٻتيهه اهي آهن، جن جو عقيدن سان تعلق آهي. هڪ سؤ چاليهه اهي آهن، جن جو طهارت سان تعلق آهي. هڪ سؤ ڇٽيهه اهي آهن، جيڪي نماز جا فرض آهن. ٻياسي فرض زڪوات ۽ اضحيٰ جا آهن. صدقي فطر جا فرض به ان عدد ۾ داخل آهن. چوهٺ روزن ۽ اعتڪاف جا، هڪ سؤ ايڪيتاليهه حج ۽ عمري جا. ايڪهٺ اهي فرض آهن، جن جو پنجن رڪنن سان تعلق بنهه ناهي. فرض ڪفايه جا سورنهن آهن. جن جو پنجن رڪنن سان تعلق بنهه ناهي. فرض ڪفايه جا سورنهن آهن. ان طرح ٽوٽل جيڪي هن سنڌيءَ ۾ بيان ڪيا اٿم، سي هڪ هزار ٻه سؤ ٻاهٺ آهن.

**ٻيو فائدو:**

اهو آهي، ته جيڪي فرض سنڌيءَ ۾ ذڪر ٿيا، سي خالص عبادت جي باب سان تعلق رکن ٿا ۽ ڪجهه معاملن جي باب سان تعلق رکن ٿا؛ پر اهي اهڙا آهن، جن ۾ عبادت جي معنيٰ مخلوط آهي. انهن مان ڪي فرض پنجن اسلام جي بنائن سان تعلق وارا چئبا. ڪي انهن مان اهڙا چئبا، جيڪي پنجن بنائن جي غير سان تعلق وارا چئبا. پر جيڪي فرض



خالص معاملي جي باب سان تعلق رکن ٿا، تن مان مون ڪوبه فرض ذڪر نه ڪيو آهي. انهن جا تمام گهڻا فرض آهن. انهن جو شمار ئي ڪونهي. جنهن کي انهن جي طلب هجي، سو انهن جو فقهه جي ڪتابن ۾ غور سان مطالعو ڪري، جيڪي معاملن جي باب ۾ تصنيف ٿيل آهن.

**ٽيون فائدو:**

ڪن سنڌ جي عالمن لکيو آهي، ته مذهبن جو ڄاڻڻ پڻ فرض آهي، پر اهو مون ڪي ڪنهن ڪتاب ۾ نه لڌو؛ جيتوڻيڪ گهڻي ئي ڳولها ڦولها به ڪيم. پڻ ان عالم فرضن مان اهو به لکيو آهي ته پنجن قبلن جو ڄاڻڻ به فرض آهي. هڪڙو قبلو انهن مان عرش عظيم آهي عرش انهن جو قبلو آهي، جيڪي ان جا ڪٽنڊڙ آهن. ڪرسي ملائڪن ڪروبين جو قبلو آهي. بيت المعمور ٻين ملائڪن جو قبلو آهي. بيت المقدس مڙني نبين جو قبلو آهي، ڪعبو حضرت احمد ﷺ جن لاءِ قبلو آهي ۽ امت مبارڪ جي مؤمنن لاءِ قبلو آهي؛ پر اهو مسئلو مون ڪنهن ڪتاب ۾ نه لڌو، ته انهن قسمن جو ڄاڻڻ به ڪو فرض آهي. البته اسان تي اهو ڄاڻڻ فرض آهي، ته ڪعبو رسول خدا ﷺ جن جو قبلو آهي ۽ الله جي حبيب جي امت جو قبلو آهي. ڪعبي ڏانهن منهن ڪري نماز پڙهڻ فرض آهي. اهو ڄاڻڻ کان سواءِ ڪعبي ڏانهن منهن ڪرڻ جو تصور ٿي ئي نه ٿو سگهي.

۽ پڻ ان عالم لکيو آهي، ته رسول حضرت محمد ﷺ جو شجرو، جيڪو عبد مناف تائين آهي، تنهن کي ڄاڻڻ فرض آهي. ڪنهن ڪتاب ۾ مون کي ان جي فرضيت نه لڌي، جيتوڻيڪ ان ۾ گهڻو ئي غور ويچار به ڪيم. بلڪ جامع الرموز ۾ مرتدن جي حڪم جي بيان

۾ ۽ ڪتاب منيہ ۾ واضح طريقي سان آهي، تہ اسلام جو فرض ۽ شرط آهي، تہ رسول حضرت احمد ﷺ جو نالو معلوم هجي. ان کان سواءِ ڪنهن جو بہ اسلام نہ ٿو ٿي سگهي. پر حضرت رسول جي والد جو نالو ڄاڻڻ ۽ ڏاڏي رسول ﷺ جو ڄاڻڻ فرض ناهي. جامع الرموز جي عبارت هتي پوري ٿي.

پڻ ان عالم فرمايو، الله رحمت ڪريس، تہ سڀ ڪنهن روزي جي رمضان شريف ۾ نيت ڪرڻ فرض آهي. تانتہ هيءُ رمضان ۾ نيتون پورا اٺٽيهہ يا ٽيهہ فرض ٿيون. مون انهن کي الڳ فرض شمار نہ ڪيو آهي. جي سڀ کا نيت الڳ فرض ڳڻجي، تہ سڀ ڪنهن نماز جون پڻ نيتيون ڳڻجن. ان جي سڀ ڪنهن نيت جو جدا حساب ڪجي. پڻ نفل روزي ۾ نيت فرض آهي؛ جيئن رمضان جي روزن ۾ نيت فرض آهي. نفلي روزن جو ڪو اندازو ئي ڪونهي. نفلي روزن جي نيت اندازي کان ٻاهر آهي. ان ڪري اهي نيتون حساب ۾ داخل نہ ٿينديون ۽ پڻ رمضان جي مهيني جو تڪرار ۽ ورجاءُ ٿيندو رهي ٿو. هر نئين سال ۾ رمضان اچي ٿو. ۽ فرض نيت جو بہ تڪرار ۽ ورجاء ٿيندو رهي ٿو. هر ورهيہ ۽ هر شخص وٽ، جن مان ڪن جون عمريون ننڍيون، تہ ڪن جون وڏيون آهن. انهن جو ليکو تہ ڪري ئي نہ ٿو سگهجي، ان ڪري مون روزي جي نيت هڪڙو فرض ڳڻي آهي ۽ نمازن جي نيت پڻ هڪڙو فرض ڳڻي اٿم. پڻ ان عالم فرمايو آهي، تہ چئن علمن جو ڄاڻڻ بہ فرض آهي، جن چئن علمن جو تفصيل هن طرح آهي: پهريون علم توحيد جو، ٻيو نماز جو، ٽيون روزه جو، چوٿون علم حيض ۽ نفاس جو. پر مون انهن کي فرض ڪري نہ لکيو آهي. ڇاڪاڻ تہ هيءُ انهن



۾ داخل آهن، جيڪي اڳ ۾ ذڪر ٿيا آهن. علمن جي ڄاڻڻ جي معنيٰ اها آهي، تہ انهن جي فرضن جو ڄاڻڻ فرض آهي ۽ انهن کان پاسو ڪرڻ، جن جي صفت اها آهي، تہ انهن سان فرضن جو ڇڏڻ فرض ٿي پئي ٿو ۽ انهن کان پاسو ڪرڻ جيڪي نماز جا ڀڃندڙ آهن ۽ انهن کان پاسو ڪرڻ جيڪي روزي جا ڀڃندڙ آهن. جڏهن تہ اهو انهن فرضن ۾ داخل آهي، جن جو اڳئين ڪلام ۾ مون بيان ڪيو آهي. هتي سنڌي پوري اچي ٿي. جنهن تي الله جو شڪر ۽ حمد ۽ صلواتون ۽ سلام رسول ﷺ تي، جيڪو عالم جو امام آهي ۽ ان جي آل ۽ ڀلن اصحابن تي.

فقير عبداللطيف سنڌي تصنيف يارنهن سؤ ايڪاسيءَ ۾ ڪئي.

جيڪو هيءَ سنڌي پڙهي، سو هن عاجز جي حق ۾ ساري مهر منجهان دعا ڪري ۽ پڻ سندس اولاد ۽ مائٽن لاءِ، تہ خير جو خاتمو ڪين نصيب ٿئي ۽ دنيا ۽ آخرت ۾ خوشحال هجن. آمين آمين آمين.